حالت ۾ ڏسي چيو، ”مولانا صاحب، ڪاٿي مشغول ٿيا ڏسڻ ۾ اچو، هي ڇا پڙهي رهيا آهيو؟“ مولوي چوڻ لڳو، ”انهن ۾ ڳوڙها روحاني راز لکيل آهن. وڏا وڏا ودوان به انهن کي سمجهي نه سگهيا. مان انهن ۾ ورڻن ڪيل روحاني رازن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان.“

مولوي هڪ ننڍو ساهه کنيو ۽ درويش جي لباس ۾ آيل شمس تبريز ڏانهن مخاطب ٿي چيو، اي نيڪ انسان! هي روحاني گيان جون ڳالهيون آهن ۽ تنهنجي عقل بڌيءَ کان ٻاهر آهن. انهن ڳوڙهن مسئلن کي سمجهڻ لاءِ سوکشم بڌيءَ جي ضرورت آهي.“

شمس تبريز اهو ٻڌي مشڪي ٿو ۽ خاموش رهيو. هن يڪدم پنهنجو هٿ اڳتي وڌائي روميءَ جي هٿن مان اهي هٿ لکيل ڪاغذ کسي تلاءَ ۾ ڦٽا ڪري ڇڏيا ۽ فرمايو، ”نيڪ انسان، روحاني گيان ڪتابن ۾ نه ٿيندو آهي.“ پنهنجي سڄي زندگيءَ جي ڪمائيءَ کي اهڙي طرح ختم ٿيندو ڏسي کين ڪافي صدمو پهتو. اهو سوچي ته سڀ قيمتي ليک پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويا، سندس دل مايوس ٿي وئي تنهن هوندي به هن پاڻ تي ضابطو رکيو ۽ چيو، ”سائينءَ جا پيارا، تو هي ڇا ڪري ڇڏيو! توکي ڪهڙي ڄاڻ ته تو منهنجا ليک برباد ڪري، دنيا جو ڪيترو نه وڏو نقصان ڪيو آهي؟

اهو ٻڌي شمس تبريز مشڪي چيو، ”اهي ته ٻارن جا رانديڪا آهن، جيڪڏهن انهن جي وڃڻ سان تنهنجي دل دکي ٿي رهي آهي ته توکي اهي واپس ٿو ڏيان.“ ائين چئي شمس تبريز تلاءَ ۾ هٿ وجهي ڪتاب ڪڍي ورتا جيڪي بلڪل سڪل ئي هئا.

پوءِ شمس تبريز مولانا کي هٿ جا لکيل ڪتاب پڙهندو ڏسي پڇيو هو، اين چيست؟“ (هي ڇا آهي) هاڻي وري ڪتابن کي پاڻيءَ مان سڪل نڪتل ڏسي مولانا روم ساڳي اهوئي پڇڻ لڳو، ”اين چيست؟“ (هي ڇا آهي) پوءِ مولانا روم شمس تبريز کي چيو هو، ”اهي ڳالهيون تنهنجي سمجهه کان ٻاهر آهن.“ هاڻي شمس تبريز مولانا کي چيو، ”اهي ڳالهيون تنهنجي عقل بڌيءَ کان ٻاهر آهن.

...ي روم ڏنو ته انهن لکن جو هڪ به لفظ پاڻيءَ ۾ آلو نه ٿيو هو.
...جلدي سمجهي ويو ته پرماتما هن درويش کي سچي گيان
...ـچو مارگ ڏيکارڻ لاءِ مون وٽ موڪليو آهي. هو يڪدم شمس
...ز جي قدمن ۾ ڪري پيو ۽ کين التجا ڪئي ته پنهنجي شرڻ ۾ رکو
...ـس عرض اگهائي شمس تبريز هنکي بيعت يعني نام جو ڀيد ڏنو
...لوي روم خوب نام جي ڪمائي ڪئي ۽ نهايت اوچن روحاني منزلن ج
...زن کان واقف ٿيو. هن وقت سندس لکيل "مثنوي" کي فارسي يا
...ر قران شريف جو درجو ڏنو ويو آهي. مولانا روم خود لکيو آهي،
...جيڪڏهن شمس تبريز جي ديا درشٽي نه ٿئي ها ته مولوي روم
...ڪڏهن به مولانا روم نه بڻجي سگهي ها!"

## ۱۴۷- پرماتما ڀڳت جي دل کي جاڳائي ٿو

هڪ دفعي پرماتما جي پريمي بايزيد بسطاميءَ کي الاهي آواز
ٻڌڻ ۾ آيو، "گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي، تنهنجي مراد پوري ڪئي
ويندي." بايزيد مالڪ جو سچو عاشق هو ۽ هن کي پنهنجي محبوب
جي ديدار کانسواءِ ٻيءَ ڪنهن وستوءَ جي خواهش نه هئي. هن نمرتا
سان سر جهڪائي چيو، "جيڪي ڪجهه مالڪ پنهنجي مرضيءَ سان ڏيندو.
مان اهو خوشيءَ سان سويڪار ڪندس ۽ داتار جو شڪرگذار رهندس."
خدائي آواز آيو، "مان توتي بيحد راضي آهيان ۽ توکي ٻئي
جهان بخشيان ٿو، توکي آڪاش، پاتال ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ جيڪي
ڪجهه آهي، اهو سڀ ڪجهه ڏيان ٿو. بايزيد بسطاميءَ کي اهي سڀ دنيوي
نعمتون نه گهربيون هيون، هنکي ته صرف طلب هئي مالڪ جي ديدار
جي! هو چوڻ لڳو، "اهو جاڳي جاڳائڻهار، منهنجو مالڪ منهنجي
دل جو حال ڄاڻي ٿو." الاهي آواز آيو، "بايزيد! تون مونکان مونکي
گهري رهيو آهين، پر جيڪڏهن مان توکان توکي گهران ته؟ اه...
ٻڌي بايزيد يڪدم سمجهي ويو ته اهو منهنجي محبوب جو آواز آهي...
هو خوشيءَ وچان چوڻ لڳو، "منهنجا مالڪ، مان سچيءَ دل سان چو...
ٿو ته جيڪڏهن تون مونکي قيامت جي وقت نرڪن جي باهه ۾...
ڏيندين ته مان يڪدم انهيءَ ۾ ٽپي پوندس. منهن...
...حڪم...

حالت ۾ ڏسي چيو، ”مولانا صاحب، ڪافي مشغول پيا ڏسجو
اچو، هي ڇا پڙهي رهيا آهيو؟“ مولوي چوڻ لڳو، ”انهن
ڳوڙها روحاني راز لکيل آهن. وڏا وڏا ودوان به انهن کي سمجهي
نه سگهيا. مان انهن ۾ ورڻن ڪيل روحاني رازن کي سمجهڻ جي
ڪوشش ڪري رهيو آهيان.“

مولوي هڪ ننڍو ساهه کنيو ۽ درويش جي لباس ۾ آيل شمس
تبريز ڏانهن مخاطب ٿي چيو، اي نيڪ انسان! هي روحاني گيان
جون ڳالهيون آهن ۽ تنهنجي عقل بڌيءَ کان ٻاهر آهن. انهن ڳوڙهن
مسئلن کي سمجهڻ لاءِ سوکم بڌيءَ جي ضرورت آهي.“

شمس تبريز اهو ٻڌي مشڪيو پر خاموش رهيو. هن يڪدم
پنهنجو هٿ اڳتي وڌائي روميءَ جي هٿن مان اهي هٿ لکيل ڪاغذ
کسي الاءَ ۾ ڦٽا ڪري ڇڏيا ۽ فرمايو، ”نيڪ انسان، روحاني گيان
ڪتابن ۾ نه ٿيندو آهي.“ پنهنجي سڄي زندگيءَ جي ڪمائيءَ کي
اهڙي طرح ختم ٿيندو ڏسي کيس ڪافي صدمو پهتو. اهو سوچي ته
سڀ قيمتي ليک پاڻيءَ ۾ لڙهي ويا، سندس دل مايوس ٿي وئي
ان هوندي به هن پاڻ تي ضابطو رکيو ۽ چيو، ”سائينءَ جا پيارا،
تو هي ڇا ڪري ڇڏيو! توکي ڪهڙي خبر ته تو منهنجا ليک برباد
ڪري، دنيا جو ڪيترو نه وڏو نقصان ڪيو آهي؟

اهو ٻڌي شمس تبريز مشڪي چيو، ”اهي ته ٻارن جا راندڪا
آهن، جيڪڏهن انهن جي وڃڻ سان تنهنجي دل دکي ٿي رهي آهي
ته توکي اهي واپس ٿو ڏيان.“ ائين چئي شمس تبريز تلاءَ ۾ هٿ
وجهي ڪتاب ڪڍي ورتا جيڪي بلڪل سڪل ٿي هئا.

پوءِ شمس تبريز مولانا کي هٿ جا لکيل ڪتاب پڙهندو
ڏسي پڇيو هو، ”اين چيست؟“ (هي ڇا آهي) هاڻي وري ڪتابن
کي پاڻيءَ مان سڪل نڪتل ڏسي مولانا روم ساڳئي اهوئي پڇڻ لڳو،
”اين چيست؟“ (هي ڇا آهي) پوءِ مولانا روم شمس تبريز کي
چيو هو، ”اهي ڳالهيون تنهنجي سمجهه کان ٻاهر آهن.“ هاڻي شمس
تبريز مولانا کي چيو، ”اهي ڳالهيون تنهنجي عقل بڌيءَ کان ٻاهري آهن.

اهڙي طرح مرندس." درويش چيو، "تون چڱي طرح سوچي ڏس
ته تون جيڪي چوين ٿو، ٺيڪ ٿو چوين ۽ سچيءَ دل سان ٿو چوين؟"
عطار چيو، "ها، مون جيڪي ڪجهه چيو آهي سوچي سمجهي چيو
آهي ۽ سچي هردي سان چيو آهي." اهو ٻڌي درويش هٽي دڪان
جي سامهون زمين تي ليٽي پيو ۽ چيائين، "ڏس آهي اهو داتار"

اهين چوندي ئي درويش اُن وقت پران تياڳيا. عطار اهو ڪوتڪ
ڏسي دنگ رهجي ويو ته درويش سچ پچ جان ڏئي ڇڏي. ڪيس
يڪدم اهو ويچار آيو ته هي درويش ته مونکي زندگي ۽ موت جو
ڀيد سمجهائڻ لاءِ آيو هو. سوچڻ لڳو ته درويش بلڪل ٺيڪ ٿي چيو
ته مونکي مالڪ هن سنسار ۾ دراصل ڪهڙي ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليو
آهي ۽ مان ڪري ڇا رهيو آهيان. ڇا مان هن سنسار ۾ عطر وڪڻڻ
لاءِ آيو آهيان يا خدا جي تلاش ڪرڻ لاءِ آيو آهيان؟

عطار اُن وقت ئي پنهنجو دڪان هميشه لاءِ بند ڪري ڇڏيو
۽ درويشن وانگر ڪپڙا پاتائين، هو پرماتما جي تلاش ۾ گهرکان نڪتو.
آخر کيس مالڪ جي کوج ۾ ڪاميابي حاصل ٿي ۽ هو پورن
صوفي سنت بڻجي پيو.

## ١٤٥- بابا بڌو

گرو نانڪ صاحب جن جي وقت ۾ سنگت جو اهو نيم هوندو هو
ته صبح شام گرو صاحبن جي حضوريءَ ۾ پنگتيءَ پاڻ سان شبد
پڙهندي هئي. گرو صاحبن ڏٺو ته جڏهن سنگت شبد پڙهندي رهي
ٿي تڏهن هڪ ننڍڙو بالڪ روز اچي چپ چاپ پٺيان ويهي ٿو. هڪ
ڏينهن گرو صاحبن اُن بالڪ ڏانهن نهاري مشڪي چيو، "ٻچا تون
روز سوير صبح جو هتي ڇو ايندو آهين؟ تنهنجو هيءُ وقت ته سمهڻ
جو آهي، تنهنجو ڌيان ته تنهنجي دوستن سان گڏجي راند ڪرڻ ۾
هئڻ گهرجي. پر تون ته روز هتي ٿو اچين، توکي هن ٻاڻيءَ جي
پاٺ مان ڇا ٿو ملي؟" گرو صاحب جا وچن ٻڌي بالڪ سندن ڏانهن
نماڻائيءَ سان نهاريندي ادب سان چيو، "هڪ ڏينهن منهنجيءَ ماءُ
مونکي چلهه ۾ ڪاٺيون ٻارڻ لاءِ چيو. اُن وقت مون ڏٺو ته باهه ٻارڻ

توهان ساڳي غريبيءَ جي حالت ۾ ڇو آهيو؟ مان ايتري پيار ۽ عزت سان
توهانکي هيرو ڀيٽا ڏيئي ويئي هيس، تڏهن به توهان انجو فائدو نه ورتو."
گرو رويداس جن فرمايو، "ڏيءَ مونکي هيري کي ڇا ڪرڻو
آهي، مونکي مالڪ نام روپي اکٽ ڌن بخشيو آهي، جنهنجو انداز
لڳائڻ ناممڪن آهي. تون واپس وڃڻ وقت هيرو کڻي وڃ."
ميران ڏٺو ته هيرو ساڳئي هنڌ تي رکيو هو جتي پاڻ رکي ويئي
هئي. گرو رويداس جن هيري طرف ڪوبه ڌيان نه ڏنو هو. گرو
رويداس جن جي باڻيءَ ۾ آيل آهي.

دارد ديک، سب کو هنسيءَ، ايسي دسا هماري.
اسٽ دشا سڌ ڪرتليءِ، سب ڪرپا تمهاري. (آد گرنٿ ٨٥٨

جاڪيءِ رام جي ڌني، تاڪيءِ ڪاهه ڪي ڪمي هئي.
مسا ڪو ناٿ مورت پروڻي، سک نڌان ڪا ڪاها گهڻي هئي
( سمت گرو رويداس باڻي ١٢٧

## ١٤٤- "مان به اهڙي طرح مرندس"

فريد - الدين عطار، جيڪو اڳتي هلي ايران جو مهان صوفي
سنت بڻيو ۽ جنهنجا فارسيءَ ۾ لکيل ڪلام سڀئي سٺا ۽ مشهور
آهن، شروعات ۾ عطر وڪڻڻ جو ڌنڌو ڪندو هو. سندس زندگيءَ
۾ اوچتو زبردست ڦيرو آيو ۽ هو نپٽ سنساريءَ مان بدلجي پرماتما
جو سچو ڀڳت بڻجي پيو. انهيءَ تبديلي اچڻ جي ڪهاڻي هن طرح آهي.
هڪ ڏينهن عطار پنهنجن گراهڪن سان مشغول هو ته هڪ
درويش سندس دڪان تي آيو ۽ اچي ڪانئس خيرات گهريائين پر عطار
هنڪي ڏٺو اڻڏٺو ڪري ڇڏيو ۽ هن ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ڏنو.
درويش بار بار صدا هڻندو رهيو پر عطار کيس ٻڌو اڻٻڌو ڪندو رهيو.
درويش نراس ٿي ناراضگيءَ مان چيو، "عطار! توکي ڏسي
مونکي حيراني ٿي ٿئي. تون دنيا جي ڌنڌن ۾ ايترو ته غلطان پيو
آهين جو توکي اهو به هوش ڪونهي ته تنهنجو اصلي ڪم ڪهڙو آهي؟
ڇا توکي فڪر ڪونهي ته تنهنجو موت ڪهڙي طرح ٿيندو؟" عطار
هڪدم جواب ڏنو، "دوست، جهڙي طرح تون مرندين، مان به

لئي، اهو ٺهڪندڙ گرو جهڙن سچي مشڪل سان گذران ڪري ٿو.
مهراڻ کي اهڙيءَ حالت جو احساس ڏک، ڏيو، جنهن هوندي به ستگرو
روهيداس لاءِ سچو احترام ۽ عزت هئي. ڪنهن سمجهه ۾ نٿي آيو، ته
ٻهراڙي ستگروءَ لاءِ ڇا ڪري؟ آخر هڪ ڏينهن هن هنن جي دڪانءَ
مان هڪ قيمتي هيرو ڪڍيو. هوءَ اهو هيرو کڻي گرو روهيداس وٽ
وئي ۽ چيو ته ڪي هيءَ جوڙي وٺي ڪيائين، گرديو! مونکي
توهانجي غربت ڏسي احساس ڏک ٿو ٿئي، ۽ ماڻهو مونکي طعنا مهڻا
ٿا ڏين ته ٺهڪندڙ گرو ڪيترو غريب آهي. مونکي خوشي ٿيندي
جيڪڏهن توهين هي هيرو سوڪار ڪندا ۽ اهيءَ کي وڪڻي
ٻهراڙي لاءِ سنڌر گهر ٺهرائيو جيئن توهين سکي زندگي گذاري سگهو.

گرو روهيداس ساڳي طرح جهڙن سمجهندي چيو، ڏيءَ مونکي
جيڪي کپي، ملهو آهي، جهڙن سچ ۽ هن ڪمن جي ڀلائيءَ مان
ملهو آهي. توکي جيڪڏهن لوڪ ڇا سمجهن ٿي ته گهر ۾ وهڻي سورن
ڇڏڻ ڪر، مون وٽ انهن جي ضرورت ڪانهي. دنيا چاهي مونکي
غريب سمجهي پر مونکي ايهيءَ ۾ آنند ٿو ملي. مونکي دنيا جي
ڪنهن به آسائش وستوءَ جي ضرورت ڪانهي.

مهراڻ ته ڪجهڙيءَ به طرح گرو روهيداس کي هيرو ڏيڻ ٿي چاهيو
هوءَ ڪافي ڏينهن تائين منٿون ڪندي رهي، پر گرو روهيداس جن هن
جي ڪا به ڳالهه نه مڃي. آخر ۾ ايلاس ٿي مهراڻ چوڻ لڳي، "گرديو
مان هيءُ هيرو توهانجي جهوپڙا ۾ ڇڏي ٿي وڃان، توهين اهو وڪڻي
سگهو ۽ آرام سان زندگي گذارڻ شروع ڪريو. جيڪڏهن توهانکي هن
وستو لاءِ ڪا ضرورت نه آهي ته مان جهوپڙا جي ڇت ۾ لڪائي ٿي
وڃان، جڏهن به توهانکي ضرورت پوي ته اهو ڪڍجو."

ائين چئي مهراڻ واپس ٻهراڙي محل ۾ هلي وئي. اهيءَ ڳالهه
کي ڪافي مهينا گذري ويا. جڏهن هوءَ ڪافي وقت بعد گرو روهيداس
جي سيوا لاءِ وئي ته ڏٺائين ته هو اهڙن ئي غريبيءَ جي حالت
۾ رهيا هئا. مهراڻ احساس ۾ ته سان ڏو ڪي چيو،
توهانکي هيرو ڏيئي وئي هئس، ڪٿان ... ڏيکاريو ...

جهو منڊو چئي رهيو هو، "من خدا ئم، من خدا ئم، من خدا."
باقي جن مريدن کجهه به نه ڪيو هو اُهي اِها روئداد ڏسي حيرت
۾ پئجي ويا. جڏهن اُنهن کي مرشد سان ڳالهائڻ جو موقعو مليو ته چيائون،
حضرت! توهانکي مارڻ وارا خود ئي زخمي ٿي پيا پر توهان تي،
اُنهن جي وار جو ڪو به اثر نه ٿيو. تنهنتي پير صاحب مشڪي چيو
ته جيڪو مالڪ کي ياد ڪري ٿو، اهو مالڪ جو روپ بڻجي وڃي
ٿو ۽ هوُ ڪنهنجي به مارڻ سان نٿو مري.

ساڳي طرح تلسي صاحب جن جو ذڪر آهي جڏهن هوُ ستارا
جي مهاراجا جي گديءَ جي مالڪ باجيراءَ جي گهر هاٿرس ۾ رهيل
هئا. گهڻ واماڻ پرورنن ڪيل آهي، "رهون رهي ري بديهه ديهه درسائون."
هڪ ماتا کي شڪا ٿي ۽ پڇڻ لڳي ته توهين ديهه ۾ ساکيات سروپ
۾، ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهيو، پوءِ بديهه ڪيئن ٿيا! تنهنتي تلسي صاحب جن
فرمايو ته طاقت هجيئي ته مونکي پڪڙي ڏس! اُنهيءَ ماتا ڪين پنهنجي.
بانهن ۾ پڪڙڻ جي بيحد ڪوشش ڪئي، پر پڪڙي نه سگهي، تلسي
صاحب فرمايو، "اڙي مايا جي غلام! توکي سنتن جي ڳالهين جي
ڪهڙي جاڻ!!"

گرو ارجن ديو جن فرمائين ٿا :-

هر ڪا سيوڪ سو هر جيها، بيد نه جاڻهه مانس ديها.
جئه جل اُنهه بهه پاڻي، ڦر سلليع سلل سمائدا. (آد گرنٿ ۱۰۷۶)

گرو تيغ بهادر جن فرمائين ٿا :-

جو پراڻي نس دن ڀجي روپ رام تهه جان.
هر جن هر انتر نهين نانڪ ساچو مان. (آد گرنٿ ۱۴۲۷)

## ۱۴۳- ميران بائيءَ جو هيرو

ميواڙ جي راڻي ميران بائي، پندرهين صديءَ جي مشهور سنت
رويداس جي شش هئي. ميران جون سکيون سهيليون گرو رويداس
جي گهٽ ذات جو مزاڪ اُڏائينديون هيون ۽ رويداس کي گهٽ نظر
سان ڏسنديون هيون. ميران بائيءَ کي هوُ طعنا ۽ مهڻا ڏينديون
هيون ته تون خود شاهي محلن ۾ هر قسم جي سک ۽ آرام سان رهين

پتنگي هڪ قسم جو ڪيڙو ٿيندو آهي. هو باهران هڪ ٻيو
ڪيڙو ڪٽي، انکي پنهنجي طرح ڏيندو آهي. جيڪڏهن اهو ٻيو
ڪيڙو انهيءَ طرح کي جهٽيندو آهي ته هو به پتنگي بڻجي پوندو
آهي ۽ پوءِ پتنگي کيس پاڻ سان گڏ وٺي ويندو آهي. اهڙي طرح
جيڪڏهن توهين مالڪ جو سمرڻ ڪندا ته توهين به مالڪ ۾ سمائجي
ويندا، مالڪ جو روپ بڻجي ويندا. جيڪو خدا جي نور ۾ ملي نور
بڻجي ٿو وڃي، اهو مٽي نٿو رهي. جنهنجو ذڪر ڪندا انهيءَ جو
ئي روپ بڻجي ويندا.

حضرت بايزيد بسطامي نه خدا جي ياد ۾ پنهنجو پاڻ کي ڀلجي
ويو هو. جنهن وقت هن پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ته کيس مالڪ
ئي مالڪ نظر آيو. هڪ ڏينهن بيخوديءَ جي مستيءَ ۾ اچي چوڻ
لڳو، "من خدا ام، من خدا ام، من خدا." (مان خدا آهيان، مان
خدا آهيان) ان وقت سندس مريد پرسان بيٺا هئا، جڏهن انهن اهو
ڪلام ٻڌو ته من ۾ سوچڻ لڳا ته اڄ اسانجي مرشد کي ڇا ٿي ويو
جو اهڙيون ڪفر جون ڳالهيون پيو ڪري! ڪجهه وقت بعد جڏهن
انهنکي پنهنجي مرشد سان ڳالهائڻ جو موقعو مليو ته کانئس پڇيائون،
"حضرت! توهين چوندا آهيو ته پرماتما جو وجود ڪو نه ٿيندو آهي،
پر هينئر چئو ٿا ته مان خدا آهيان، ڇا توهين سچا نه آهيو؟ بايزيد
وراڻيو ته اها ڳالهه ڪنهن ٻئي جي هوندي، مون نه چئي آهي.
جيڪڏهن مان وري اهو گفتو دهرايان ته انهيءَ لاءِ شريعت موجب
جيڪا به سزا مقرر هجي، مونکي ڏجو. مريدن چيو، بلڪل ٺيڪ
آهي. ٽن چئن ڏينهن کانپوءِ مرشد وري اهو کيل وڄايو ۽ چوڻ لڳو
"من خدا ام، من خدا ام، من خدا.

جڏهن مريدن اهو ٻڌو ته هڪدم تلوارون، ڇريون ۽ ٻين هٿيارن
سان وار ڪرڻ لڳا. مثنويءَ ۾ لکيل آهي ته جن مريدن هنجي
سر تي حملو ڪيو انهن جا سر زخمي ٿيا، جن هن تي وار ڪيو انهن
جا هٿ ڪٽجي ويا يعني جنهن به هن جي سرير جي جنهن عضوي
تي وار ڪيو، سندس اهو عضوو ڪٽجي ويو. مرشد مستيءَ ۾

موسيٰ اچي اُتان لنگھيو، ريڍار جون اهي سڀ ڳالهيون هنکي سهٽيون نہ لڳيون ۽ کيس ڇڙٻ ڏيندي چيائين تہ پرماتما نہ کير پيئندو آهي، نہ مکڻ کائيندو آهي ۽ نہ ئي ڪمبل پهريندو آهي. ريڍار چيو، "انهيءَ جو مطلب تہ مون انهن چئي گناهہ ڪيو آهي؟ موسيٰ چيو تہ ها.

موسيٰ تہ پنهنجي ڳالهہ چئي هليو ويو پر ريڍار لاءِ پڌي نهايت دکي ٿيو. هُو پريم ۽ درد وچان روئي پرماتما کي پڪارڻ لڳو، "اي مالڪ! مونکان گناهہ ٿيو آهي، مونکي بخش! مونکي معاف ڪر انهن روئندي روئندي هن جو پردو کلي پيو، پرماتما ڪٿي باهر تہ نہ هو، سندس اندر ئي هو، پرماتما پنهنجي پياري کي درشن ڏئي چيو، "تون گهٻراءِ نہ، مان تنهنجو کير بہ پيئندس، مکڻ بہ کائيندس ۽ ڪمبل بہ پهريندس." هوڏانهن حضرت موسيٰ تي مصيبت نازل ٿي. الاهي آواز ٿيو، "موسيٰ! تو منهنجي پياري جي دل ڏکوئي آهي، تون هن وٽ وڃ ۽ وڃي کانئس معافي گهر." موسيٰ ريڍار وٽ آيو ۽ کيس چيائين، پيارا! مونکي معاف ڪر، مونکان غلطي ٿي وئي." ريڍار کلي چيو، "ڀائي! جيڪو تو وٽ آيو هو، اهو مون وٽ بہ آيو."

انهيءَ ڪري جنهنجي دل ۾ پرماتما لاءِ پريم آهي، اُنهيءَ کي پرماتما جو ڀُوءِ بہ رهي ٿو. اسين هڪ ٻئي جي گلا انهيءَ ڪري ٿا ڪريون ڇاڪاڻ تہ اسانجي اندر مالڪ جو خوف ۽ پيار ڪونهي. اسان جي هردي ۾ پرماتما جو پريم ۽ ڀُوءِ هئڻ نهايت ضروري آهي. جيڪڏهن توهين مالڪ سان ميلاپ چاهيو ٿا تہ توهين پورڻ گروءَ جي تلاش ڪري، اُنهيءَ جي شرن ۾ وڃي، نام جي بخشش وٺي ۽ نام جي ڪمائي ڪندا تڏهن ستگرو ديا مهر ڪري توهانجي اندر پنهنجي پريت، پرتيت ۽ ڀُوءِ پيدا ڪندو.

## ١٤٢- من خدا پير من خدا

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

سمرن سي من لائيئي، جهسي ڪيٽ ڀرنگ،
ڪبير بسري آپ ڪو، هوءِ جاءِ تهہ رنگ.

سون هڪڙي ماري ڇڏيو. هاڻي انهيءَ ڇوڪري جو پتا آرام
سان ويٺو بندگي ڪندو ۽ مالڪ جلدي ئي کيس هڪ ٻيو نيڪ پٽ
ڏيندو. اهو ٻڌي موسيٰ شرمندو ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري هليو ويو.

## ١٤٠- ساها ڏيکي نه سگهي

نوشهري ۾ جاڻ هڪ ڪمائيءَ وارو مهاتما ٿيو آهي. هڪڙي
هڪڙيءَ هئي جڏهن هوءَ بالغ ٿي ته استريءَ پتيءَ کي چيو ته ڪنهن
پنڊت وٽ وڃي شاديءَ جو مهورت ڪڍائي اچو. جاڻ ڪمائيءَ
وارو مهاتما هو، هن پنهنجي اندر پرماتما کي پرگهٽ ڪيو هو ۽
مالڪ جي رضا تي راضي رهندو هو. پر جڏهن سندس پتنيءَ کيس
مجبور ڪيو ته هو هڪ پنڊت جي گهر ويو. جڏهن پنڊت جي گهر
پهتو ته اتي پنڊت جي جوان ڌيءَ مٺي هئي جيڪا شاديءَ بعد
جلدي وڌوا ٿي هئي. جاڻ سوچڻ لڳو ته ڇا پنڊت پنهنجي ڌيءَ جي
شاديءَ جو ڪو مهورت نه ڪڍيو هو! اڳتي وڌيو ته هڪ حڪيم جو
گهر نظر آيس. ڇا ٿو ڏسي ته هن جي گهر مان روئڻ ڇلائڻ جو آواز پيو
اچي. پتو لڳس ته حڪيم جو پٽ مري ويو آهي. سوچيائين ته ڇا حڪيم
هن کي دوا نه ڏني هئي؟ ماڻهو چوڻ لڳا ”پرماتما جي موج کي
ڪير ٿو ميٽي سگهي“ تنهن تي جاڻ درويش هن طرح فرمايو:-

گهر وندان دي پنڊتا، گهر برهمڻ دي رانڊ.
حل جاڻ گهر آپڻي، ساها ڏيکي نه سگهي.

## ١٤١- موسيٰ ۽ ريٻار

منش جي اندر ٻه نهايت اثر پدارٿ آهن. هڪ ڀؤ ۽ ٻيو پيار
يعني ڊپ ۽ پريم. جنهن جي اندر پرماتما جو ڊپ آهي انهيءَ کي
پرماتما لاءِ پيار به آهي. جنهن کي پرماتما لاءِ پيار آهي، انهيءَ کي
پرماتما جو ڀؤ به رهي ٿو.

مون ڪيترا ڏينها ستسنگ ۾ اها ڪهاڻي ٻڌائي آهي ته هڪ
ريٻار مالڪ جي پريم ۾ مست ٿي چئي رهيو هو، ”اي پرماتما!
تون جڏهن منهنجي سامهون اچين ته مان توکي ڪير پيئاريان، مکڻ
کارايان ۽ رڻن جي ٿڌ مان ڪمبل لاهي توکي پهرايان. اهڙي طرح
پريم ۾ هو گهڻو ڪجهه چوندو رهيو. اتفاق سان اُن وقت حضرت

توکي چيو هو تہ تون سوال نہ پڇج، ڇو نہ ڇڏيج." موسيٰ چيو،
"حضرت مان پلهجي ويس هاڻي نہ پڇندس."

ٿورو اڳتي وڌيا، هڪ ڳوٺ ۾ هڪ هنڌ ڪي ڇوڪرا رانند
ڪري رهيا هئا. خواجہ خضر ماڻهن کان پڇيو تہ هي ڪنهن جو پٽ
آهي؟ ماڻهن وراڻيو تہ هي فلاڻي شاهوڪار جو پٽ آهي. خواجہ
وري ٻئي لاءِ پڇيو تہ هي ڪنهن جو ٻار آهي؟ ماڻهن چيو تہ هي
فلاڻي سيٺ جو پٽ آهي. وري ٻئي ڇوڪري ڏانهن اشارو ڪري
پڇيو تہ هي ڪنهن جو پٽ آهي؟ ڪنهن چيو تہ هي فلاڻي غريب
جو پٽ آهي. وري ٻئي لاءِ پڇيائون تہ هيءُ ڪنهن جو سڪيلڌو
آهي؟ ماڻهن وراڻيو تہ هيءُ هڪ درويش جو سڪيلڌو پٽ آهي.
خضر اُنهيءَ ڇوڪري کي قتل ڪري ڇڏيو. اهو ڏسي موسيٰ چيو،
"توهان جا سڀ ئي ڪم اُبتا آهن. جن جا ئي چار ٻار هئا، اُنهن جو
ٻار ماريو ها! هن غريب جو هڪ ئي پٽ هو اهو توهان ماري ڇڏيو!!
خضر چيو، "تون منهنجي سکيا جي لائق نہ آهين." موسيٰ چيو،
"حضرت! مان وڃان ٿو پر مونکي اهو ٻڌايو تہ توهان ائين ڇو ڪيو؟"
خضر چيو، "ڏسان سان چڱي طرح ٻڌ! مون ٻيڙي ڇو پڳي، هڪ
بادشاهہ اچي رهيو آهي، اُهو سڀ ٻيڙيون نديءَ جي هن پار
ڪٽي ويندو، صرف اُها پڳل ٻيڙي اُتي ڇڏي ويندو، اُنهيءَ ٻيڙيءَ
جا مالڪ اُنات ٻار، ٻيڙيءَ جي مرمت ڪرائي واپس اُها هلائڻ شروع
ڪندا ۽ هڪ ٻيڙي هئڻ سبب اُنهن کي اُنهيءَ مان وڏيڪ فائدو
ٿيندو. جيڪ[illegible] ناهے [illegible] اُنهيءَ جي وچ ۾ هڪ خزانو پوريل
آهي [illegible] ٻڌهن اُهي بالغ ٿيندا تہ اُهو خزانو
اُن [illegible] حڪم ڏنو تہ مان اُن ديوار کي
[illegible] ين اُهي اُنات ٻار وڏا ٿين تنهن
خزانو [illegible] پوي. هو جيڪو
[illegible] يو آهي. هنجو
چور داڪو
ها تنهنڪري

فرمايو تہ تون ملاحي درياہ تي وچ اچي ترڪي ھڪ درويش ڳڌجندو،
ھُو جيڪي ترڪي چوي تون اھڙي ڪج. جڏھن موسيٰ انھيءَ درويش
وٽ پھتو تڏھن ھن موسيٰ کي چيو، ”موسيٰ تون منھنجي سنگت جي
قابل نہ آھين" موسيٰ چيو، ”حضرت! جيڪي ڪجھ توھين چوندا
سان اھو مڃيندس" حضرت خضر فرمايو، ”ٺيڪ آھي! جيڪي
ڪجھ مان ڪريان، تون انھيءَ تي اعتراض نہ ڪج." اُھي ٻئي ھُو
درياہ جي ڪناري تان ھلندو ھليو، اڳيان اڳيان خضر ۽ پٺيان
پٺيان موسيٰ

ھڪ ھنڌ ڳوٺ تي ڪي ٻڪريون بيٺيون ھيون. خضر پڇيو تہ
ھيءَ ٻڪري ڪنھنجي آھي؟ ماڻھن ورائيو تہ ھيءَ ملاحي امير جي
ٻڪري آھي. وري پڇيائون تہ ھيءَ ٻي ٻڪري ڪنھنجي آھي؟ ماڻھن
جواب ڏنو تہ اھا ملاحي شاھوڪار جي آھي. حضرت وري ھڪ ٻي
ٻڪريءَ ڏانھن اشارو ڪري پڇيو تہ ھيءَ ڪنھنجي آھي؟ جواب مليو
تہ ھيءَ ڪنھن الناسڪ غريب ٻار جي آھي. حضرت خضر ٺمس ھڻي
انھيءَ ٻڪري جا ٻہ ٽڪرا ڪري ڇڏيا. موسيٰ چيو ”حضرت! توھان
ڪنھن امير جي ٻڪري ڪٽو ھا، ھي غريب اناٿ ٻار آھن، توھان
نہايت برو ڪم ڪيو آھي." خضر چيو، ”مون توکي چيو ھو تہ
ڪج بہ نہ ڳالھائج." موسيٰ چيو، ”ڀسري ويو! معاف ڪريو."

اڳتي اڳيان ھڪ ڳوٺ جي ٻاھران ھڪ پٺ ڪري بيٺي ھئي.
خضر چيو تہ ھن ديوار کي ڪرڻ آھي. مان پاڻي ڪڍي ٿو اچان، توھين
گارو وغيرہ تيار ڪريو تہ پاڻي ڪڍي اچي تہ مان گارو تيار ڪريان."
گارو تيار ٿيو ٻئي گڏجي ڏينھن ديوار اڏيندا رھيا. شام ٿيڻ پٺ
اُھي تيار ٿي. انھيءَ ساڳئي ڳوٺ ڪانھن ڪنھن پاڻيءَ لاءِ نہ پڇيو،
سڄي ڏينھن جا بکايل اڃايل اڪيلي سمھي پيا. موسيٰ کان رھيو نہ
ٿيو. چيائين، ”توھان جو ھيءُ ڪم نہ اڀرو آھي. جيڪڏھن ڪنھن
ڪُھستيءَ جو گھر لاھيو ھا تہ ھو ضرور اسان کان پاڻيءَ لاءِ پڇي ھا،
[illegible] لاءِ پڇي ھا، پر ويران گھر پر نہ ڪنھن روٽيءَ لاءِ پڇيو ۽ نہ
[illegible] لاءِ، بکايل اڃايل سمھي پياسين." خضر چيو، ”مون جو

توکي چيو هو تہ تون سوال نہ پڇج ، چپ نہ ڇڏج .“ موسيٰ چيو ،
”حضرت مان ٻيهر ويس هاڻي نہ پڇندس .“

ٿورو اڳتي وڌيا ، هڪ ڳوٺ ۾ هڪ هنڌ ڪجهہ ڇوڪرا راند
ڪري رهيا هئا . خواجہ خضر ماڻهن کان پڇيو تہ هي ڪنهن جو پٽ
آهي ؟ ماڻهن ورائيو تہ هي فلاڻي شاهوڪار جو پٽ آهي . خواجہ
وري ٻئي لاءِ پڇيو تہ هي ڪنهن جو ٻار آهي ؟ ماڻهن چيو تہ هي
فلاڻي سيٺ جو پٽ آهي . وري ٻئي ڇوڪري ڏانهن اشارو ڪري
پڇيو تہ هي ڪنهن جو پٽ آهي ؟ ڪنهن چيو تہ هي فلاڻي غريب
جو پٽ آهي . وري ٻئي لاءِ پڇيائون تہ هيءُ ڪنهن جو سڪيلڌو
آهي ؟ ماڻهن ورائيو تہ هيءُ هڪ درويش جو سڪيلڌو پٽ آهي .
خضر انهيءَ ڇوڪري کي قتل ڪري ڇڏيو . اهو ڏسي موسيٰ چيو ،
”توهان جا سڀ ئي ڪم ابتا آهن . جن جا ٽي چار ٻار هئا ، انهن جو
ٻار ماريو ها ! هن غريب جو هڪ ئي پٽ هو اهو توهان ماري ڇڏيو !
خضر چيو ، ”تون منهنجي سکيا جي لائق نہ آهين .“ موسيٰ چيو ،
”حضرت ! مان وڃان ٿو پر مونکي اهو ٻڌايو تہ توهان ائين ڇو ڪيو ؟“
خضر چيو ، ”ڏيان ٿو چڱي طرح ٻڌ ! مون ٻيڙي ڇو ڀڳي ، هڪ
بادشاهہ اچي رهيو آهي ، اهو سڀ ٻيڙيون نديءَ جي هن پار
ڪٽي ويندو ، صرف اها ڀڳل ٻيڙي اتي ڇڏي ويندو ، انهيءَ ٻيڙيءَ
جا مالڪ اناٿ ٻار ، ٻيڙيءَ جي مرمت ڪرائي واپس اها هلائڻ شروع
ڪندا ۽ هڪ ٻيڙي هئڻ سبب انهن کي انهيءَ مان وڏيڪ فائدو
ٿيندو . جيڪا ڀت ڊاهي وئي ، انهيءَ جي وچ ۾ هڪ خزانو پوريل
آهي جنهنجا وارث اناٿ ٻار آهن جڏهن اهي بالغ ٿيندا تہ اهو خزانو
انهن کي ملندو . مونکي پرماتما حڪم ڏنو تہ مان ان ديوار کي
ڊاهيان ، ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ جيسين اهي اناٿ ٻار وڏا ٿين تنهن
کان اڳ هيءُ ڀت ٻلڪل ڪري پوي ۽ خزانو ظاهر ٿي پوي . هو جيڪو
ڇوڪرو مون ماريو اهو بہ خدا جي حڪم سان ئي ماريو آهي . هنجو
پتا خوب عبادت ڪندو آهي . اهو ڇوڪرو وڏو ٿي چور ڌاڙو
ٻڌي ها ۽ پنهنجي پيءُ کي ڪافي دک ۽ تڪليفون ڏئي ها تنهنڪري

فرمايو تہ تون فلاڻي درياہ تي وڃ اتي توکي ھڪ درويش گڏجندو،
ھو جيڪي توکي چوي تون اھوئي ڪج. جڏھن موسيٰ انھيءَ درويش
وٽ پھتو تڏھن ھن موسيٰ کي چيو، ”موسيٰ! تون منھنجي سنگيا جي
قابل نہ آھين.“ موسيٰ چيو، ”حضرت! جيڪي ڪجھہ توھين چوندا
مان اھو مڃيندس.“ حضرت خضر فرمايو، ”ٺيڪ آھي! جيڪي
ڪجھہ مان ڪريان، تون انھيءَ تي اعتراض نہ ڪج.“ ائين چئي ھو
درياہ جي ڪناري تان ھلندو ھليو، اڳيان خواجہ خضر ۽ پٺيان
پٺيان موسيٰ.

ھڪ ھنڌ گھاٽ تي ڪيئي ٻيڙيون بيٺيون ھيون. خضر پڇيو تہ
ھيءَ ٻيڙي ڪنھنجي آھي؟ ماڻھن ورانيو تہ ھيءَ فلاڻي امير جي
ٻيڙي آھي. وري پڇيائون تہ ھيءَ ٻي ٻيڙي ڪنھنجي آھي؟ ماڻھن
جواب ڏنو تہ اھا فلاڻي شاھوڪار جي آھي. حضرت وري ھڪ ٻي
ٻيڙيءَ ڏانھن اشارو ڪري پڇيو تہ ھيءَ ڪنھنجي آھي؟ جواب مليو
تہ ھيءَ ڪنھن اناٿ غريب ٻارن جي آھي. حضرت خضر لٺ ھڻي
انھيءَ ٻيڙي جا ٻہ تختا ڀڃي ڇڏيا. موسيٰ چيو ”حضرت! توھان
ڪنھن امير جي ٻيڙي ڀڃو ھا، ھي غريب اناٿ ٻار آھن، توھان
انھائي بُرو ڪم ڪيو آھي.“ خضر چيو، ”مون توکي چيو ھو تہ
ڪجھہ بہ نہ ڳالھائج.“ موسيٰ چيو، ”وسري ويو؛ معاف ڪريو.“

ٿورو اڳيان ھڪ ڳوٺ جي ٻاھران ھڪ ڀت ڪري پئي ھئي.
خضر چيو تہ ھن ديوار کي ٺاھڻو آھي. مان پاڻي کڻي ٿو اچان، تون
گارو وغيرہ تيار ڪر يا تون پاڻي کڻي اچ تہ مان گارو تيار ڪريان.“
گارو تيار ٿيو پئي سڄو ڏينھن ديوار ٺاھيندا رھيا. شام تائين ڀت
ٺھي تيار ٿي. انھيءَ سنسان گھر ۾ ڪنھن کين پاڻيءَ لاءِ بہ نہ پڇيو،
سڄي ڏينھن جا ٿڪايل اُڃايل ٿڪجي سمھي پيا. موسيٰ کان رھيو نہ
ٿيو. چيائين، ”توھان جو ھيءَ ڪم نہ اُتو آھي. جيڪڏھن ڪنھن
گرھستيءَ جو گھر ٺاھيو ھا تہ ھو ضرور اسان کان پاڻيءَ لاءِ پڇي ھا،
روٽيءَ لاءِ پڇي ھا، پر ويران گھر ۾ نہ ڪنھن روٽيءَ لاءِ پڇيو ۽ نہ
ئي پاڻيءَ لاءِ، ٿڪايل اُڃايل سمھي پياسين.“ خضر چيو، ”مون جو

ته اُتي وشتا ملندي؟ اوڏو وڃس ته نه. ان تي سونو چيس ته پوءِ مان ڇا هلي ڪندس؟ مطلب اهو آهي ته جيو جا ڪوڙا پاپ تي ڪيس آتمڪ آنند ۽ شانتيءَ کان دور ٿا رکن. سنسار ۾ نام جي پراپتي دولت آهي.

## ١٣٨- سڌري جي سچائي

گرو ارجن ديو مهاراج جن جي وقت ۾ سڌرو هڪ بيپرواهه ۽ دلير درويش ٿيو آهي. هڪ دفعي هو هڪ مندر ۾ ويو. ڪيترن ماڻهن ۾ اهو رواج هوندو آهي ته جڏهن گهر ۾ ڪنهن جي شادي ٿيندي آهي ته نئين شادي ڪيل جوڙي کي ڪنهن مندر ۾ متو ٽيڪائڻ لاءِ وٺي ويندا آهن ۽ اُتي جي مهنت کي به چار روپيا ۽ مٺائي ڏيئي آشيرواد وٺندا آهن. اتفاق سان جنهن وقت سڌرو مندر ۾ ويٺو هو، ان وقت اُتي هڪ نئون شادي ڪيل جوڙو آيو ۽ مهنت کي متو ٽيڪي سندس اڳيان ڪجهه روپيا ۽ مٺائي پيش رکيائون. مهنت به انهي (پتي - پتنيءَ) کي آشيرواد ڏيندي چيو ته پڪي هميشه زنده رهو. مهنت روپيا پاڻ وٽ رکيا ۽ مٺائي سڌري کي ڏني. سڌري ان جوڙي ڏانهن مخاطب ٿي چيو، "هاڻي منهنجي ڳالهه به ٻڌو! توکي به مرڻو آهي ۽ تنهنجي پتنيءَ کي به مرڻو آهي." انهن سان گڏ آيل ماڻهن اهو ٻڌي چيو، "هاءِ هاءِ! سراپ ڇو ٿا ڏيو؟ سڌرو چوڻ لڳو، "ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ مهنت ئي ڪافي آهن. مان ته سچ ٿي چوندس. ڇا انهن کي مرڻو ڪونهي؟ انهيءَ ڪري سنت تمام نڊر ۽ بيپرواهه ٿيندا آهن ۽ اهي هميشه اسان جي سامهون صحيح حقيقت ئي رکندا آهن.

## ١٣٩- موسيٰ ۽ درويش

هڪ دفعي موسيٰ جي من ۾ اهنڪار آيو ته مون جهڙو ٻيو ڪوبه لائق پيغمبر ڪونهي. هن پرماتما کي وينتي ڪئي ته جيڪڏهن توهان جو مون کان وڌيڪ لائق ڪو پيارو هجي ته مون کي ٻڌايو. پرماتما فرمايو ته منهنجا گهڻئي پيارا آهن، تون انهن جي برابري نه ڪري سگهندين. موسيٰ چيو ته تنهن هوندي به ٻڌايو ته سهين. خدا

ڇھڪائي ڇڏيو.

من ۾ وڏن وڏن جي مٽي پليت ڪئي آھي. شر، ٻراشر، وشوامتر، شرنگي ۽ ٻيا ڪئين مھاتمائن من جي چنبي ۾ اچي ويا. ٻراڻ پڙھي ڏسو.

ٻر سمجھ فرمائين ٿا ته جيڪا شڪتي من کي وس ڪري سگھي ٿي سا تن جھان جي اندر آھي. جڏھن ٻه دوار ڇڏي مٽي چڙھندا ۽ ترپا پڻ ۾ ٻيھي لام روپي امرت کي پيئندا تڏھن ئي من قابو ۾ ايندو.

## ١٣٦- فقير جي دل

تذڪره ال اولياء مسلمانن جو ھڪ مذھبي ڪتاب آھي. ان ۾ ھڪ ننڍي ڪھاڻي آھي ته فقير سفر ڪري رھيو ھو. رستي واسطي ھن پاڻ سان روٽيون ٻڌي کنيون ھيون. رات جو ھڪ مسجد ۾ سمھيو ۽ صبوح جو اٿي روانو ٿيو. جڏھن ڏھ ٻارھن ميل ھليو ته روٽي کائڻ جو خيال ڪيائين. جڏھن روٽين واري ڳنڍ کوليائين ته ڏسي ته مانيون ڪتلين سان ڀريون پيون آھن. سوچڻ لڳو ته ھن ويچارين ڪتلين جو ھتي ڪو گھر بار ڪونھي. ڪا ماءُ ڇڏي آئي ھوندي ته ڪا پيءُ ته ڪا ٻار ڇڏيا. سو ڏھه ٻارھن ميل واپس ھلي اھيءَ مسجد ۾ آيو ۽ اتي اچي ڳنڍ ڇنڊڇاڻي ۽ ڪتلين کي ڇوڙڻ لڳو ته وڃي پنھنجي پنھنجي گھر سکي ٿيو. سو مذھب رحم ٿو سيکاري ۽ نه خون خرابي.

## ١٣٧- اڀمان

ڪرشن ڀڳوان کي ڪنھن چيو ته ڀڳوان! ھي جو ڄيڙ اھڙا ڏکي ٿي رھيا آھن انھن کي پنھنجي ڌام ۾ ڇو نٿا وٺي وڃو؟ ڀڳوان چيس ته مان ڪين وٺي وڃڻ چاھيان ٿو پر ڪير ھلڻ لاءِ تيار نه ھجي! ھن چيس ته مان اھا ڳالھه ڪيئن مڃان؟ ھائي سڀ کان خراب جون سوئر جي آھي. ڪرشن ڀڳوان اوڌو کي چيو ته سوئر کان پڇ ته ھو اوڏانھن ھلڻ لاءِ تيار آھي. اوڌو سوئر کي چيو، "پاڻي، ڀڳوان جي ... ، اتي آھي شانتي، آنند ۽ پرڪاش آھيئي." سوئر پڇيو

ٻرابر ٽن مھنن کان پوءِ ھڪ سوداگر گھوڙو آندو. اھڙو ڏاھوڪو
گھوڙو راجا اڳي ڪڏھن نہ ڏٺو ھو. وزيرن اميرن گھوڙي جي ڏاڍي
ساراھہ ڪئي ۽ بادشاھہ کي چيائون تہ خريد ڪريو ۽ پوءِ مٿس
سواري ڪٿي نہ ڪجو. ٻيا راجائون بہ اچي ڏسندا ۽ طبيلي جو شان
ٿيندو. راجا گھوڙو خريد ڪيو. ڪجھہ ڏينھن کان پوءِ سڀني ڏاڍي
تعريف ڪئي تہ گھوڙو ڏاڍو سٺو آھي، منجھس ڪوبہ عيب ڪونھي
۽ توھان جي سواريءَ جي لائق آھي. راجا من ۾ سوچيو، چڱو،
گھوڙي تي سواري ڪريان ٿو پر اوير پاسي ڪٿي نہ ويندس. جڏھن
گھوڙي تي چڙھيو تہ گھوڙو اھڙو منھن زور ھو جو اوير طرف ڪٿي
ويس. اتي ڇا ڏسي تہ ھڪ نھايت خوبصورت زال ويٺي روئي.
گھوڙي تان لھي جڏھن راجا سندس حال پڇيو تہ چيائين تہ منھنجا
عزيز مون کان وڇڙي ويا آھن. راجا چيس تہ مان توکي ڪونہ ونيء
ھلندس. چوڻ لڳي تہ ھتي جھنگل ۾ مون کي رڇ يا شينھن کائي
ويندا ۽ تون ان پاپ جو ڀاڱي ٿيندين. سوچيائين، ھن کي گھر وٺي
ٿو وڃان پر شادي ڪٿي نہ ڪندس. جڏھن گھر وٺي آيس تہ ڪجھہ
ڏينھن بعد ماڻھو ان استريءَ جي ساراھہ ڪرڻ لڳا تہ ڏاڍي نيڪ ۽
سشيل آھي ۽ توھان جي لائق آھي. راجا ساڻس شادي ڪئي. ڪامني
آھيئي مايا جي جار. ڪجھہ ڏينھن گذرڻ کان پوءِ راجا کي چوڻ لڳي
تہ ھڪ مھتر بہ جڏھن شادي ڪندو آھي تہ پنھنجي برادريءَ کي کائڻ
جو نوتو ڏيندو آھي. راجا پڇيس تہ مطلب؟ چيائينس تہ وشين منين
۽ ٻين شريف ماڻھن کي دعوت ڏي. جڏھن سڀ رشي مني اچي
پوڄن لاءِ ويٺا تہ چوڻ لڳي تہ مان تنھنجي استري آھيان، مان بہ
توسان گڏ کائڻ جي شيوا ڪندس. رشي مني ويچارا سڀئي عمر رھيا
ھٿا جھنگل ۾ سو روٽي کارائيندي راجا کي چوڻ لڳي تہ
ھي تہ ڪي لڇا ماڻھو آھن ڏس مون ڏانھن ڪيئن پيا نھارين. راجا
کي جو آيو ڪروڌ سو تلوار ڪڍي سڀني کي قتل ڪرڻ لاءِ اٿي وڌيو.
انھيءَ وقت ويد وياس اُتي پرگھٽ ٿيو ۽ چيائينس، راجا! ٻڌاءِ تو تہ
چيو ھئي تہ من قابو ڪري سگھجي ٿو! راجا پرڀت لڄي ٿي سر

ماڻهو هو سو جيئن اسان ٻڌو ڪندا ڪندو هو تيئن شروع ڪيائين. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جڏهن ڏنائين ته ماڻس کي ننڊ ئي اچي ته ڪيس چيائين، "امان! توکي ننڊ اچي ويئي ڇا؟" هڏهن راجڪمارن ٻڌو ته هي هڪڙي امان ٿو سڏي ته ڏاڍو دل ۾ پڇتاياڻون ۽ چوڻ لڳا ته اسان مان ۾ پيشم پتاهه لاءِ ڪوئو خيال رکي پاپ ڪيو آهي. سو ٻئي ڏينهن پيشم پتامهه کان پڇيائون ته جڏهن ڪو ايڪ ماڻهوءَ لاءِ برو خيال من ۾ آڻي ته اهڙي پاپ جو پشچاتاپ ڪيئن ڪجي؟ هن چيو ته اهڙي ماڻهوءَ کي جڳائي ته سڪل پير ۾ چڪيا ناهي جلي مري پهي راجڪمارن ٻنهي ۾ صلاح ڪئي ۽ اهڙي طرح پاڻ ڪسي پير ۾ جلائي ڇڏيائون.

جڏهن مهاڀارت جي جنگ لڳي تڏهن ارجن وغيره جي مقابلي ۾ صرف ڀيشم پتامهه برابر ٻارهن ڏينهن اڪيلو وڙهندو رهيو. برهمچاري ماڻهو دنيا ۾ ۽ ترقي ڪري ٿو ته پرمارٿ ۾ ۽. ماں ته چوندس ته ڪهڙي به عمر ۾ برهمچريه رکو ته فائدو ئي ڏيندو. جوانيءَ ۾ ته نهايت فائديمند آهي پر پڇاڙيءَ ۾ به برهمچريه پالڻ سان ماڻهو تندرست رهي ٿو. برهمچاري سدا خوشمزاج، بي خوف ۽ دل جو صاف ٿيندو آهي.

## ۱۳۵- راجا پريڪشت ۽ ويد وياس

راجا پريڪشت ويد وياس کان سوال پڇيو ته ڇا مهاڀارت وڏا اهڙا نبل هئا جو من جي حڪم اڳيان هميشه جهڪندا رهيا؟ ويد وياس چيو، "راجا! من ڏاڍو زبردست آهي." راجا پڇيو، ڇا من کي روڪڻ جو اپاءُ ئي ڪونهي؟" ويد وياس چيس، "چڱو راجا ٻڌ، اج کان ٽي مهنا پوءِ تو وٽ هڪ سوداگر گهوڙو وٺي ايندو سو نه خريد ڪجانءِ. جي خريد ڪرين نه ڪٿي ته ان تي سواري نه ڪجانءِ. جيڪڏهن سواري ڪرين ته ڪٿي ته اترندي طرف نه وڃجانءِ. جيڪڏهن اترندي هليو نه وڃين ته اتي توکي هڪ زال گڏبي ان سان ڳالهائجانءِ نه ۽ جي ڳالهائين نه ڪٿي ته ان کي پاڻ سان گهر وٺي نه اچجانءِ. جي گهر ... ان سان شادي نه ڪجانءِ. جي شادي ڪرين نه ڪٿي نه لڳجانءِ. هاڻي ٽي سگهين ته ان جو اپاءُ ڪجانءِ.

برابر ٽن مهينن کان پوءِ هڪ سوداگر گهوڙو آندو. اهڙو ناهوڪو
گهوڙو راجا اڳي ڪڏهن نه ڏٺو هو. وزيرن اميرن گهوڙي جي ڏاڍي
ساراهه ڪئي ۽ بادشاهه کي چيائون ته خريد ته ڪريو ۽ پوءِ مٿس
سواري ڪٿي نه ڪجو. پيا راجائون به اچي ڏسندا ۽ طبيلي جو شان
ٿيندو. راجا گهوڙو خريد ڪيو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سڀني ڏاڍي
تعريف ڪئي ته گهوڙو ڏاڍو سٺو آهي، منجهس ڪوبه عيب ڪونهي
۽ توهان جي سواريءَ جي لائق آهي. راجا من ۾ سوچيو، چڱو،
گهوڙي تي سواري ڪريان ٿو پر اوپر پاسي ڪٿي نه ويندس. جڏهن
گهوڙي تي چڙهيو ته گهوڙو اهڙو منهن زور هو جو اوپر طرف ڪٺي
ويس. اتي ڇا ڏسي ته هڪ نهايت خوبصورت زال ويٺي روئي.
گهوڙي تان لهي جڏهن راجا سندس حال پڇيو ته چيائين ته منهنجا
عزيز مون کان وڇڙي ويا آهن. راجا چيس ته مان توکي ڪونه وٺي
هلندس. چوڻ لڳي ته هتي جهنگل ۾ مون کي رڇ يا شينهن کائي
ويندا ۽ تون ان پاپ جو ڀاڳي ٿيندين. سوچيائين، هن کي گهر وٺي
ٿو وڃان پر شادي ڪٿي نه ڪندس. جڏهن گهر وٺي آيس ته ڪجهه
ڏينهن بعد ماڻهو ان استريءَ جي ساراهه ڪرڻ لڳا ته ڏاڍي نيڪ ۽
سشيل آهي ۽ توهان جي لائق آهي. راجا ساڻس شادي ڪئي. ڪامني
آهيٺي مايا جي جار. ڪجهه ڏينهن گذرڻ کان پوءِ راجا کي چوڻ لڳي
ته هڪ مهتو به جڏهن شادي ڪندو آهي ته پنهنجي برادريءَ کي ڪاڻي
جو نوتو ڏيندو آهي. راجا پڇيس ته مطلب؟ چيائينس ته رشين منين
۽ ٻين شريف ماڻهن کي دعوت ڏي. جڏهن سڀ رشي مني اچي
پوڄن لاءِ ويٺا ته چوڻ لڳي ته مان تنهنجي استري آهيان، مان به
توسان گڏ ڪارائڻ جي سيوا ڪندس. رشي مني وچارا سڄي عمر رهيا
هئا جهنگل ۾ سو روٽي ڪارائيندي راجا کي چوڻ لڳي ته
هي ته ڪي لچا ماڻهو آهن ڏس مون ڏانهن ڪيئن پيا نهارين. راجا
کي جو آيو ڪروڌ سو تلوار ڪڍي سڀني کي قتل ڪرڻ لاءِ اٿي وڌيو.
انهيءَ وقت ويد وياس اُتي پرگهٽ ٿيو ۽ چيائينس، راجا! پڌاءِ تو ته
ڇهو پٽي ته من قابو ڪري سگهجي ٿو! راجا پريشت لڄي ٿي سر

ماڻھو ھو سو جيئن ئي تير ڪٽا ڪندو ھو تيئن شروع ڪيائين.
ڪجھ ڏينھن کان پوءِ جڏھن ڏٺائين ته ماڻس کي ننڊ ٿي اچي ته کيس
چيائين، ”امان! توکي ننڊ اچي وئي ڇا؟“ جڏھن راجڪمارن پڌو
ته ھيءَ ھنڪي امان ٿو سڏي ته ڏاڍو دل ۾ پڇتاياڻون ۽ جوڙ لڳا ته
اسان مان ھر ڀيشم پتامه لاءِ ڪوئي خيال رکي پاپ ڪيو آھي. سو پٽي
ڏينھن ڀيشم پتامه کان پڇيائون ته جيڪڏھن ڪو نيڪ ماڻھوءَ لاءِ
برو خيال من ۾ آڻي ته انھيءَ پاپ جو پڇتاءُ ڪيئن ڪجي؟ ھن
چيو ته انھيءَ ماڻھوءَ کي جڳائي ته ڪل پير ۾ چڪيا لاھي جلي مري
پنھي راجڪمارن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ۽ انھيءَ طرح پاڻ کي پير ۾
جلائي ڇڏيائون.

جڏھن مھاڀارت جي ڄنڊ لڳي تڏھن ارجن وغيره جي مقابلي
۾ صرف ڀيشم پتامه برابر ڏينھن اڪيلو وڙھندو رھيو. برھمچاري
ماڻھو دنيا ۾ ٻه ترقي ڪري ٿو ته پرمارٿ ۾ ٻه. مان ته چوندس ته
ڪھڙي به عمر ۾ برھمچريه رکو ته لاڀدائڪ ٿيندو. جوانيءَ ۾ ته انھايت
فائديمند آھي جو پيرائي ۾ به برھمچريه پالڻ سان ماڻھو تندرست رھي
ٿو. برھمچاري سدا خوشمزاج، بي خوف ۽ دل جو صاف ٿيندو آھي.

## ١٣٥- راجا پريڇت ۽ ويد وياس

راجا پريڇت ويد وياس کان سوال پڇيو ته ڇا منھنجا وڏا اھڙا
نبل ھئا جو من جي حڪم اڳيان ھميشه جھڪندا رھيا؟ ويد وياس
چيو، ”راجا! من ڏاڍو زبردست آھي.“ راجا پڇيو، ڇا من کي
روڪڻ جو اپاءُ ٿي سگھي؟“ ويد وياس چيس، ”چڱو راجا ٻڌ،
اڄ کان ٿي مھنا پوءِ ھڪ وقت ھڪ سوداگر گھوڙو وٺي ايندو سو نه
خريد ڪجءِ. جي خريد ڪرين ته ڪڏي ته ان تي سواري نه ڪجءِ.
جيڪڏھن سواري ڪرين ته ڪڏي ته اترندي طرف نه وڃج. جيڪڏھن
اترندي ھليو نه وڃي ته اتي توکي ھڪ زال گڏبي ان سان ڳالھائج نه
۽ جي ڳالھائين نه ڪڏي ته ان کي پاڻ سان گھر وٺي نه اچج. جي گھر
نه وٺي اچين ته ان سان شادي نه ڪج. جي شادي ڪرين ته ڪڏي
ته ھنڌي جٽي نه لڳج. ھاڻي ٿي سگھندي ته ان جو اپاءُ ڪج.

سڪ ڇهس ته ڏس ته سهڻين تون ڪهڙي حالت کي وڃي پهتو آهين.
اهڙي گروءَ جي ٻچڙ چڻ ۽ ٻاهر نڪر. پاڻي منجهه ڇهو ته گروءَ بابت
ڪجهه نه ڇڏ. انهن منهنجو من دکي ٿو ٿئي. انهيءَ ڪري ڇنڊجي ٿو
شرن. سو جيئن پاڻي منجهه ڇهو تيئن ٻهرين ڪانئون ٻاهر ڪڍيائون
۽ پوءِ پاڻي منجهه ٻاهر نڪتو. جڏهن ٻاهر نڪتو تڏهن صاحبن پرسن
ٿي پڇيس ته گهر جهڙي گهوٽو هجيئي. تن لوڪن جو راڄ ڏيون؟
پاڻي منجهه نمرتا سان عرض ڪيو ته مونکي ته صرف توهين کپو.
صاحبن وٺي ڇاتيءَ سان لڳايس ۽ هي ور ڏنائونس :-

”منجهه پيارا گرو ڪو گرو منجهه پيارا،
منجهه گرو ڪا بوهٿا جڳ لنگهين هارا.“

ارڙات جهڙڪي تون نام ڏيندين سو سهجهيئي هن ڀوساگر مان
پار ٿي ويندو. پر شرن وڻڻ اوکي آهي.

## ١٣٤- ڀيشم پتامهه جي پرتگيا

ڀيشم پتامهه ساري عمر برهمچاري ٿي رهيو. سندس پتا راجا
شانتنوءَ جي استريءَ جو ديهانت ٿيو. راجا استريءَ بنا ڏاڍو وياڪل رهڻ
لڳو. ڪوبه پيو راجا هنڪي پنهنجي ڌيءُ ڏيڻ لاءِ تيار ڪونه هو
ڇاڪاڻ ته ڀيشم پتامهه جي هوندي ان جو اولاد راڄ گديءَ جو حقدار
بڻجي نٿي سگهيو. ڀيشم پتامهه پتا جو اهو دک سهاري نه سگهيو.
ان لاءِ پرتگيا ڪيائين ته اڪو مان راڄ وٺندس ۽ نه ڪي مان شادي
ڪندس، من منهنجي پيءُ جي شادي ٿئي. انهيءَ زماني ۾ دستاويز
ڪونه لکيا هئا، هٿ ۾ پاڻيءَ جي انجلي وٺڻ سان اقرار نامو قائم
سمجهيو ويندو هو. راجا ڪئي ٻي زال مان چتر ۽ بچتر نالي ٻه پٽ
ٿيا ۽ پوءِ شانتنوءَ جو ديهانت ٿيو. ڀيشم پتامهه سوچيو ته
منهنجي مائٽي ماءُ اڃا جوان آهي متان هنجو خيال بگڙي وڃي تنهن
ڪري رات جو اڪيلو وڃي هنکي ڪٿا ٻڌائيندو هو.

من وڏو شيطان آهي. ماڻهون چتر ۽ بچتر ڪي ڇوڙيو ته ڀيشم
پتامهه روز رات جو توهان جي ماءُ وٽ اڪيلو وڃي ٿو. هو رات جو
ترارون ڪڍي محل ۾ وڃي لڪي ويٺا. ڀيشم پتامهه ته صاف دل

گهرايو هو ۽ ٻائي مڇيءَ ان کي پنهنجو ٿالهي شريڪ نه ڄاتي، انڪار
ڪيو هو. سو خيال آهس ته هن سان ڳنڍجڻ کپي. ٻائي مڇيءَ جي
استري چوڏهانيءَ وٽ وئي ۽ چيائينس ته چڱو اسين رشتو ڪرڻ لاءِ
تيار آهيون، هن وقت اسان کي پنهنجاهه روپين جي لوڙ آهي.
چوڏهانيءَ پيسا ڪڍي ڏنس جي سگهه، ڪي ڏئي ٻائي مڇيءَ جنهن
ورتي ۽ انهن وانگر ادب ۽ پريم سان پڙهائين. سڪون کي ٻائي
مڇيءَ کان اڃا ڏکيو امتحان وٺڻو هو سو جنهن ۾ صاحبن لکيو هو ته
لون درٻار ۾ پهچ، ٻائي مڇيءَ هڪدم سڀ ڪجهه ڇڏي پرواز سهت
اچي صاحبن جي شهرا ۾ حاضر ٿيو. ٻائي مڇيءَ لشڪر ۾ باسڻ مليندو
هو ۽ لٽ ٿيو لشڪر لاءِ جهنگل مان ڪاٺيون ڪري ايندو هو. ڪجهه
ڏينهن کان پوءِ صاحبن پڇيو ته ٻائي مڇيءَ روٽي ڪٿان کائيندو آهي؟
شهزادن عرض ڪيو ته سڀ سنگت لشڪر ۾ کائيندي آهي ۽ ٻائي مڇيءَ
۾ اتي کائيندو آهي. صاحبن چيو ته پوءِ هيءُ ته مزوري ٿي. ٻائي
مڇيءَ جي استريءَ پڪو تڏهن وڃي پتيءَ سان ڳالهه ڪئي ته اڄ گرو
صاحبن هي وچن فرمايو. ٻائي مڇيءَ حڪو ته سهان کان ڪر ٻير آياءَ
ڪيدس. سو آڌي رات جو آيو ۽ جهنگ، مان ڪاٺيون ڪري ٻار
۾ وڪڻي پنهنجو گذر ڪيائين ۽ باقي سڄو ڏينهن لشڪر جي شهرا
ڪيائين. سوچيو! ڪهڙي نه ڪٺن آزمائش آهي! هڪ ڏينهن جڏهن
هو اهو اوسار ڪاٺيون ڪرڻ ويو ته اچي آنڌي ۽ طوفان لڳو. پري
مٿي تي رکي ته آنڌيءَ جي زور ڪري همٿ ڪري نه پهتس. آخر
مشڪل سان جڏهن ڪاٺيون کڻي ٻئي آيو ته اهڙو هوا جو زوردار
جهٽڪو آيو جو ڪاٺين سميت وڃي کوهه ۾ ڪريو. گرو ڪڏهن به
بيخبر نٿو رهي. هيڏانهن هي واقعو ٿيو هوڏانهن گرو صاحب جن
اڳهاڙي پير ڊوڙيا ۽ حڪم ڏنائون ته نوڙي ۽ ڏاڪڻ کڻي اچو.
سنگت ونئي ڊوڙي. سيڙهي پيا چون ته الائي ڇا ٿيو آهي. کوهه
وٽ پهتا ۽ رسي ۽ ڏاڪڻ کوهه ۾ لاٿائون. صاحبن پوءِ هڪ سگهه، کي
چيو ته مڇيءَ کي آواز ڏي ته ڪاٺيون ڇڏي ڏئي ۽ پاڻ ٻاهر نڪري.
ٻائي مڇيءَ جواب ڏنو ته پهرين ڪاٺيون ڪڍو پوءِ مان ٻاهر نڪرندس

الٽو چيو ته هن اهو ڪم ڪيو جو ظاهري اکين وارن جي سمجهه کان ٻاهر هو، جڏهن شريعت وارن ٻڌو ته جوش لڳا ته بلي شاهه ڪفر جو ڪم ڪيو آهي هنکي سزا ڏيڻ کپي. سو سڀ گڏجي هن وٽ ويا ۽ پنهنجو اعتراض پيش ڪيائون. تنهنتي بلي شاهه چيو ته ٻڌايو منهنجي مقدمي جو فيصلو ڪيو پوءِ جيڪي وڻيو سو ڪجو. هنن چيس ته ٻڌاءِ ته توکي ڇا چوڻو آهي؟ تنهنتي بلي شاهه وراڻيو ته جيڪڏهن ڪو شخص چوي ته مان ملاڻي شيءِ توکي اڄ ڏيندس، سڀاڻ ڏيندس، ملاڻي هندان آڻي ڏيندس پر ڏئي نه ۽ سڄا سارا ڄاليهه سال ٻهانا ڏيئي ٽاريندو رهي ته ٻڌايو ته ان ماڻهوءَ کي توهين ڪهڙي سزا ڏيندا؟ هنن چيو ته ان کي جيتري جلدي ڇڏڻ کپي. انهيءَ تي بلي شاهه اهڙو جواب ڏنو جو سڀ چپ ٿي ويا ۽ واپس هليا ويا. اتي بلي شاهه چيو آهي :-

"علمون بس ڪرين او يار،
اڪو الف تيري درڪار."

## ١٣٣- ڀائي منجهه جي پريکيا

ڀائي منجهه امير ماڻهو هو بلڪ پنهنجي ڳوٺ جو مالڪ هو ۽ سلطان سخي سرور جو اپاسڪ هو. هڪ ڏينهن اتفاق سان گرو ارجن ديو مهاراجن جي ستسنگ ۾ هليو ويو. ستسنگ ڏاڍو وڻيس. پوءِ جم جا ڀاڳ جاڳيس ۽ صاحبن کان نام دان گهريائين. گرو صاحبن پڇيس ته ڀائي! تون ڪنهنکي مڃيندو آهين؟ عرض ڪيائين ته سخي سرور کي. صاحبن فرمايو، "ڇڱو تنهنجي گهر ۾ جيڪو سخي سرور جو مندر آهي انهيءَ کي ڊاهي اچ ته پوءِ مان توکي نام ڏيندس. ڀائي منجهه موٽي گهر آيو ۽ مندر کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيائين. ڳوٺ جي سڀني ماڻهن چيس ته تو وڏو پاپ ڪيو آهي ۽ سلطان توکي آفتون آڻيندو. ڀائي منجهه چيو ته هاڻي جيڪي ٿيندو تنهنجي پرواهه نه آهي. سو جڏهن مندر ڊاهي صاحبن وٽ پهتو تڏهن ستگرن انڪاري سمجهي، نام جي بخشش ڪيس ۽ انهيءَ سان گڏ سندس پريکيا وٺڻ ۾ شروع ڪئي. ڀائي منجهه جا، ڪڏهن گهوڙا پيا مرن، ڪڏهن

لڳندو هو ته ڳوٺاڻا ڍهل وڄائيندا هئا ۽ ٻره ڳڏجي ميلي ڏي ويندا هئا. انهي ”ماڻهي“ نالي هڪڙو ڳوٺاڻو رهندو هو. هو ڪڏهن نه ڪڏهن ميلي تي ويندو هو اڪيلو ڪنهن ٻئي پاسي. هڪ ڏينهن جنهن وقت ميلي جو ڍهل وڳو ته هو رڙهاڻيءَ ۾ ليٽيو پيو هو ۽ ولي لڳو رڙهاڻيءَ ۾ ليٽڻ. ايتري قدر جو رڙهاڻي ڦاٽي پيئي. گهر وارن جڏهن ڏٺو ته پڇيائون ته هي ڇا؟ ماڻهي ورائيو ته اهوءَ ۾ منهنجو ڪو وس ڪونهي. گهر وارا هن جي حالت کان واقف هئا ۽ اکري ٻڌي خاموش رهيا. نشو پنهنجي مستيءَ جو راز ظاهر ڪيو ڪندا آهن.

## ١٣٠- درياشا جو سراپ

عام طور ڏٺو ويو آهي ته جيڪي بدمعاش سان دوستي رکندا آهن سي ايڪ ٻرشن سان دشمني ڪندا آهن. اهڙا ماڻهو نه صرف پاڻ ناس ٿيندا آهن پر پنهنجي قوم کي به برباد ڪندا آهن. ڪرشن ڀڳوان ياد و قوم مان هو. سندس ڪل جي ڇوڪرن شرارت ڪئي. هڪ ڇوڪري جي پيٽ تي پاٽي ٻڌي ۽ ان کي زنانا ڪپڙا پهرائي دوباشا رشيءَ وٽ وٺي ويا ۽ رشيءَ کان مخول طور پڇيائون ته هن جي پيٽ مان ڪير پيدا ٿيندو؟ رشيءَ چيو ته هن جي پيٽ مان اهو پيدا ٿيندو جيڪو توهان جي ڪل کي ختم ڪندو. ڇوڪرا سوچڻ لڳا نه رشيءَ ته سراپ ڏيئي ڇڏيو. هاڻي ڪهڙو اپاءُ ڪجي! پاٽيءَ کي پيٽ کان لاهڻ جي ڪوشش ڪيائون ته لهي ٿي نه! سوچا ڪيائون جو لديءَ تي وڃي پاٽيءَ کي گسائي ختم ڪيائون ۽ ڇيائون هاڻي ڪا چنتا ڪانهي. هاڻي اسان جو ڪو به نقصان ٿي نه سگهندو. انهيءَ ٻوڙي مان اتي گاهه پيدا ٿيو جو تلوار جي ڌار وانگر تکو هو. ياد و ڪل جي ماڻهن جو پاڻ ۾ جهيڙو ٿيو اهو گاهه ڪٽي هڪ ٻئي سان لڙي پاڻ کي ناس ڪيائون. جيتوڻيڪ ڪرشن ڀڳوان جي ڪل جا ماڻهو هئا پر ٻري صحبت ۽ ساڌوءَ سان مخول ڪرڻ جو ڪهڙو نه ٻرو نتيجو نڪتو!

## ١٣١- من سان جهيڙو

هڪ مسلمان فقير بازار مان اچي لانگهائو ٿيو، ڏٺائين ته هڪ

ڪايت ڪئي تہ يوسف مون سان هٿ چراند ڪئي آهي . جڏهن
ـد شاهہ يوسف کان تحقيقات ڪئي تہ هن سچي ڳالهہ ڪري ٻڌايس .
ـاد شاهہ پنهنجي اميرن وزيرن سان صلاح ڪئي . هن راهہ ڏنـي تـہ
ـچ ڪوڙ کي پرکڻ جو هڪڙو ئي علاج آهي تہ جي يوسف جو ڪڙتو
اڳيان ڦاٽل آهي تہ سمجهو هن حرڪت ڪئي آهي ۽ جي پويان تـہ
سمجهڻ کپي تہ يوسف ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ زليخا هنجي
ڪڙتي کـي پويان پڪڙيو آهـي جنهنڪري ڪڙتو ڦـاٽو آهي . جاچ
ڪرڻ سان پتو پيو تـہ ڪڙتـو پٺيان ڦاٽل هو . جڏهن ثابت ٿيو تـہ
زليخان جـي شرارت آهـي تـہ يوسف کـي بي ڏوهي سمجهي ڇڏي
ڏنائون . سو جي اسانجو اهو پڪو نشچو ٿـي وڃي تہ پرماتما هر هنڌ
حاضر نـاظر آهي تہ دنيا ۾ جيڪر پاپ ۽ اَتياچار گهٽجي وڃي .

## ١٢٨- جتي ڪوبہ نہ ڏسي

ڪنهن مهاتما وٽ ٻہ ماڻهو نام وٺڻ آيا جـن ۾ هڪ اَڌڪاري
هو ۽ ٻيو نہ . مهاتما ڪمائيءَ وارو هـو . سو هن ٻہ تتر ٻنهي کي ڏنـا
۽ چيو تہ اڪيلا وڃو ۽ جتي ڪير بہ نہ ڏسيوَ اتي ماري اچو . انهن
مان هڪ تـہ ڪنهن وڻ جـي اوٽ ۾ لڪي تتر جـو گردن مروڙيو ۽
ماري کڻي آيو . ٻيو شخص بستيءَ کان ڪافي پري هليو ويو . اتي سوچڻ
لڳو تہ جيڪڏهن مان هن تتر کي ماريان ٿو تہ هي مونکي ڏسي رهي
آهي ۽ مان هن کي ڏسي رهيو آهيان سو ڏسڻ وارا ٻہ اسين ۽ ٻيو
پرماتما . مهاتما جـو حڪم آهي تہ هنکي اتي ماري اچ جتي ڪير بہ
هجي . آخر گهڻي سوچ ويچار کانپوءِ تتر کڻي مهاتما وٽ آيو ۽ اچ
عرض ڪيائين ، „مهاتما جي ! مون کان تہ ڪابہ اهڙي جڳهہ ڪا
لڌي جتي ڪوبہ نہ ڏسي ." مهاتما کيس چيو تہ توکي نام ڏيندس
۽ ٻئي کي چيائين تـہ مـوٽي پنهنجي گهر وڃ ۽ وڃي موج ڪر !
جيڪڏهن اسين مالڪ کي حاضر سمجهون تہ جيڪر ڪو بہ عيب
ڪونہ ڪريون .

## ١٢٩- ماڻهي جي مستي

گهڻي وقت جي ڳالهہ آهي تہ منهنجي ناناڻي ڳوٺ ۾ جڏهن ڪ

ڪيئي ولندا. تنهنڪري ڪنهن ٻي وڃي ڇالنگ ڏيان. سو جڏهن
ٻڌايو ويو ته ڇا ڏسي ته ڪبير صاحب خود ويٺو آهي. ڌرمداس
سندس چرنن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو ته مون توهان لاءِ ڇا ڇا نه
ڪيو! ڪبير صاحب فرمايو، "ڌرمداس ڏس جي مان هن کان اڳ
توکي ملان ها ته تون سمجهين ها ته مان لالچي آهيان. تنهنجي استريءَ
به ته اهين چيو ته ڳڙ تي مکيون جام. هاڻي توکي مان اها دولت ڏيو
ڏيان جا ڪڏهن به فنا نه ٿيندي. آخر ڪبير صاحب جن ڌرمداس
کي روحانيت سان ڀرپور ڪري ڇڏيو ۽ کيس پنهنجي گدي ڏيئي ويا.

## ٢٧- حضرت يوسف ۽ زليخا

حضرت يوسف ننڍي هوندي ئي هوشيار هو. هنجي ڀائرن
سوچيو ته هنجي هوندي اسان جي عزت ڪانه ٿيندي ان لاءِ هن کي
ڪنهن به طرح سان وڃان هٽائڻ گهرجي. سو هن کي کڻي کوهه ۾
اڇلايائون. اتان کي سوداگر اچي لانگهائو ٿيا جن هنکي کوهه مان
ڪڍيو ۽ وڃي بادشاهه وٽ غلام ڪري وڪيو. بادشاهه جي بيگم
جنهنجو نالو زليخا هو، يوسف جي سندر شڪل ڏسي هن تي موهت
ٿي پيئي. هڪ ڏينهن هوءَ حضرت يوسف کي پنهنجي محل ۾ وٺي
ويئي ۽ اندران دروازا بند ڪري ڇڏيائين ۽ پوءِ پنهنجو ڪوڙو خيال
ظاهر ڪيائين. يوسف سوچڻ لڳو جي مان هنجو چيو مڃان ٿو ته
منهنجو دين ايمان خراب ٿيندو ۽ مالڪ جي درگاهه ۾ سزا ملندي سو
ڪهڙي ته ڇا ڪجي؟ اڃا انهيءَ ويچارن ۾ محو هو ته زليخا هڪ پٿر
جي مورتيءَ کي ڪپڙي سان ڍڪي ڇڏيو. حضرت يوسف اهو ڏسي
پڇيس ته ڪپڙو ڇو وڌءِ؟ ورائيائين ته هي منهنجو اشٽ آهي ۽ مان
هنجي پوڄا ڪندي آهيان. ڍڪيم انهيءَ لاءِ ته متان اسانجو ڪوڙو
ڪرم ڏسي وٺي. حضرت يوسف چيس ته جنهنجي تون پوڄا ٿي
ڪرين انهيءَ تي تو ڪپڙو وجهي ڇڏيو. هاڻي ٻڌاءِ تنهنجو اشٽ ته
ڪو نه ٿو ڏسي پر منهنجو خدا ته هر جڳهه حاضر ناظر آهي، اهو جو
ويٺو ڏسي. اهين چئي وٺي ڀڳو. زليخا پويان ڪڙتو کڻي ڪڙاس
ڇڪتاڻ ۾ ڪڙتو ڦاٽي پيو پر يوسف ڀڄي ويو. زليخا بادشاهه کي

وڃي . نيڪ اهڙي طرح پاڻي ڏني ترلوچن کي جهٽڪيو ۽ سندس ننڍڙي ڪيڏي بڻايا ۽ اٿيءَ ڪان پوءِ ڪيس اُپديش ڏيڻ شروع ڪيو . جهڙي طرح راجا جنڪ سکديو سان ورتاءُ ڪيو هو . آخر جڏهن ترلوچن جو هردو صاف ٿي ويو ته پوءِ ساڪيامڻ ٺاڪر جو درشن ڪرايائينس .

انسان پنهنجي تن جو پڄارو آهي ، سو جي هڪ تند واري ( مورتي ) کي پوڄي ته ڪيڏي نه افسوس جي ڳالهه آهي ! هڪ تند واري چيز ڳالهائيندي ڪيئن ؟ سو سڀني ڏرمن ڪان جيڪڏهن ڪو سرشت ڏرم آهي ته اهو آهي مالڪ جي پوڄا ۽ اهو مالڪ انسان سڀني جي اندر آهي .

**اهوئي پڙهي غير ستسنگي :-** جيڪڏهن ماڻهوءَ اندر پرماتما آهي ته لڪڙيءَ پٿر اندر به اهوئي پرماتما آهي ؟

**مهاراج جي :-** مان ائين ڪونه ٿو چوان ته انسان کانسواءِ لڪڙيءَ ۽ پٿر جهڙين چيزن ۾ پرماتما نه آهي ، منهنجو مطلب آهي ته جهڙي طرح لڪڙيءَ ۾ باهه آهي پر اها ساڙي ڪونه ٿي . ها جڏهن لڪڙيءَ سان لڪڙي گهڙي ته باهه ضرور اڪرندي . اهڙي طرح نام جي ڪمائيءَ بنا مالڪ ڪونه ملي ۽ پوري گروءَ بنا نام ڪونه ملي . پيو نام جي ڪمائي صرف منش ديهه ۾ ئي ٿي سگهي ٿي اِي ڪهن به جوڻ ۾ نه .

## ١٢٦- ڌني ڌرمداس

ڌرمداس چوڏهن ڪروڙن جو مالڪ هو ۽ اٿيءَ ڪري هنکي ڌني ڌرمداس چوندا هئا . ذات جو بنيو هو ۽ ٺاڪرن جي پوڄا ڪندو هو . هڪ ڏينهن هن گنگا جي ڪناري تي ٺاڪرن جي پوڄا پئي ڪئي ته ڪبير صاحب ڪڏهن ۽ ٺاڪرن طرف اِشارو ڪندي چيائينس "هي جيڪي وڏا وڏا آهن سي ڪنا نه سيرا ومت ۽ هي ننڍا ننڍا آهن اهي ٻالا ڇا آهن ؟ چنانڪ ا سچي ڳالهه ڪر ڪڏهن هنن ٺاڪرن توسان ڳالهايو آهي ؟" ائين چئي ڪبير صاحب اَنتر ڌيان ٿي ويو . ڌرمداس کي ڌڪ لڳو ته پڪي ڳالهه ته سچي آهي . مونکي پوڄا ڪندي ڪيترو وقت ٿيو هي ٺاڪر هنن ڪڏهن ڳالهايو ڪونهي . ٻئي ڏينهن ڪبير

آيو ۽ شيهن مري ويو. هن واقعي کان پوءِ سندس ڏاڍي مشهوري
ٿي وئي. آخر جڏهن انت سمو آيس ته ڏاڍي تڪليف ٿيس ڇاڪاڻ
ته ڪمائي خرچ ڪري ڇڏي هئائين. پاڇي ڪجهه به نه بچيو هوس.
هن جو هڪ گرپائي هو جو هميشه خاموش رهندو هو. ڪمائيءَ وارا
مهاتما هميشه رازق جي رضا تي راضي رهندا آهن. هو انهن ٿي
چوندا آهن ته جيڪا مالڪ جي مرضي! سو جڏهن اهو گرپائي گڏجڻ
آيس ته چيائينس، "ڏوکي ڪنهن ڇهو ته مهون جيئار! ڪرامتون
ڏيکار!! تو پنهنجي ڪمائي انهن لئي ڇڏي، هاڻي ڀوڳ."
سو جيتري خاموشي اختيار ڪبي ۽ ڪمائي وڌڻ سڌڻ ۾ خرچ
نه ڪبي ته اوترو ئي لاڀ ٿيندو.

**هڪ سڪسنگي** :- حضور! منهنجي ڪمائي واسطگهه، جيڪو
باغ ۾ رهندو هو سو ڪٽي ويو. مون جيڪي ڪجهه اندر ڏنو سو هڪڪي
پڌائي وينس. هاڻي ڪرپا ڪريو. مان بلڪل بي حق آهيان.

**مهاراج جي** : پلا انهيءَ حالت ۾ مان ڇا ڪريان! پڌائي وئو
آهين ته هاڻي پنهنجي غلطيءَ جو نتيجو ڀوڳ. حڪو خوب پڇن سمون
ڪر ۽ آئينده ڪنهنکي پڌائج نه. هاڻي ويهي رهه.

**هڪ ٻيو سڪسنگي** :- حضور! پردو ته توهان کي ئي ڪرڻو
آهي، کولڻ وارا به توهين ته بند ڪرڻ وارا به توهين. توهين ئي
خود مالڪ آهيو.

**مهاراج جي** :- نه، نه، ائين نه چئو.

"چئو لئه ناو سمند ۾ نه چاسون ڪيا هوئي."

هڪ مائي هئي جنهنجو ڪو ڪمائيءَ وارو مهاتما رشتيدار هو. ڪجهه
ڪمائي، ڪجهه نفڪرِي. ان ڪري مهاتما جي چهري تي هميشه
خوشي ۽ رونق رهندي هئي. هڪ ڏينهن هن مائيءَ پڇيس، "تنهنجي
منهن تي ڇا آهي ڏاڙهي يا جهاڙي؟" مهاتما خاموش رهيو. جڏهن
مهاتما جو انت سمو آيو ته جبائين ته هن مائيءَ کي سڏيو. جڏهن مائي
سامهون آيس ته چيائينس ته اهو سوال وري پڇ. جڏهن مائي پڇيس
ته وراڻيائين ته اڄ منهنجي منهن تي ڏاڙهي آهي ۽ مان انهيءَ کي

آيس ۽ چوڻ لڳو ”اُف! هن دولت واسطي مون ڪروڙن پالڪ
ٺڳيم ٺڳايا، ليڪن زالون بيواهه ڪيون ۽ انيڪ جوان بيگناهه قتل
ڪيا پر هاڻي هن مان هڪ ڪوڏي به مون ساڻ نٿي هلي!“

## ١٢٤- بابا ڪلي جي سماڌي

جڏهن مان (حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جي) ڪوهه مريءَ
۾ ايس. ڊي. او. هوس تڏهن هڪ دفعي سرڪاري ڪم سان هڪ
ڳوٺ ۾ ويس. اتي هڪ نئون ڏاٺو لڳو هو انهيءَ جو بل چيڪ ڪرڻو
هو. منهنجي رهائش جو پربند هڪ ماڙيءَ تي ڪيو هئائون. هيٺ
هڪ سماڌ ٺهيل هئي. واپس جو سمهڻ وقت مون پڇيو ته هيءَ سماڌ
ڪنهنجي آهي؟ ڳوٺاڻن ٻڌايو ته هيءَ بابي ڪلي هڪ ڪماليءَ واري
سادوءَ جي سماڌ آهي. هو چڱو ڀڄن سمرن ڪندو هو ۽ وڏي
سڌيءَ جو مالڪ هو. اتي زالون ٽوڙي مرد چوپايو مال چاريندا هئا.
پهاڙي علائقو هو انهيءَ ڪري ڪڏهن ڪڏهن جانور اوچي پهاڙيءَ
تان ڪري پوندا هئا ۽ مري ويندا هئا. هڪ ڏينهن هڪ مائيءَ جي
مينهن پهاڙ تي چرندي ڪري پئي ۽ ذري گهٽ مرڻ واري
هئي ته مائيءَ وٺي زور سان پڪاري چيو، بابا ڪلا، هاڻي بچاءِ!
جيئن وڻئي تيئن منهنجي مينهن کي بچاءِ! مينهن بچي وئي.

جڏهن مائي پنهنجي مينهن وٺي گهر ڏانهن پئي وئي ته رستي
تي بابا ڪلي جي ڪٽيا وٽان اچي لنگهي. بابا چيس ته مائي جنهن
مينهن بچائي، انهيءَ سان پڻ اکر به ڪونه ٿي ڳالهائين. ڌيري ڌيري
ماڻهن کي اها خبر پئجي وئي ته بابا ڪلي فلاڻي مائيءَ جي مينهن
بچائي آهي.

بابي ڪلي به ڪجهه ڳائيون رکيون هيون انهيءَ پهاڙيءَ تي
شينهن ۽ خونخوار جانور رهندا هئا. ڪنهن ڏينهن هڪ شينهن سندس
ڳائين تي حملو ڪري ٻه ڳائيون ماري وڌيون. ماڻهن اچي ٻڌايس
ته بابا! تنهنجي ڳائين کي شينهن ماري ڇڏيو. چيائين ته منهنجون
ڳائيون پاڻهي واپس جو واٽ تي موٽي اينديون. جڏهن شام ٿي ته
پنهنجي توجهه ڏيئي ڳائين کي سڏيائين ته هڪدم ڳائيون ڊوڙنديون

سڄي عمر نه کوليائين يعني سڄي زندگي جٿي لڳي رهيو.

## ١٢٢- مهاجن

هڪڙو مهاجن ڏهه سال روز سٽسنگ ۾ ويندو هو. هڪ ڏينهن هن جي جوان پٽ چيو، ”بابا! توهانکي سٽسنگ ۾ ويندي ڪيئن سال ٿي ويا آهن، اڄ مونکي اجازت ڏيو ته مان وڃان.“ پٽس ته چڪو. سو ڇوڪرو جڏهن سٽسنگ ۾ ويو ته اتي مهاتما جا هي وچن ٻڌائين، ”سڀني جي سيوا ڪرڻ کپي؛ ڪنهن جي به دل نه ڏکوئڻ کپي.“ سٽسنگ پڄي دڪان تي آيو. اسان ڏاڙو آهي نه ٻزار ۾ ڳائيون رلي ڇڙيون ڦرنديون آهن. سو هڪڙي ڳاءِ اچي سندن اٽو کائڻ لڳي. ڇوڪرو چپ چاپ ڏسندو رهيو. ايتري ۾ پٽس به اچي دڪان تي پهتو، هيءُ رونداد ڏسي چوڻ لڳس ته الو آهين ڇا، ڏسين ڪونه ٿو ته ڳاءِ اٽو پئي کائي؟ ڇوڪري وراڻيو، ڪاڏانهن ته پوءِ ڇا؟ جي ٻه چار سير اٽو کائي ويئي ته ڪهڙي ڪمي ٿيندي؟ مالڪ پاڻ کي سڀ ڪجهه ڏنو آهي. ويچاري ڪاڻي ڪيترو کائيندي؟“ مهاجن پڇيس ته اهو عقل ڪٿان سکي آيو آهين؟ ڇوڪري چيو ته اڄ ڪٿا ۾ ٻڌم ته سڀني جي سيوا ڪرڻ کپي؛ ڪنهن جي به دل نه ڏکوئڻ کپي. ٻڌي پٽس چيس، اهڙيون ڳالهيون ڪمڻ نه ٻڌبيون آهن. مونکي ڏس ته مان ڪيتري وقت کان سٽسنگ ۾ وڃان پر هيڪي ٻڌندو آهيان سو اتي ئي ڏولي ڇڏيندي آچلائي ايندو آهيان.“ سو اسين سٽسنگ ٻڌون ٿا پر عمل ڪونه ٿا ڪريون.

## ١٢٣- محمد غزنويءَ جي لٽ جو مال

محمد غزنويءَ هندستان تي سترهن دفعا حملو ڪيو ۽ گهڻوئي مال متاع، سون چاندي، هيرا جواهر لٽي غزنيءَ کڻي ويو. آخر جڏهن انت سمو ويجهو آيس ته اها چنتا ورائي ويس ته ايتري ساري لٽ جي مال کي ڇا ڪريان؟ سوچي ويچاري حڪم ڏنائين ته سڀ مال اسباب ٻاهر کڻي سجائي رکو. جڏهن حڪم جي پيروي ڪيائون ته مال جي سجاوت ڪيترن ميلن ۾ ڦهلجي ويئي. جڏهن پالڪيءَ ۾ ويهي اهو سجايل مال اسباب ڏٺو ته ڳوڙها ڳڙي

بيان وٺڻ بنا قاضيءَ جي سزا جو حڪم ڏنو ڇاڪاڻ ته قاعدو آهي ته جيڪڏهن مجرم پنهنجو ڏوهه قبولي ته شاهديءَ جي ضرورت ڪا نه پوندي آهي ۽ جنهن ونان چوريءَ جو مال ملي انکي بنا بيان ڏني ڏوهي ٺهرائبو آهي ۽ قاضي ڏٺو ڪان اڳي ملزم ڪان پڇندا آهن ته توکي ڪنهن سان ڪڏهين آهي ته پڌاءِ. سو جڏهن ساڌوءَ کان پڇيو ويو تڏهن هن چيو ته مونکي پاڻي لالو واڻيءَ سان ملاقات ڪرڻي آهي. جڏهن پاڻي لالو آيو ته ساڌوءَ چيس، "پاڻي لالو! تو ته سچ ٻڌي چيو پر مون ان وٽ ڪون مڃيو. هاڻي وٺ نه ساڳيو آهي ۽ قاضيءَ جو حڪم به برابر ٿي چڪو آهي. ڪرپا ڪري جيئن وڻيئي تيئن بچاءِ. مان تنهنجو احسانمند رهندس." پاڻي لالوءَ چيس ته مان گرو نانڪ صاحب جن جي اڳيان ارداس ڪريان ٿو. اميد ته هو منهنجي وينتي پروان ڪري توکي بچائيندا. تون صرف اڄ ڪلاڪ صبر ڪر. اتري ۾ خبر آئي ته چور پڪڙيا آهن. چورن نه سچيو ته اسانکي چوري باسڻ ڪري معاف وڃ ٿي ۽ بيگناهه ساڌو نه مارجي وڃي. جڏهن چورن سمورو چوريءَ جو مال حاڪم کي ڏنو ته ساڌوءَ کي آزاد ڪيو ويو. ساڌو سڌو پاڻي لالوءَ جي گهر ويو ۽ پوءِ گرو نانڪ صاحب جن وٽ پهچي ڪالڪشن نام وٺي سندن پڪو شيوڪ ٿي پيو.

## ١١٨- راجا پيپو ۽ ڀڳت رويداس

راجا پيپو راجپوت هو. هڪ ڏينهن هن جي دل ۾ پرمارٿ جو خيال پيدا ٿيو. هن امرن وزيرن کي ڪٺو ڪري پڇيو ته هن وقت ڪو مهاتما آهي. هنن چيو ته ڪبير صاحب ۽ غريب داس چولو ڇڏي ويا آهن ۽ هن وقت پورن مهاتما صرف رويداس چمار آهي. راجا منجهي پيو ته ڇا ڪري؟ هيڏانهن پرمارٿ نه ضروري آهي، هوڏانهن مهاتما ذات جو چمار آهي. جي ڪابو ڪاڻو مهاتما وٽ ٿو وڃان ته راڄ ۾ گڙٻڙ مچي ويندي ۽ رعيت برخلاف ٿي بيهندي. پر دل ۾ پرم جي ڪشش هئس. سو خيال ڪيائين ته ڪٿي رويداس اڪيلو ملي وڃي ته ڪا ڳالهه ٺاهه ڪيان. آخر اهڙو اتفاق اچي ٿيو جو هڪ

بيان وٺڻ بعد قاضيءَ جي سزا جو حڪم ڏنو ڇاڪاڻ ته قاعدو آهي ته
جيڪڏهن مجرم پنهنجو ڏوهه قبولي ته شاهديءَ جي ضرورت ڪا نه
پوندي آهي ۽ جنهن وٽان چوريءَ جو مال مليو انکي بعد بيان لئي
ڏوهي ٺهرايو آهي ۽ قاضي ڏنڊ کان اڳ ملزم کان پڇندا آهن ته
توکي ڪنهن سان ڪڇڻو آهي ته ٻڌاءِ. سو جڏهن ساڌوءَ کان پڇيو
ويو ته هن چيو ته مونکي ڀائي لالو واڻيءَ سان ملاقات ڪرڻي
آهي. جڏهن ڀائي لالو آيو ته ساڌوءَ چيس، ”ڀائي لالو! تو ته سچ
ٿي جيڪو پسو مون ان ويل ڪرڻ نه ڏنو. هاڻي وقت نه ساڃهو آهي ۽
قاضيءَ جو حڪم به ٻڌائي ڇڏيو آهي. ڪرپا ڪري جيئن وڻيئي
تيئن بچاءِ. مان تنهنجو احسانمند رهندس.“ ڀائي لالوءَ چيس ته مان
گرو نانڪ صاحب جن جي اڳيان اوداس ڪريان ٿو. اميد ته هو
مهنجي وينتي پروان ڪري توکي بچائيندا. تون صرف اڄ ڪلاڪ
صبر ڪر. ايتري ۾ خبر آئي ته چور پڪڙيا آهن. چورن ٻ سڃيو ته
اسانکي چوري باسڻ کپي مٿان وچ لئي بيگناهه ساڌو نه مارجي وڃي.
جڏهن چورن سمورو چوريءَ جو مال حاڪم کي ڪڍي ڏنو ته ساڌوءَ
کي آزاد ڪيو ويو. ساڌو سڌو ڀائي لالوءَ جي گهر ويو ۽ ٻئي گرو
نانڪ صاحب جن وٽ پهچي ڪانئن نام وٺي سندن پڪو شيوڪ
ٿي پيو.

## ۱۱۸- راجا ڀيمو ۽ ڀڳت رويداس

راجا ڀيمو راجپوت هو. هڪ ڏينهن هن جي دل ۾ پرمارٿ جو
خيال پيدا ٿيو. هن امير وزيرن کي ڪٺو ڪري پڇيو ته هن وقت
ڪو مهاتما آهي. هنن چيو ته ڪبير صاحب ۽ غريب داس چمار جهڙي
ويا آهن ۽ هن وقت پورن مهاتما صرف رويداس چمار آهي. راجا
منجهي پيو ته ڇا ڪجي؟ هيڏانهن پرمارٿ به ضروري آهي، هوڏانهن
مهاتما ذات جو چمار آهي. جي ڪيو ڪلاڳ مهاتما وٽ ٿو وڃان ته
راڄ ۾ گڙٻڙ مچي ويندي ۽ رعيت برخلاف ٿي بيهندي. پر دل ۾
پريم جي ڪشش هئس. سو خيال ڪيائين ته ڪٿي رويداس اڪيلو
ملي وڃي ته کانئس نام وٺان. آخر اهڙو اتفاق اچي بڻيو جو هڪ

پکيءَ وراڻيو، ”تو کي مان ڇا لڪايان. منهنجي لاءِ ته اهو نه محال آهي
ڇو جو مون کي سمنڊ ڏسڻ جي ڏاڍي پاڻي ٻهڪ لاءِ اُتي وڃڻو پوي
ٿو.“ موسيٰ چيس ته مون لائق ڪا شيءِ ٻڌاءِ جيائينس ته اهوئي
جنهن کي منهنجي ورڇو ڪٽي اچ. موسيٰ وراڻيو ته اهو ته مشڪل
آهي. پکيءَ چيس ته ان ڳالهه مرڪي پيو ڪجهه ڪو نه ڪري.
مطلب ته پرماتما جا سچا عاشق پل پل ۾ پنهنجي پريتم جي ڌيان
۾ مگن رهن ٿا. جهڙي طرح جڏهن ڪو ڪانءُ سامونڊي جهاز
تي اچي ويهي ۽ پوءِ جهاز هلي پوي ته پوءِ هو ڪيڏانهن به اڏامي
جوڳو نٿو رهي. هيڏانهن سمنڊ ته هوڏانهن آسمان. جي اڏامندو به ڪٿي ته
ٺري ڪري الهيءَ جهاز جي ئي شرڻ وٺي پوندس ڇا ڪاڻ ته ٻيو
ڪو ٺور ٺڪاڻو ته اُن لئي ڪو نه. سو ارپڻ جي ڀاوَن جو به جهاز
جي ڪانءُ وارو حال ٿيندو آهي.

## ۱۱۷- رب جو پاٽو

هڪ ڀيري اتفاق سان ڪنهن بيکاري ساڌوءَ جو گرو ننانڪ
صاحب سان گڏ رهڻ جو اتفاق ٿيو. عام طور اهڙن ساڌن کي ٽام ۽
گروءَ ۾ اشيو گهٽ ٿيندو آهي. سو هڪ ڏينهن هو صاحبن کي
چوڻ لڳو ته ڪرپا ڪري ڪنهن مهاتما جو ڏس ڏيو ته اچي صحبت
ڪريان. صاحبن فرمايو، ”ڀائي ! وڏا وڏا مهاتما پيا آهن رستي ۾
ٿي ڀائي لالو رهندو آهي ان وٽ وڃ.“ سو جڏهن اهو بيکاري
ڀائي لالوءَ جي گهر پهتو ته هن اُتي هنڌ سنڀار ڪيو ۽ کٽ ٿي
وهاري پاڻ وڃي ڪم ڪار ۾ لڳو. ساڌو اڪيلو ويٺي اداس ٿي
پيو ۽ هلڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. تنهن تي ڀائي لالوءَ چيس ته مهرباني
ڪري هڪ ڪلاڪ ترسو ته هڪ ضروري ڪم لاهي وٺان ته پوءِ توهان
جي شيوا ۾ اچي حاضر ٿيندس. ساڌو سوچڻ لڳو ته هي ته ڪر
ري آهي. هنکي دنيا جا ڪم گهڻي ئي ڇڏين. هي مهاتما
؟ ٺيري ۾ ڀائي لالوءَ ۾ ڀائس ڪٿي ان مان مرتڪ لاءِ
؟ ڪرپا ڪرم جو سامان ڪلو ڪيو. اهو ڏسي ساڌوءَ
ڇا پڇو ڪران؟ ڀائي لالوءَ جواب ڏنو ته منهنجو پٽ

مرشد پڇيس ته هيءَ ڪيتري به ورتي اٿيئي؟ عرض ڪيائين، ”مون
وٽ جيڪي ڪجهه هو سو سڀ ڏيئي ورتي اٿم.“ مرشد فرمايو،
”تڏهن به سستي آهي.“ الهيءَ ڪانپوءِ امير خسروءَ جو انتهائي عشق
ڏسي نظام الدين اولياءَ ايتري قدر وچن فرمايو ته هن جي قبر منهنجي
قبر پرسان نه آهي ۽ جي آهيندا ته ڦاٽي پوندي.

## ١١٦- رب جو پيار

حضرت موسيٰ سمجهيو ته مان پيغمبر آهيان ۽ خدا مون تي نهايت
پرسن آهي. سوچيائين ته خدا جو مون کان وڌيڪ ڪو به پيارو
ڪونهي. هڪ ڏينهن خدا کي عرض ڪيائين، ”يا خدا! جيڪو
تنهنجو مون کان وڌيڪ پرمي ۽ وڌيڪ ڏيالي هجي تنهنجو ڏي ڏس
ته مان انهيءَ ديدار ڪيان.“ خدا چيس، ”هي موسيٰ وڏا وڏا
پرمي پيا آهن.“ عرض ڪيائين ته ڪنهن هڪڙي جو ڏس ڏيو.
خدا فرمايو، ”انسان ته دور ڪنار، مان توکي هڪ پکيءَ جو ڏس
تو ڏيان. هو فلاڻي وڻ تي ويٺو اٿيئي، انهيءَ وٽ هليو وڃ.“
موسيٰ عرض ڪيو ته مان پکيءَ جي ٻولي ڪيئن سمجهندس؟ خدا
چيس ته مان توکي وردان ٿو ڏيان ته تون هن جي ٻولي سمجهي
ويندين، ڇاڪ هو توسان تنهنجي زبان ۾ ڳالهائيندو. خير، حضرت
موسيٰ اتي ويو ۽ ڏٺائين ته برابر پکي ويٺو آهي. چيائينس ته ڪ
خدا تعاليٰ جي ڳالهه ٻولهه ٻڌاءِ. پکي چوڻ لڳو ته مونکي ٻاڪا
فرصت ڪانهي. مون اهي به اکر به توسان الهيءَ لاءِ ڳالهايا آهن ڇ
تون منهنجي پياري محبوب (خدا) وٽان آيو آهين. موسيٰ پڇيس
”اهو ڪهڙو ڪم آهي جنهن خاطر توکي فرصت ئي ڪونه ٿي ملي؟
پکيءَ چيو، ”مان رات ڏينهن خدا جي ڌيان ۾ مست رهندو آهيان
مونکي صرف هڪ دقت آهي.“ موسيٰ پڇيس ته ڪهڙي؟ چيا
ته هتان ٿورو پري هڪ چشمو آهي جتي مونکي پاڻي پيئڻ لاءِ
تو پوي. موسيٰ پڇيس ته هتان ڪيترو پري آهي؟ چيائين ته
تنهنجي سامهون جيڪو ڪاٺ جو کيس آهي، ان کان ٿورو پر
اهو چشمو آهي. موسيٰ چيو ته اهو ته ڪو خاص پري ڪونه ڇ

هن جو لنگر ئي مشڪل سان هلندو آهي. سو درويش چيس ته
اهڙڪر ڏينهن هتي ترس ۽ جيڪو نذرانو آيو سو تون کڻي وڃج.
مالڪ جي مرضي هئي، ڏينهن ڪجهه ڪرڻ آيو. تنهنڪري چيائونس
ته ٻيو ڏينهن ترس. ٻيو اهوئي ڏينهن به ڪجهه ڪرڻ آيو. تنهنڪري
چيائونس ٻيا هڪ ڏينهن وڌيڪ ترسي ڏس. ٻئي ٽئين ڏينهن به ڪو
ڪجهه ڪرڻ ڪين آيو. اهو ڏسي غريب دکي اچي چوڻ لڳو، ”حضرت
مان هاڻي وڃان ٿو، شايد منهنجي نصيب ۾ ڪجهه ڪونهي.“ آخر
نظام الدين چيس ته چڱو، هيءَ منهنجي جتي کڻي وڃ. هن مسڪين
اداس دل سان جتي ورتي ۽ گهر ڏانهن راهي ٿيو. مالڪ جي جوڙ ا
جنهن سڙڪ تان امير خسرو دهليءَ پئي آيو ان سڙڪ تان ئي هي
جتي کڻيو گهرڻ پئي ويو.

امير خسرو چوڻ لڳو ته منهنجي مرشد جي خوشبوءِ اچي پئي
پر خبر ناهي ڪٿان پئي اچي؟ جڏهن اهو مسافر پرسان لنگهي ويس
ته محسوس ڪيائين ته هاڻي خوشبوءِ پوان پئي اچي. سو سمجهائين
ته اِهو سڀ راز ان ماڻهوءَ ۾ آهي. سڌي پڇيائينس ته تون ڪٿان
پيو اچين؟ ورائيائين ته ويو هوس دهليءَ نظام الدين اولياءَ وٽ.
غريب آهيان، نياڻيءَ جي شادي اٿم سمجهيم ته ڪجهه مدد ڪندا.
پر فقير پاڻ ئي آهن ننگا ۽ بکيا! سو جڏهن خدا مدد نه ڪري ته
فقير به مدد جو هٿ ٺلا ڏيکارڻ.

امير خسرو پرڻي گرمڪ هو. سو مرشد جي شان ۾ اهڙا
لفظ ٻڌي ڏاڍو دکي ٿيو. پڇيائينس ته آخر توکي ڪجهه ڏنائون به؟
مسافر چيو ته اِها هيءَ جتي ڏني اٿس. امير خسروءَ پڇيس ته هيءَ
جتي وڪڻندين؟ چيائين ته ها. امير خسرو جا ڪيو جو هڪڙو اٺ
جنهن تي پاڻ سوار هو ۽ ٻيو جنهن تي سندس مال ۽ ٻار چڙهيل هئا
اهي ڪالسراڻ ناڻي سڀ اٺ مال اسباب سميت ڏيئي چيائينس ته
هاڻي وڃي ڌام ڌوم سان نياڻيءَ جي شادي ڪر. مسافر بار بار
شڪرانا ادا ڪري اٺ ولي راهي ٿيو. هوڏانهن جڏهن امير خسرو
پير وٽ پهتو ته جتيءَ کي صاف ڪري ڪڇ مرشد اڳيان رکيائين.

وڏو ڪيلا رکيا هئا. ودر جي استري پريم ۾ اهڙي مگن هئي جو ڪيلن جون کلون لاهي ٿي ڀڳوان کي ڏنائين ۽ اندريون مال وٽي ٿي اڇلائيندي. اتي ودر به اچي ويو جنهن اهو ڪوتڪ ڏسي زال کي چيو ته هي ڪرين ڇا ٿي؟ هن ورائيو ته مونکي انهيءَ ڳالهه جي سمجهه ئي ڪا نه رهي. پوءِ ڪرشن ڀڳوان کي کلن بدران ڪاڻ لاءِ ڪيلا ڏيڻ لڳي. تنهن تي ڪرشن ڀڳوان فرمايو ته ڪيلي ۾ اهو سواد ڪونهي جيڪو کلن ۾ هو. انهيءَ کي چئجي ٿو پريم جي مستي!

## ۱۱۲- لفظن جو ڦير

ذڪر آهي ته ٽن ڄڻن مختلف ملڪن جا ماڻهو اچي گڏيا ۽ پاڻ ۾ ملي صلاح ڪيائون ته ڪا ڪرسه ڪجي. انهن ڪجهه زمين خريد ڪئي. هنن ۾ هڪ هندستاني هو. جنهن چيو ته مان ”گيهون“ پوکيندس. ٻيو هو پنجابي جنهن چيو ته مان ”ڪڻڪ“ پوکيندس. ٽئين جي ٻولي هئي فارسي سو چوڻ لڳو ته مان ”گندم“ پوکيندس. چوٿون هو پٺاڻ سو ٻيو چوي ته مان گنهه پوکيندس. لڳا پاڻ ۾ جهڳڙو ڪرڻ. اتان ڪو داناءُ اچي لنگهيو. هن سڀئي ڳالهه ٻڌي سوچيو ته هي ته صرف لفظن جو ڦير آهي. سو سڀني کي چيائين ته هرڪو جيڪا شيءِ پوکڻ چاهي ٿو ان جو ٻج کڻي اچي. جڏهن سڀئي کڻي آيا ته ڏسن ته شيءِ ساڳي آهي. جهڳڙو ئي ختم ٿي ويو. اهڙيءَ طرح جي اسين پنهنجي آتما، اندر نام سان جوڙيون ته جيڪر سڀ جهڳڙا ختم ٿي وڃن. ڇاڪاڻ ته جهڳڙا ٿين ٿا لفظن جي پويان.

## ۱۱۳- اسانجي پونجي

چوپائي مال جو هڪ ڌڻ چري واپس گوٺ ڏانهن موٽي رهيو هو. هڪ واٽهڙوءَ انهيءَ ڌڻ سان گڏ ايندڙ شخص کان پڇيو ته هي مال ڪنهنجو آهي؟ ورائيائين ته منهنجي گوٺ وارن جو. تنهن تي هن وري پڇيس ته ڀلا تنهنجو ڇا آهي؟ جواب ڏنائين ته هن مال ۾ هڪڙو سان منهنجي ڇاڇي جو آهي باقي ٻين جو آهي ۽ منهنجو هن ۾ ڪجهه ڪونهي. اهڙي طرح اي انسان! جي تو اگيان جو پردو

ته ڇون تو ڪيو آهي. سو سمن کي ليئو موڪلي ڳوراڻيون ۽ چيائينس
ته هن لوڻ کي ڪڻهن هڻ چڙهي آءِ ۽ ڪڇ رو پيا ڏيئي واعدو
ڪيائينس ته مان توکي اچا به خوش ڪندس. سمن ڏڻ ڏٺي گهر آيو
سو سان جوڙي رکي ڇڏيائين انهن ڪرڻ سان دل جو بوجو ڪٽيو.
هلڪو ٿيس ۽ سوچيائين جي ڪير پڇندو ته چوندس ته موهن
بيمار آهي.

جڏهن صبح ٿيو ته لانگري آيا. سمن هنن کي سڀ سامگري
ڏني. جڏهن لنگر تيار ٿيو ته گرو صاحب هن به آيا ۽ فرمايائون،
"ڀائي سمن! موهن کي به سڏ ڪر" سمن ورائيو، "مهاراج جي!
هو ته بيمار آهي." صاحب فرمايو ته ڀائي هنکي ته ضرور وٺي اچ.
سمن وراڻي ڪئي ته حضور هو اٿڻ جهڙو ڪونهي. صاحب جڏهن
وڌيڪ زور ڪيس تڏهن عرض ڪيائين، "حضور! مهنجي ڇوڪر تي
هو اچي ئي نٿو." تڏهن صاحب فرمايو، "ڀلا اسين سڏ ڪريونس؟"
سمن نمرتا سهمت وراڻي ڪئي، "ها مهاراج جي! توهين ڀلي سڏ
ڪريوس." تڏهن صاحب سڏ ڪري چيو، "موهن اُٿي ٻاهر اچ.
عين موقعي لئي ڇو غير حاضر آهين؟" انهن ڇوڪ جي دير هئي
موهن بلڪل نوبنو ٻاهر آيو ۽ اُٿي اچي ڀٽ صاحب جي چرڻن لئي
ڪري پيا.

سو مطلب ته جن سکن کي پنهنجو تن من ارپڻ ڪيو، سمجهو
انهن سڀ قربان ڪيو.

## ١١١- پريم جي مستي

هڪ ڀيري جڏهن ڪرشن ڀڳوان پنهنجي شهوڪ ودر جي گهر
ويو ته هو گهر ۾ ڪونه هو. ان وقت سندس پتني ڪپڙا لاهي سنان
پئي ڪيو. جڏهن ڪرشن ڀڳوان سڏ ڪيو ته هوءَ آواز سڃاڻي وٺي
۽ وڃي دروڙي. انهيءَ به خيال نه آيس ته ڪپڙا پاتا. اهڙو هو سندس
پريم! پريم جي اهڙي اوستا، پاپ ۽ پنهن کان مٿي آهي. سو جڏهن
ڪرشن ڀڳوان ڏٺس ته ڪپڙا پائي اچ تڏهن وڃي ڪپڙا پهري آئي.
انهيءَ وقت گهر ۾ ٻي ڪا کاڌي پيتي جي شيءِ هئي ڪا،

وٺي نه وڃان. چيائونس ته تون مونکي ڪڍي نه ولي هل. انهن ڪري
سان جهڙڪڙهن کو پاپ لڳو ته پاڻ مونکي لڳي ۽ سندن ناراضگيءَ
لاءِ به مان ذميوار آهيان. خير جڏهن ٻيئي آمرو صاحبن کي ولي گرو
انگد صاحب جن جي دربار پرسان پهتي ته ڪين چيائين ته توهين ٻاهر
ترسو ته مان وڃي اندر سنگتن کي اوهان بابت عرض ٿي ڪريان. جڏهن
اندر ويٺي ته سنگتن ٻاڏهي ڇس ته ڏيءُ ۽ جهڙڪي ساڻ آندو انهيءَ
انهيءَ کي نه اندر ولي آءِ. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري ڪونهي ته ڪيئن
گرو انگد صاحب جن آخر گرو امرداس صاحب جن کي روحانيت سان
ڀرپور ڪري پنهنجو روپ بڻايو.
مطلب ته زندگي انهن جي سڦلي سمجهڻ گهرجي جن کي مرشد جهڙو ۽
گرو ملي ٿو ۽ افسوس انهن جي زندگيءَ تي آهي جن سڄي حياتي
دنيا جي ڌنڌن ۾ ڪڍي ڇڏي پر گرو نه مليو.

## ١١٠- سمن ۽ موسن

شري گرو ارجن ديو مهاراج جن جي وقت ۾ سمن ۽ موسن
نالي پيءُ پٽ ٻه ڀرامي ۽ ايماني سکسکي ٿي رهندا هئا. هو مزوري
ڪري پنهنجو گذر ڪندا هئا. هڪ دفعي جڏهن گرو صاحبن جو
لاهور وڃڻ جو پروگرام ٿيو ته انهي جي ڪيترن سکسکن وينتي
ڪئي ته سنگت اسان وٽ ڀوڄن ورتائين. اهو ٻڌي صاحبن فرمايو ته
توهان ٽهرسي لاهور نه ڪوڙي ڏينهن ڪنهن وٽ پرساد آهي. اهو
ٻڌي سمن ۽ موسن جي به چاهنا ٿي ته اسين به ٽهرسي ۾ نالو لکايون
۽ ڪجهه مزوري ڪري گهر جو پورالو ڪنداسين. سو هنن لسٽ
۾ نالو لکايو. جڏهن سندن وارو ويجهو آيو ته ٻئي سماڻ ٿي پيا ۽
جيڪي اورو گهڻو ڇاڙو هٿائون سو دوا سڀيءَ ۽ ڪاڏي پهچي ٿي
گهر لسي وين. انهيءَ ۾ لشڪر جو ڏينهن به اچي ويو. عام طور
لانگري پنهنجي گهر جي تياري اڳيءَ رات تي ئي ڪري ڇڏيندا
آهن سو هو رات جو هنن وٽ آيا ۽ اچي چيائون ته صبح پرساد لاءِ
توهان جو وارو آهي. سمن ۽ موسن وٽ ته ڪجهه هوائي ڪونه سو
پاڻ ۾ پيا ڇاٻائون ته ڪنهن جي چوري ڪري ونڊ کي لباهجي

ساويهه دفعا گنگا جي ياترا ڪيائون. جڏهن آخرين دفعو تي ويا ته رستي ۾ هڪ برهمچاري گڏين جنهن پڇين ته ڪيڏانهن تياري آهي؟ وراڻيائون ته گنگا اشنان ڪرڻ ٿا وڃان. جڏهن صاحبن برهمچاريءَ کان سندس بابت پڇيو ته چيائين ته مان به گنگا اشنان ڪرڻ ٿو وڃان. پوءِ گڏجي روانا ٿيا. ڪائيندا پيئندا ٻئي گڏ هلندا ۽ آهستي آهستي وڃي گنگا پهتا. جڏهن گنگا اشنان ڪري واپس موٽيا ته پهرين گرو صاحبن جو گهر آيو. گڏ رهڻ ڪري ٻنهي ۾ ڏاڍو پيار ٿي ويو هو ۽ هڪ ٻئي کي عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا، سو برهمچاريءَ کي پنهنجي گهر وٺي آيا. رات جو سمهڻ وقت برهمچاريءَ صاحبن کان پڇيو، "يار ڀلا ته سهين توکي گروءَ کان نام ورتي گهڻو وقت ٿيو؟" وراڻيائون ته منهنجو ته گرو آهيئي ڪونه. برهمچاريءَ چيو، "هان! تنهنجو ڪو گرو ڪونهي تون نگرو آهين؟ افسوس! جي مونکي خبر هجي ها ته مان تنهنجي روٽي ڪڏهن ڪين کان ها. منهنجو سارو ڪرم ڌرم ناس ٿي ويو." اٿين چئي هو اوڏي مهل ئي رات جو پنهنجو بسترو کڻي روانو ٿي ويو.

جڏهن هو هليو ويو ته صاحبن کي ڏاڍو افسوس ٿيو. دل ئي دل ۾ پيا چون ته زندگيءَ جا ٦٢ سال گذري ويا اڃا تائين گرو ڪونه مليو آهي. اي گنگا ماتا! تون گرو ملاءِ. اي گنگا مائي! هاڻ گرو ملاءِ! اي ڪالڪا ديوي! ڪو گرو ملاءِ انهيءَ چنتا ۾ رات جو ننڊ ئي ڪين آئي. ڀر پاسي وارن ٻيٻي اَمروُ، گرو انگد صاحبن جي سپتري جا سدن پاڻيءَ سان ڀرٽيل هئي، پنهنجي نت نيم انوسار گرباڻي پڙهڻ شروع ڪئي. جيئن جيئن باڻي پڙهيائين ٿي تيئن تيئن صاحبن جي دل ۾ ويٺي ٿي گهر ڪندي. اندر وڃي پريم ۾ مگهن ٿي ٻڌڻ لڳا ۽ پوءِ پڇيائونس، "اي ٻيٻي! هيءَ ڪنهن جي باڻي آهي." وراڻيائين گرو نانڪ صاحب جن جي. هينئر سندن گديءَ تي منهنجو پتا ويٺو آهي. دل ۾ ته اڳيئي پريم ۽ تڙپ هئي سو چيائين ته مون کي به وٺي هل. ٻيٻي اَمرو وراڻيو ته گرو صاحبن جو اهو حڪم آهي ته جيستائين پاڻ مونکي گهرائين نه تيستائين مان

ٻاڻي صاحب جن ستسنگ ڪري رهيا هئا، سنگت ٻاري تعداد ۾ ويٺي هئي، راڄا جني ٻڌي ٻڌائي ته هن سڀا ۾ گرو ارجن ديو صاحب جن جو هڪ چور آهي ۽ هو ٻاڻهوي ڪچندو. ٻاڻي جن هڪدم اٿي بيهي چيو ته اهو گروءَ جو چور مان ئي آهيان. ستسنگ ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. ماڻهو حيرت لڳا ته توهين چور! توهين ته مهاتما آهيو، چور ته ٻيو ڪير هوندو. هاڻي مشڪون ٻڌي ڪيرا سو ٻڌندي ٻنهي سان ٻاڻهوي ٻڌندڙن مشڪون ٻڌائون ۽ انهيءَ حالت ۾ امرتسر پهتا. انهيءَ ڪي ڇنڊي تو ٻرڻ! گرو صاحب چيس، "ماما جي! ڪهڙو وار ته ورڻ ٻڌايو" ۽ هاڻي ٻڌائي ڪيرا ڇاڪاڻ ته سڀ سڪي چڪا هئا. صاحب جي چرڻن تي ڪري پيا ۽ هي وار چيائون:-

"جي مان ٻتي وس دي تس تي ڪؤن ٻيارا!
جي گهر ٻنهي پاهرو ڪؤن رکهن هارا!
آگرلي اوجهڙ ٻري ڪس ڪري ٻڪارا!
جي ڪر ڪيتي ڪالي واڙ ڪولهي ته سارا!
هي گر ٻرمالي سانگ ڪري ڪها سڪ ويچارا!

جيڪڏهن ماءُ ئي ٻت کي زهر ڏئي ته ٻوءِ هڪي ٻيو ڪير ٻچائي سگهندو؟ جي ٻهريدار ئي چوري ڪري ته ٻوءِ گهر جي سنڀال ڪير ڪندو؟ جي رهنما هاڻي اجهي اوجهڙ رستي ئان هلي ته سندس ٻوٺان هلندڙ ڪيهن کي وڃي شڪايت ڪندا؟ جيڪڏهن واڙ ئي کيت کي کائڻ شروع ڪري ته کيت جي سار ڪير لهندو؟ اهڙي طرح جيڪڏهن ستگرو سانگ رچي شهوڪ کي ٻرمالي ته شبوڪ جي ڪهڙي طاقت آهي جو ثابت قدم رهي سگهي؟

مطلب ته جڏهن ٻولڪمپ ايندو آهي ته وڏا وڏا ٻهاڙ ۽ درخت لڏي ويندا آهن. جي ملاح ئي ٻيڙيءَ کي ٻوڙيندو ته ٻوءِ بچڻ مشڪل آهي. سو جيڪڏهن گرو سانگ رچائي ته گروءَ ڪالسواءِ ٻيو ڪو به ڪي ثابت قدم ڪيو رکي سگهي.

## ١٠٩- گيان جي نوڪر

هي گرو امرداس صاحب جن جي حياتيءَ جو واقعو آهي.

گرو صاحب اشرفين جون ٿيلهيون گهرائي ڏنس جي هن پنهنجي هٿن سان ڳنڍي ٿيلهيون بند ڪري صندوقن ۾ وجهي ڇڏيون تي رکايون.

انهيءَ زماني ۾ ريلون ڪو نه هيون. ڀائي صاحب وڏا ودوان هئا. پاڻ سان ڪجهه سک، وٺي، ڪيترن ڳوٺن ۾ ستسنگ ڪندا اچي ڪابل پهتا. گهوڙن جي سوداگرن پٺاڻن سان مليا ۽ گهوڙن جو سودو ڪيائون. جڏهن رقم ڏيڻ لاءِ تنبوءَ ۾ گهڙيا ۽ صندوقن ۾ پيل ٿيلهين جو منهن کوليائون ته ڇا ڏسن ته اشرفين جي بدران پٿر ۽ ٺڪر پيا آهن! نهايت حيران ٿي ويا. سوچڻ لڳا ته پٺاڻن سان سودو ٿي چڪو آهي ۽ گهوڙا روانا ڪري چڪا آهيون پيسن لاءِ سوداگر ٻاهر بيٺا آهن جي کين پيسا نه ڏبا ته آفت ماري ڇڏيندا. وري وري اکين کي مهٽي پيا ٿيلهين کي ڏسن پر اهي ٺڪر ۽ پٿر! آخر پنهنجين پاسي تنبوءَ کي ڦاڙي ٻاهر نڪتا ۽ وٺي ڀڳا. نه لاهور ترسيا نه امرتسر، سڌو وڃي ڪاشيءَ پهتا.

جڏهن سکن ڪافي انتظار کان پوءِ ڏٺو ته ڀائي صاحب جن اڃا اندران ڪو نه نڪتا آهن ته هو تنبوءَ ۾ گهڙيا. ڏسن ته صندوقون کليون پيون آهن ۽ کليل ٿيلهين ۾ مهرون پيون آهن، پر ڀائي صاحب لڀن ئي ڪو نه ۽ تنبوءَ جو هڪ پاسو ڦاٽو پيو آهي. خير هنن پٺاڻن کي اشرفيون ڏيئي حساب چڪايو ۽ گرو صاحب وٽ اچي سربستي ڳالهه ڪيائون.

مهاتمائن جو ڪم آهي ستسنگ ڪرڻ. سو ڀائي گرداس جن ڪاشيءَ ۾ اچي ستسنگ شروع ڪيو. جڏهن اتي جي ماڻهن ستسنگ ٻڌو ته چوڻ لڳا ته هي وڏو ڪمائيءَ وارو مهاتما آهي. آخر ڪاشيءَ جو راجا به ستسنگ ۾ اچڻ لڳو ۽ ٿوري عرصي ۾ هو به ڀائي صاحب جن جو پريمي شيوڪ ٿي پيو. هوڏانهن گرو صاحب ڪاشيءَ جي راجا کي چٺي لکي ته توهانجي نگريءَ ۾ اسان جو هڪ چور رهيل آهي سو انجون مشڪون ٻڌي اسان ڏي ڏياري موڪليو. چور کي ڳولهڻ جي ضرورت ڪانهي صرف ستسنگ ۾ هيءَ چٺي پڙهائجو، جيڪو چور هوندو سو پاڻهي ڪهندو.

هليا ويا. ٻئي ڏينهن ليليٰ جي چوڻ تي بادشاهه ڍنڍورو ڏيارو ته ليليٰ کي مجنونءَ جي جگر جو گوشت کپي. منهنجو جلاد اچي اهو ڪٽي ويندو. ائين سڀ مجنون ڪافور ٿي ويا ۽ باقي وڃي هڪ بچيو. جلاد چيس ته پنهنجي جگر جو گوشت ڏي. مجنونءَ جهٽ خميس لاهي چيس ته جيترو کپيئي اوترو ڪٽي وڃ. ليليٰ بادشاهه کي چيو ته مجنون هي آهي، سو کائڻ پيئڻ لاءِ ته سڀ ڀرامي پاڻ کي ٻولندا آهن ۽ پرکيا مهل ڦيل ٿي ٻولندا آهن.

## ۱۰۸- جي گرو سانگ ورتائي

شري گرو ارجن ديو مهاراج جن گرو گرنٿ صاحب جو سنگرهه ڪيو. سندن مامي ڀائي گرداس جن ٻاڻي چئي :-

" جي مان هووي بارڪ بنه بتاري "

جيڪڏهن ماءُ ٻچان هجي ته ٻچ کي انجا اعمال ويچاري نه سزا ڏيڻ کپي ۽ تڪو سانڊ ڇڏڻ کپي.

گالهن مانگ لکليا ٻيٽ ٻاڙ نه ماري،
جي ٻر ڪهر گور هندنا سمه رکي ناري."

جيڪڏهن گائو هيرو گهي وڃي ته انکي هٿ ڪرڻ لاءِ سندس پيٽ نه ڦاڙڻ کپي ۽ جيڪڏهن ٻئي ٻر استرين جو سنگ ڪري ته ٻه پتورسه ناريءَ کي پنهنجو سمه قائم رکڻ کپي.

" امر چلاوي جر دي چاڪر ويچاري،
جي مد پيتا باهمڻ لوئي لجهن ساري."

اهي سڀ مثال ڏيئي آخر ۾ چيائون :-

" جي گرو سانگ ورتندا سک، صدق نه هاري."

جي گرو سانگ رچي ته به سک کي پنهنجو صدق هارڻ نه کپي. اهڙي طرح سک کي اڏول رهڻ جي هدايت ڪيائون. گرو صاحبن سڀ ڪجهه ٻڌي فرمايو ته ڀائي ته ڇڪي پريان ۾ اهنڪار جي نوهه آهي. ٻيو سوچي ڀائي گرداس جن کي چيائون، "ماماجي مان گهوڙا خريد ڪرڻا آهن. ڀائي گرداس جن چيو ته سمه لهي ڏيهن ۾ نوٽ ڪونه هوندا هئا، اشرفيون هلنديون هيون.

جو ارادو ظاهر ڪيائين، "ماتا! مون چوري ڪرڻ ڪئي آهي، راجا مون کي بيقصور پڪڙيو آهي. جيڪڏهن مون چوري ڪئي هجي ها ته توکي ضرور پتو هجي ها."

انگليءَ جي هدايت انوسار جڏهن هن ۽ چور جي گفتگو ٿي رهي هئي ان وقت پهريدارن سڀ ڪجهه نوٽ ڪري ڇڏيو. سو انگليءَ ۽ پهريدارن کي پڪ ٿي وئي ته هي نردوش آهي.

اُنهي ڏينهن هن سموري حقيقت راجا سان ڪئي ۽ ٻڌايائين ته هن چوري نه ڪئي آهي. تنهن تي راجا هن کي ڇڏي ڏنو. پوءِ چور سوچڻ لڳو ته ستسنگ جو صرف هڪ وچن ٻڌڻ سان منهنجو جيل خاني مان ڇوٽڪارو ٿي ويو. سو جي سچي حياتي ستسنگ ٻڌان ته خبر ناهي ڪيڏو لاڀ ٿيندو. انهيءَ کان پوءِ هر روز ستسنگ ۾ اچڻ لڳو ۽ نتيجو اهو ٿيو جو وري چوري ڪرڻ بلڪل ڇڏي ڏنائين ۽ مهاتما بڻجي پيو.

سو ستسنگ سمان نه گنگا آهي نه جمنا ۽ نڪو ٻيو تيرٿ. ڪلجُڳ ۾ سڀ کان وڏو تيرٿ آهي ستسنگ.

## ١٠٧- مجنون هڪ يا سوين

مجنون ليلا جو عاشق هو. ليلا جو پيءُ بادشاهه هو ۽ ليلا کي خوش رکڻ جي خيال کان هن حڪم ڏئي ڇڏيو هو ته مجنون جنهن به دڪان تان مٺائي، ڪپڙو پئسا يا ڪا ٻي چيز وٺي ته ان جو حساب شاهي خزاني مان ڏنو ويندو. جڏهن ماڻهن کي خبر پيئي ته مجنونءَ لاءِ هر ڪا چيز مفت آهي ته هڪ مجنونءَ بدران ڪيئين مجنون بڻجي پيا ۽ ڏينهون ڏينهن ويو سندن تعداد وڌندو. شهر جا دڪان لُٽجڻ لڳا. آخر دڪاندارن دکي ٿي بادشاهه کان وڃي پڇيو ته جناب! مجنون هڪ آهي ڪين گهڻا؟ هن وراڻيو مجنون آهي ته هڪ، وري به ليلا کي گهرائي پڇون ٿا. جڏهن ليلا آئي ته هن به چيو ته مجنون ته صرف هڪ آهي. بادشاهه چيس ته هيتري ته گهڻئي مجنون پيدا ٿي ويا آهن، هاڻي ڪجي ته ڇا ڪجي؟ ليلا جواب ڏنو ته، مان سوچي توهان کي سڀاڻي ٻڌائيندس. دڪاندار ته ويچارا

ديوي ديوتائن جو پاڇو هجي، نه ڪي مورتيءَ جا ڪرڙا آهي ۽ سو نه سنسڪ، جا وچن مون جاڳي ٻڌي نه پڌرا ڪرڻ.

گهر وارا ۽ پهريدار جيڪي چور جو پيڇو ڪري رهيا هئا، انهن کي ڪجهه ڏٺو ته چور مندر ۾ ويو آهي ۽ وري ڪجهه ڇڻو ته چور نه ڪڏهن مندر ۾ ويو آهي ! تحقيقات ڪري چور کي وڃي پڪڙيائون. پوليس هڪڙي ڏاڍو مارڻ ڪيو. پر هو ناسڀڙي نه. ٻاهڻو آهي ته جيستائين ڏوهي پنهنجو ڏوهه نه ٻاسي تيستائين هڪڙي سزا نه ڏني ويندي آهي. آخر راجا اڳيان پيش ڪيائونس. اتي نه گهڻو ئي مارپائونس پر ٻڙ ڪين ٻيلو. هڪ لڱڻيءَ جو ته مان ئي سچي ڪرائيانس. واها چوس چڱو.

لڱڻيءَ کي پڪوڙي جاڳ هئي ته چور عام طور ديويءَ کي ٻما سلطان کي مڃيندا آهن. سو هن ديويءَ جو سوانگ ڪيو. پر ننڍي ٻالهون لڱائي، جتي هتي ۾ مشعال ڪٺي، ننڍي شيرڻيءَ تي سوار ٿي. چاڪاڻ جو هيءَ پوليس سان ملبل هئي ان ڪري رٿا مطابق سندس اچڻ سان ئي سڀ جيل جا دروازا ٻورن کلي پيا.

جڏهن ماڻهوءَ تي مصيبت ايندي آهي ته عام طور پنهنجي اشٽ کي ياد ڪندو آهي. سو چور نه پنهنجي اشٽ، ديويءَ کي ٻئي پڪاريو ته اچانڪ دروازو کليو ۽ اندري ۾ هڪدم ڪمري ۾ روشني ٿي وئي. ديويءَ خاص لڙاڪت ۽ ناز سان چيو، "هي منهنجا پيارا ڀڳت ! تو مون کي سڏيو. انهيءَ ڪري مان آئي آهيان. چڱو ڪيئي جو چوري نه ناسيئي نو چوري ڪئي آهي يا نه، لڪ لڪاءُ نه ڪر ۽ مون سان سچي ڪر ته مان تنهنجا سڀ هڪدم خلاص ڪنديس." چور ديويءَ جو اپاسڪ هو سو پنهنجي اشٽ جو درشن ڪري آتي پرسن ٿيو. من ۾ خيال آيس ته هن سان سچي حقيقت ڪريان. اجا ٻڌائڻ لاءِ تيار ٿيو ته سامهون ديويءَ جي پاڇي تي نظر پيس ۽ هڪدم سنسڪ جو اهو ئي وچن من ۾ تري آيس ته ديوي ديوتائن جو [illegible] نه ٿيندو آهي. پر هن جو پاڇو ته ڏسڻ ۾ پيو اچي. سو هيءَ نه پر ڪو ڇل ڪپٽ آهي. اهو ويچاري پنهنجو سڄ ٻڌائڻ

جو ارادو ظاهر ڪيائين، ”ماتا! مون چوري ڪا نه ڪئي آهي، راجا مونکي بيقصور پڪڙيو آهي. جيڪڏهن مون چوري ڪئي هجي ها ته توکي ضرور پتو هجي ها.“

نانگڻيءَ جي هدايت انوسار جڏهن هن ۽ چور جي گفتگو ٿي رهي هئي ان وقت پهريدارن سڀ ڪجهه نوٽ پئي ڪيو. سو نانگڻيءَ ۽ پهريدارن کي پڪ ٿي وئي ته هي نردوش آهي.

ٻئي ڏينهن هن سموري حقيقت راجا سان ڪئي ۽ ٻڌايائينس ته هن چوري نه ڪئي آهي. تنهن تي راجا هن کي ڇڏي ڏنو. پوءِ چور سوچڻ لڳو ته ستسنگ، جو صرف هڪ وچن ٻڌڻ سان منهنجو جيل خاني مان ڇوٽڪارو ٿي ويو. سو جي سچي دل سان ستسنگ ٻڌان ته خبر ناهي ڪيڏو لاڀ ٿيندو. انهيءَ کان پوءِ هر روز ستسنگ ۾ اچڻ لڳو ۽ نتيجو اهو ٿيو جو وري چوري ڪرڻ بلڪل ڇڏي ڏنائين ۽ مهاتما بڻجي پيو.

سو ستسنگ، سمان نه گنگا آهي نه جمنا ۽ نڪو ٻيو تيرٿ. ڪلجڳ ۾ سڀ کان وڏو تيرٿ آهي ستسنگ.

## ١٠٧- مجنون هڪ يا سوين

مجنون ليلا جو عاشق هو. ليلا جو پيءُ بادشاهه هو ۽ ليلا کي خوش رکڻ جي خيال کان هن حڪم ڏيئي ڇڏيو هو ته مجنون جنهن به دڪان تان مٺائي، ڪپڙو پئسا يا ڪا ٻي چيز وٺي ته ان جو حساب شاهي خزاني مان ڏنو ويندو. جڏهن ماڻهن کي خبر پيئي ته مجنون لاءِ هر ڪا چيز مفت آهي ته هڪ مجنون بدران ڪيئين مجنون بڻجي پيا ۽ ڏينهون ڏينهن ويو سندن تعداد وڌندو. شهر جا دڪان لٽجڻ لڳا. آخر دڪاندارن دکي ٿي بادشاهه کان وڃي پڇيو ته جناب! مجنون هڪ آهي ڪين گهڻا؟ هن وراڻيو مجنون آهي ته هڪ، وري به ليلا کي گهرائي پڇون ٿا. جڏهن ليلا آئي ته هن پڇيو ته مجنون ته صرف هڪ آهي. بادشاهه چيس ته هتي ته گهڻيئي مجنون پيدا ٿي ويا آهن، هاڻي ڪجي ته ڇا ڪجي؟ ليلا جواب ڏنو ته، مان سوچي توهان کي سڀاڻي ٻڌائيندس. دڪاندار ته ويچارا

ديوي ديوتائن جو پاڇو هجي، نه ڪي مونکي ڇا ڪرڻو آهي ۽ سو ٻ
ستسنگ، جا وچن مون ڄاڻي ڇڏي ۽ پڌرا ڪرڻهن ·

گهر وارا ۽ پهريدار جيڪي چور جو پيڇو ڪري رهيا هئا،
انهن کي ڪنهن ٻڌايو ته چور مندر ۾ ويو آهي ته وري ڪنهن چيو
ته چور ته ڪنهن مندر ۾ ويو آهي ! تحقيقات ڪري چور کي وڃي
پڪڙيائون. پوليس هنکي ڏاڍو مارڪٽ ڪيو. پر هو ناسمجهي سان.
واعدو آهي ته جيستائين ڏوهي پنهنجو ڏوهه نه ٻاسي تيستائين هنکي
سزا نه ڏني ويندي آهي. آخر واجا اقبال پڻ ڪيائونس. انهي سان
گهڻو ئي مارپائونس پر پڙ ڪيڏي ايڏو. هڪ لڳڙيءَ جو ته مان ٿي
سچي ڪرايائونس. واجا چيس ڇڱو.

لڳڙيءَ کي پڪوڙي چاڙهي ته چور عام طور ديويءَ کي ٻلا
سلطان کي مڃيندا آهن. سو هن ديويءَ جو سوانگ ڪيو. اِن ڪالي
پالهون لڳائي، ڇني هٿن ۾ مشعال ڪئي، ڪالي ڇوڙيءَ تي سوار ٿي.
چاڪاڻ جو هيءَ پوليس سان مليل هئي ان ڪري وٽا مطابق سندس
اچڻ سان ئي سڀ جيل جا دروازا فورن کلي پيا.

جڏهن مانهوءَ تي مصيبت ايندي آهي ته عام طور پنهنجي اشٽ
کي ياد ڪندو آهي. سو چور به پنهنجي اشٽ، ديويءَ کي پئي پڪاريو
ته اچانڪ دروازو کليو ۽ اندر ۾ هڪدم ڪمري ۾ روشني ٿي وئي.
ديويءَ خاص نزاڪت ۽ ناز سان چيو، "هي منهنجا پيارا ڀڳت ! تو
مونکي سڏيو. انهيءَ ڪري مان آئي آهيان. چڱو ڪيئي جو چوري
نه ڪيئي تو چوري ڪئي آهي يا نه، لڪ لڪاءَ نه ڪر ۽ مون سان
سچي ڪر ته مان تنهنجا سڀ هڪدم ڇڏاءِ ڪنديس." چور
ديويءَ جو اُپاسڪ هو سو پنهنجي اشٽ جو درشن ڪري اُتي
پرسن ٿيو. من ۾ خيال آيس ته هن سان سچي حقيقت ڪريان. اچا
ٻڌائڻ لاءِ تيار ٿيو ته سامهون ديويءَ جي پاڇي تي نظر پيس ۽ هڪدم
ستسنگ جو اهو ئي وچن من تي تري آيس ته ديوي ديوتائن جو
پاڇو نه ٿيندو آهي. پر هن جو پاڇو ته ڏسڻ ۾ پيو اچي. سو هيءَ
ديوي نه پر ڪو چال ڪيت آهي. اهو ويچاري پنهنجو سچ ٻڌائڻ

ڏيکاري ڪنهن ڪم لاءِ ڏاڍو. جڏهن سڪندر گرو ڏانهن ڪري، ڪم وٺي ۽
اچي ڪمائي ڪري پتا وٽ آيو ته پٽس پڇيو، ”بابا ته گرو ڇا جي
سمان آهي؟“ سڪندر چپ. آخر پٽس پڇيس ته گرو سج سمان آهي؟
جواب ڏنائين گرو سج وانگر ته برابر چمڪندڙ آهي پر سج ۾ گرمي
آهي، گروءَ ۾ ناهي. تنهن تي پٽس پڇيس ته پوءِ گرو ڇا جي سمان
آهي؟ سڪندر چپ. تنهن تي هن چيس ته پوءِ گرو چندرما جهڙو آهي؟
جواب ڏنائين، ”آهي چندرما جهڙو سيتل پر چندرما ۾ داغ آهي،
گروءَ ۾ داغ ڪونهي.“ پٽس چيو آخر ڪنهن جهڙو آهي؟ ورائيائين
ته گرو سمان گرو ئي آهي. پٽس چيس ته هاڻي پاڻي ڏيکين ۾ ڏهه
ڏهما وشدو پريم ۾ وڃ توکي ڪو ڪوله جهليندو.

## ١٦٠- ستسنگ جو لاڀ

هڪ وڏو چور ڌاڙو هو. جڏهن مرڻ لڳو ته پٽ کي
نصيحت ڪيائين ته جيڪي توکي چوريءَ جو پيشو ڪرڻو آهي ته
پوران ڪنهن به گردواري يا مندر ۾ اڳتي پير نه وجهج. ٻيو
جيڪي چوري ڪندي پڪڙجي پوين ۽ توکي ڪٽي ماري ساڻو به
ڪري ڇڏين ته به چوري قبول نه ڪجانءِ. پٽ چيو، ”بابا! ست
وچن.“ پوءِ چور گذاري ويو.

هڪ ڏينهن اهو چوڪرو چوري ڪرڻ لاءِ نڪتو ۽ اچي هڪ
گهر جا تالا ڀڳائين. کڙڪي تي گهر وارا جاڳي پيا ۽ وٺي شور
مچايائون. اتيان پهريدار پيدا ٿيا. هن چيو، ”اڪر نه ڪيو. چور
کي اچڻ ڏيو، هتان اڪري ڪيڏانهن ويندو؟“ هڪ پاسي گهر
وارا ٻئي پاسي پهريدار، چور وڃي ته ڪيڏانهن؟ خير وٺي ڊوڙيو.
رستي ۾ هڪ مندر هو. چور سوچيو ته پتا جو حڪم آهي ته مندر ۾
نه وڃج. هاڻي ڪريان ته ڇا ڪريان؟ آخر سوچيائين ته مهل ۽ موقعو
ڏسڻ گهرجي سو مندر ۾ گهڙي ويو. فرمانبردار پٽ هو سو آڱريون
ڪٽي ڪنن ۾ وڌائين اهڙو خيال ڪري ته ستسنگ جا وچن ٻڌڻ ۾ نه
اچن. ڪنن ۾ آڱريون وجهڻ جي باوجود به اهي وچن ڪنن ۾
هليا ويس ته ديوي ديوتائن جو پاڇو نه ٿيندو آهي. من ۾ چيائين ته

بيٺو آهي. سڪندر وچارو ته هيٺر نه واپس ٿي وڃي سگهيو ۽ نه
اڳتي وڌي ئي سگهيو. راجا حڪم ڏنو ته هن کي اشنان پاڻي ڪرائي
دربار ۾ پيش ڪيو. راجا جنڪ اهو ڏسي ته هن کي پنهنجي تياڳ
جو اڃا اهنڪار آهي ۽ مونکي ڀوڳي ٿو سمجهي، هڪڙو نئون ڪوتڪ
رچيو. سو جڏهن سڪندر اشنان پاڻي ڪري سامهون آيو ته ڇا ڏسي ته
راجا سنگهاسن تي ويٺو آهي ۽ هن جي هڪ پير کي ڪي ڄالون پنهنجي
لڪيس هٿن سان پيرون زور ڏين ۽ ٻئي طرف هڪ باهه جو جاهو
پئي ٻرندو جنهن ۾ سندس ٻيو پير پئي جليو. اهو ڏسي سڪندر دل
ئي دل ۾ پڇتائي ڪرڻ لڳو ته افسوس! مونکان ته وڏي ڀل ٿي
جو مون هن کي ڀوڳي سمجهيو هو پر هي ته ڪو ڪمائيءَ وارو مهاتما
آهي. اتي ئي راجا ٻيو ڪوتڪ شروع ڪيو.

هڪ نوڪر اچي عرض ڪيو، "مهاراج! شهر ۾ باهه لڳي
آهي. راجا چيو، "هري اڇا!" وري خبر آئي ته شهر جي چانوڻي
۾ سڙي ويئي آهي. راجا چيو، "هري اڇا!" ٿوري دير کان پوءِ
سماچار آيو ته شهر جون سڀ ڪچهريون جلي ويون آهن. راجا چيو،
"هري اڇا!" آخري ۾ خبر ملي ته محلن کي به باهه وڪوڙي
ويئي آهي. راجا چيو، "هري اڇا!" سڪندر من ئي من ۾ ويچار
ڪرڻ لڳو ته راجا ڪهڙو نه مورک آهي، چپ ڪري ويٺو آهي
ڪجهه ڪرائي نٿو. آخرين ۾ باهه وڌندي راجا جي ڀرسان اچي پهتي.
اهو ڏسي سڪندر پنهنجي جهولي ۽ ڏنڊو کڻي لڳو ڀڄڻ ته راجا
ٻانهن کان پڪڙي چيس، "ڏس منهنجي سڄي نگري جلي ويئي
پر مون پرواهه ڪانه ڪئي ۽ تون لڳو آهين جهولي ۽ ڏنڊو سنڀالڻ،
جي آڌي جا به نه، رڳو ٻئي جا هوندا! اوڪي وٽ هئڻ جو اهنڪار
آهي. هاڻي تون ئي ٻڌاءِ ته تياڳي ڪير آهي؟" سڪندر چپ چاپ
ٻڌندو رهيو. سمجهي ويو ته سچو تياڳي مان نه پر راجا جنڪ آهي.
سو راجا کي عرض ڪيائين ته مونکي نام دان بخشو. راجا چيس
ته نام جي لائق ناهين. سڪندر سوچيو ته جنهن کي مون ڀوڳي ٿي
سمجهيو سي پاپ ثابت ٿيا. آخر راجا جنڪ هڪڙو ٻيو ڪرشمو

سرشتيءَ ۾ وياپڪ آهي. سو شو جي مهاراج کي مٿو ٽيڪي ۽ سندس
پرڪرما ڪري روانو رهيو. ڀلا سوامي ڪارتڪ ايڏو جلد ڪيئن ٿي
موٽي سگهيو؟ شوجي مهاراج خوش ٿي سڀ ڪم گڻيش کي ڏئي
ڇڏيو. انهيءَ ڪري گڻيش جي ٿي پوڄا ٿيندي آهي ۽ سوامي ڪارتڪ
۾ ڪنهن کي ياد به ڪونهي.

## ١٠٥- سکديو ۽ گرو

سکديو ويد وياس جو پٽ هو ۽ چوڏهين ڪلا سمپورڻ هو.
ماتا جي گرڀ ۾ ئي گيان هوس ۽ انهيءَ ڪري جنم لهي وٽانئس ته
مٿان مايا پلاڻي ڇڏي. آخر ڀڳوان هن جي خاطر پنهنجي مايا جو
پڙدو روڪيو ته سکديو جنم ورتو. خير اڀياسي هو ۽ جڳي ڪمائيءَ
وارو هو. جنم وٺڻ سان ئي جهنگل ۾ هليو ويو. هڪ ڏينهن خيال
آيس ته جنهن جي اڀياسا ڪريان ٿو تنهن جو اندر وشنو پريءَ هلي درشن
ڪريان. سندس دل ڪنول تنهن سڀ ڀرمن ختم ٿي وڃن ٿيون.
جڏهن وشنو پريءَ ۾ ويو ته دوارپالن ڌڪا ڏنس ۽ وشنو ڀڳوان کي
چيائون ته هي نگرو آهي. وشنو ڀڳوان چيس، ”اي سکديو! تون
نگرو آهين ۽ منهنجي دربار ۾ نگرو پرويش ڪو ڪري سگهي. سو
جيڪڏهين مرتيءَ مان ٿو چاهين ته وڃي گرو ڌارڻ ڪر.“ سکديو
اتان اچي پتا وٽ آيو ۽ اچي سمورو حال ڪيائينس ۽ چيائينس ته
مونکي گروءَ جي ضرورت آهي. هنڪي اڌڪار هو ته مان وشيءَ جو
پٽ آهيان ۽ انهيءَ ڪري وشنو پريءَ ۾ ڌڪا مليا هئس. ويد وياس
چيس ته، هن وقت گرو پد جي لائق صرف راجا جنڪ آهي. تنهنتي
جوش ۾ اچي پيءُ کي چيائين، ”پتاڄي ڪارڻ توهانجو عقل ڪم
ٿو ڪري هو راجا، مان وشي! هو گرهستي مان تياڳي! هو ڪتري
مان برهمڻ! هو جڪڙيل مان سنياسي!! مان هنڪي گرو ڪريان؟“
ويد وياس سمجهايس ته راجا جنڪ ئي هن وقت جو گرو آهي ۽
انهيءَ کان سواءِ هن وقت ٻيو ڪوبه گرو ٿيڻ جي لائق ڪونهي. مطلب
ته ويد وياس کيس ٻارهن دفعا سمجهائي ٻجهائي موڪليو پر سکديو من ۾
هر وقت ڪرڌ ڪري اڌ واٽ ڪٿي وستي تان موٽي ٿي آيو. هڪ دفعو ته

سگهجي جي وياڪيا ڪندي فرمايو ته گروءَ جو سچو سک، ڪو ورلي ٿو
ٿئي ٻاقي ٻيا ته سڀ مَن، زال يا اولاد جا مريد آهن. هڪڙو سک،
جو ٻاڻ کي پڙهي سگهي، ظاهر ڪندو هو ته اُنکي آزمائڻ لاءِ چيائون
ته اسانکي ڪپڙي جي هڪ ٿانءَ جي ضرورت آهي، انهيءَ
سک، واعدو ڪيو ته سڀاڻي ڪپڙو ڪٺي ايندس. سگهڙن کي مٿو
نمائي شهر ۾ آيو ۽ گهڻيل ڪپڙو خريد ڪري گهر کڻي آيو. سندس
استريءَ پڇيس ته ڪپڙو ڪيئن آندو اٿيئي؟ وراڻيائين ته گرو
صاحب لاءِ ورتو اٿم ۽ سڀاڻي سندن دربار ۾ پهچائڻو آهي. سندس
زال چيو، "هي ڪپڙو ته مان ٿورڪي ڪڍهن ڪو نه ڏيندس جاڪاڻ
ته مونکي ٻارن لاءِ گهرجي. ڪپڙو تمام سٺو آهي. گرو صاحب کي ٻيو
وٺي ڏج." هن جيو ته ٽاڪيءَ وٽ انهيءَ ڪپڙي جو صرف هڪڙو
ئي ٿاڪو هو. اهڙو ڪپڙو ٻيو اتي ٿي ڪو نه. تنهنڪري جورڻ لڳي
ته پوءِ مان اهو ڪپڙو ضرور رکندس. هن ويچاري گهڻوئي سمجهايس
ٻڌايس پر هن جي هڪ به نه هلي. سندس زال اٿين جنهن ٿاري
چڏيس ته گرو صاحب کي ڪپڙي جو ڦولڻي؟ هن ويچاري کٿي
ماٺ ڪئي. ٻئي ڏينهن جڏهن دربار ۾ ويو تڏهن صاحب پڇيس ته
ڪيئن ڀائي! ڪپڙو وٺي آئين؟ عرض ڪيائين ته اجا ڪپڙو
ڪو نه مليو آهي. سو شوڪ لاءِ گروءَ کي ڏِن ۽ ڏِن سولنجي آسان
آهي پر مَن سولنجي اوکو آهي. جي مَن سولجهي ته گرمک ٿي پوي.

## ١٠٢- آڍائي گهڙين جو سمرڻ

ذڪر آهي ته جڏهن راجا جنڪ پنهنجو اصول شروع ڪيائين
پنهنجي ڌام وڃي رهيو هو ته رستي ۾ جا ڏو ڏسي ته جيڪو ڪن ۾
سڙي رهيا آهن ۽ دانهون ڪوڪون پيا ڪن. راجا ٻهراڻ جمدوتن
کان پڇيو ته، جو هي نرڪن جي آگ ۾ پيا جلن؟ پوءِ ڌرمراءِ کان
پڇيائين ته، هنن جي ڇوڪاري جو ڪو اُپاءُ آهي؟ ڌرمراءِ چيو
تسمبڪڏهن ڪو مهاتما پنهنجي نام جي ڪمائيءَ جو ڦل ڏئي ته
ڇوٽڪارو ٿي سگهندو. تڏهن راجا جنڪ اُتي پنهنجي
جي آڍائي گهڙين جو ڦل ڏئي جيون کي نرڪ مان آزاد ڪرايو

۽ وچ ۾ اچي جهڪي ماڻهو هجن تن کي چئه ته مون وٽ ڪو بندوق
ڪٿي آيو آهي ۽ انهان چڙهڻ لاءِ ڪو ماڻهو ڪڍي." جڏهن ڏٺي اچي
اهو ڏٺائين ڏاڍو ته جيڪو جوان خالص ۽ هو اهڙو خالص ۽ ولي
دوڙايو. ڪنهن پڳ ٻڌي ته ڪنهن سلوار ٻڌي پاتي ته ڪنهن
وارن ۾ ڪنگو ٻڌي ڇڏيو. هرڪو اچي جي شڪل جي ساراهه ڪرڻ
لڳو. ڪنهن چيو ته ڇالاءِ گهوڙن جي ڏاڍي پيار ساڻ شڪل ڪري ٿو،
ڪنهن چيو ته هن ڇوڪرو جي اڃائي ۾ ڏاڍي مدد ڪئي ۽ ڪو
پيو چوي ته هي هن خاص ڪم ۾ ماهر آهي. اهڙي ريت هرڪي نه
مارڻ لاءِ مون تي بندوق آزمايو. سو گرو صاحب سڀني کي ڪٺي
هڪ ٻي قطار ۾ هڪ اچي ڀلان گڏو ڇڏيو ۽ گولي اهڙي طرح
هلائون جو سڀني جي مٿان لنگهي وئي، پاڪائڻ ته گرو صاحب
کي ته ڪنهن کي به مارڻ ڪونه هو صرف پرکڻا وٺڻي هئي. ڀلي
ڏاڍو پڇتايو ۽ سوچائين ته موڪلي ڪهڙي خبر ته گرو صاحب کي
صرف آزمائش لاءِ وٺڻي هئي نه ته جيڪر مان پاڻ کي پيش ڪيان
ها سو پرکڻا ۾ ڪو ورلو پاس ٿيندو آهي. شل نه مالڪ ڪنهن
جي آزمائش وٺي! حضرت عيسيٰ جو پڻ فرمان آهي ته شل خدا
ڪنهن جو امتحان نه وٺي!

## ١٠٠- راجا جنڪ کي گيان

ذڪر آهي ته راجا جنڪ کي پڻ پد حاصل ڪرڻ جو شوق
پيدا ٿيو. سو هڪ هزار ڳئون گهرائي هر هڪ ڳئون جي سڱن ۾
ڏهه ڏهه سونهن مهرون ٻڌائي حڪم ڏنائين ته جيڪو رشي شاستر
اوسط ۾ انهن سڀني کي جيتيندو تنهن کي مهرن سوڌيون ڳئون
ملنديون. ڪيترا ئي مهان ڀڳت مباحثو هلندو رهيو. آخر رشي
ياڳيه ولڪيه انهن سڀني رشين ۾ اول آيو ۽ مهرن سميت ڳئون وٺي
ويو. راجا جنڪ پوءِ چيو ته جيڪو موڪلي اندر ۾ آتمڪ گيان
ڪرائيندو، اهڙي کي مان انهن اهڙين هزار ڳئون مهرن سميت
ڏيندس. ياڳيه ولڪيه واچڪ ڪهاڻي هو تنهن ايڏي ۽ ترڪ ذريعي
راجا کي گيان ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪمس اثري اهو نه

صرف پيغمبر آهيو ته پوءِ مولکي توهان کان نام وٺڻ جي ضرورت
ڪيئن؟ مان ته نهايت اوچي وچار سان آيو هوس پر توهان اهڙو
اوچو خيال ظاهر نه ڪيو. مون ته ٻڌو هو ته مرشد ۽ خدا ۾ ڪو به
ڀيد ڪونهي يعني ٻئي هڪ آهن." شيخ ولي ڇاتيءَ سان
لڳايس ۽ چيائينس ته مان توکي نام ڏيندس پر هيڪي نه. سو رب
جا عاشق رب جو روپ آهن. انهن ۾ ۽ رب ۾ ڪو به فرق ڪونهي.

## ٩٩- پريکيا

هي انهيءَ وقت جو ذڪر آهي جڏهن گرو گوبند سنگهه صاحب
کي مسلماني حڪومت جي طرفان ڪري آنندپور ڇڏڻي پئي. دلي
نالي ترکان قوم جو هڪ سردار گرو صاحب کي گڏيو ۽ چيائين،
"مهاراج! جي توهين اسان کي اطلاع ڪريو ها ته اسين مسلمانن سان
مقابلو ڪريون ها ۽ آنندپور ڪنهن به حالت ۾ نه ڇڏيون ها." گرو
صاحب فرمايو، "جيڪو اڪال پرکه جو حڪم!" دلي چيو، "نه
سائين."

انهيءَ زماني ۾ ٽوپيدار بندوقون ٺهنديون هيون. پر ٻئر
ڪلا بندوقون وڏيڪ ڪارگر سمجهيون وينديون هيون. انهن بندوقن
۾ گهوڙو نهڻ چلمنيءَ ٻئر تي پوندو هو جنهن مان باهه نڪرندي هئي
۽ پوءِ بندوق هلندي هئي. هڪڙو سک هڪڙي سٺي ۽ نئين ٻئر
ڪلا بندوق ناهي صاحب وٽ کڻي آيو، گرو صاحب فرمايو، "بندوق
ڪنهن تي آزمايون؟" ورڻي چوڻ لڳا ته هيڪي ماڻهوءَ تي آزمائجي.
آخر پاڻي دلي کي چيائون ته پهرتيندو ته تون پنهنجو ڪو ماڻهو وٺي
اچ جنهن تي آزمايون. دلي اچي پنهنجي ماڻهن کي چيو پر موت جي
منهن ۾ پوي ڪير؟ حالانڪ گرو صاحب کي مارڻ ته هو ڪونه، صرف
پرکيا وٺڻي هئي. جڏهن موٽي آيو تڏهن صاحب چيس، "دلا!
پهرين تون ئي اچ." دلو چوڻ لڳو، "سائين! منهنجا ننڍا ننڍا ٻار
آهن، مونکان پوءِ هنن جو ڪهڙو حال ٿيندو؟" گرو صاحب فرمايو
ته "بس! سوال ته جيئڻ لئي نه اسان کي اطلاع ڪريو ها ته......"
دلو نهايت لڄي ٿيو. صاحب پوءِ کيس چيو، "چڱو! منهنجي طبعي

سار لڏي آهي الهيءَ ڪري تنهنجو حج قبول آهي. هاڻي حج تي
وڃڻ نه وڃڻ تنهنجي مرضي.

## ۹۷- آڌيءَ رات جو سج

گرو نانڪ صاحب جن اڌ رات جو پنهنجي پٽن کي چيو ته سج
اڀريو آهي پر هنن جي سمجهه ۾ ڪونه آيو. پوءِ صاحبن انگد صاحب
کان پڇيو. هن ترت جواب ڏنو، "حضور! برابر سورج نڪتو آهي."
صاحبن هنکي ڪجهه چادرون ڏنيون ته وڃي ڌوئي آءُ ۽ انگد صاحب
ڌوئي کڻي آيو. سو سنتن جا وچن راز ۽ رمز سان ڀريل هوندا آهن ۽
انهن تي شڪ ڪرڻ مناسب ناهي.

## ۹۸- شيخ شبلي

شيخ شبليءَ وٽ ٻه ماڻهو مريد ٿيڻ آيا. پاڻ ڏسائون ته هڪ
اتڪاري آهي پر ٻيو نه. چيائين ته جدا جدا ٿي اچو. سو پهرين
هڪڙو آيو ۽ اچي چيائين ته بيعت ڪيو (نام ڏيو). شيخ شبليءَ چيس
ته پڙهه ڪلمو هن چيو ته پڙهايو. چيائينس پڙهه، "لا اللهه الا اللهه
شبلي رسول الله" هن چيو، "توبهه! توبهه!! شيخ شبلي ٻه توبهه
ڪرڻ لڳو. تنهن تي هن چيس، "توهان ڇو توبهه توبهه ڪئي؟"
شيخ پڇيس ته پهرين تون ٻڌاءِ ته تو ڇو توبهه توبهه ڪئي. هن وراڻيو
ته توهين رواجي درويش ۽ دعوا ڪريو ٿا رسول هئڻ جي! انهيءَ
ڪري توبهه ڪيم. هاڻي توهين ٻڌايو ته توهان ڇو توبهه ڪئي؟ شبلي
چيو، "مون انهيءَ لاءِ توبهه ڪئي جو مان نام جو اعليٰ خزانو هڪ
گندي هردي ۾ رکڻ لڳو هوس. شڪر جو بچي ويس. تون منهنجي
ڪم جو نه آهين. ڪنهن مسجد جي ملي وٽ وڃ."

جڏهن ٻيو آيو ته هن به نام دان لاءِ عرض ڪيو. هنکي به شيخ
ڪلمي پڙهڻ لاءِ چيو. هن چيو ته پڙهايو. چيائينس ته چڱو پڙهه.
"لا اللهه الا اللهه شبلي رسول الله" جڏهن شيخ شبلي ائين چيو ته
شخص چيو، "حضرت! مان هلان ٿو." پڇيائينس ڇو؟ جواب ڏنائين،
"مونکي هڪ شڪ پئجي ويو آهي. مان پيغمبر صاحب کي اڳئين
مڃيندو آهيان ۽ قرآن شريف منهنجي گهر ۾ آهي. سو جي توهين به

اَنبَ ٻيا آهن !“ ٻڌي جيڪو، ”مهاراج جي ! هي ته اَڪ آهن.“ صاحبن چيس، ”تون ڪٿي چئه ته اَنبَ آهن.“ ٻڌي وراڻيو، ”مان اَڪن کي اَنبَ ڪيئن چوان !“

هڪ ٻئي هند ڪاهي (گاهه جو قسم) بيٺي هئي. گرو صاحبن فرمايو، ”ڪهڙي نه مٺي ڪڻڪ بيٺي آهي !“ ٻڌو چوڻ لڳو، ”هي ته ڪاهي آهي.“ صاحبن چيس، ”تون چئه ڪٿي ته ڪڻڪ آهي.“ ٻڌي وراڻيو، ”مان انهن ڪيئن چوان جڏهن آهي ئي ڪاهي.“ تنهنتي گرو صاحبن فرمايو ”اي مُورک ! جي تون چوين ها ته هتي ڪڻڪ ۽ اَنبَ ٿي پون ها. پر هاڻي تنهنجي هوندي نه ٿيندا، تنهنجي مرڻ کان پوءِ سڀ ڪجهه ٿيندو ۽ لهرون وهنديون.“ اڄ ڪاله وڃي اُتي جيڪي رونق ڏسو. سو سنتن جو ايڏو ناڪل صحيح هوندو آهي ۽ سندن وچن ڪڏهن به غلط نه ٿيندو آهي.

## ٩٤- ڦهڪجو حج قبول

هڪ فقير ڪعبي حج لاءِ پئي ويو. رستي ۾ ڇا ڏسي ته هڪ ڪتي جا چار ٻچا ڄاول پيا آهن. ٻچن مٿان ڪاڏي لڳهي وٺي هئس ۽ هاڻ چلڻ کان لاچار هو. فقير سوچيو ته هن سفر ۾ مان ڪتي کي ڪٿي وٺي پيو گهمندس ۽ ايو ته هي پالمعه جانور آهي. وري من ۾ خيال آيس ته هتي ته هتي ڪو اوهي واهي ڪوڻهي. سو ڏيا اچي ويس ۽ ڪتي کي ڪٿي هڪ کوهه تي آيو. کوهه ويران هو ۽ پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڦرڻي، رسي وغيره ڪاڻ هئي. سو ڇا ڪيائين جو وڻ جا ٻه چار وڏا پن ڪٽي انهن مان هڪ ڏونو ٺاهيائين ۽ پنهنجي پڳڪي مان ڳنڍيائين پر تنهن هوندي به پاڻيءَ تائين نه پهتو. هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين ڪو ٻيو نشر نه ڏسي پنهنجي سلوار لاهي ڇڻس سان ٻڌائين دونو پاڻيءَ تائين پهچي ويو. ٻه چار دونا ڪتي کي پياريائين. ڪتو سامهه ۾ آيو. پوءِ ڪعبي ڏي ڪٽي روانو ٿيو. رستي ۾ هڪ مسجد آئي جنهنجي ملي کي چيائين، ”مان ڪعبي وڃي رهيو آهيان. تون في الحال هن جي ديک ريک ڪج. موٽي مان توکان اچي وٺندس.“

مُرامه جي سمهيو ته الاهي آواز ٻڌائين ته تو منهنجي جيءَ جي

” دک، سک، دونون سم ڪر جاني اوڙ مان اپمانا . “
ارٿات نه دک ۾ دکي رهي، نه سک ۾ سکي .

**هڪ سنسنگي** :- حضور! ايا ته دک سهي ٿا سگهجن . پر ٻين جي گلا بڌي سگهجي ٿي پر گروءَ جي نندا سهاري نٿي سگهجي .

**مهاراج جي** :- جيڪڏهن ڪو گروءَ جي نندا ڪري ته توهين اتان چپ چاپ اٿي هليا وڃو . رهي ٻين جي ساراهه يا نندا، سو نه نندا ۾ ناراض ٿيو، نه ساراهه ۾ خوش . مثال طور هاٿيءَ پٺيان ڪتا ڪيترو به ڪٽي ڀونڪن ته به هو هنن جي ڀونڪڻ جي ڪا به پرواهه نٿو ڪري . چپ چاپ هلندو رهي ٿو . اهڙي ريت جيڪي مالڪ جي رنگ ۾ رتا پيا آهن، دنيا انهن کي ڪٽي ڪجهه به چوي ته به هو بلڪل پرواهه نٿا ڪن .

## ٩٤- شرڻ جو پرتاپ

ڀاڳونت ۾ هڪ پراچين ڪٿا آهي ته هڪڙي ڪمزور ٻڪري هڪ جهنگل ۾ رهندي هئي . انهيءَ جهنگل جو راجا هڪ شينهن هو . شينهن کي ٻڪريءَ تي ديا آئي ۽ هنکي ڇڏي ڏنائين . جهنگ ۾ هڪ هاٿي به رهندو هو . شينهن هاٿيءَ کي چيو ته جڏهن تون پاڻي پيئڻ وڃين ته هن کي به گڏ وٺي پياريندو ڪر . هوءَ هاٿيءَ تي چڙهي پاڻي پي ايندي هئي . هي سڀ شرن جو پرتاپ آهي .
اهڙي طرح سنتن جي شرن ۾ اچي جيو رائيءَ مان پهاڙ، ريند (هيرڻ) مان تلسي يعني نيچ گتيءَ مان سدت پڌجو پوي .

## ٩٥- اڪ ۽ آڏب

گرو گوبند سنگهه صاحب جن هڪ دفعي مالوي ويا . انهيءَ وقت اتي ڪٽڪ ڪو نه ٿيندي هئي پر جوءِ ۽ چٺا ٿيندا هئا . اجاڙ علائقو هو ڇاڪاڻ ته برسات ڪو نه پوندي هئي . اتي جي ماڻهن گرو صاحبن جي پريم سهت شيوا ڪئي . ريگستان ۾ بيڪانير جو ته ڪو مهتو هوئي ڪو نه . دلو براڙ قوم جو سردار هو . سامهون اڪ بيٺا هئا . گرو صاحبن فرمايو، ”دلا! ڏس ته سهڻن ڪهڙا سهڻا

رهڻون ، وڪار آهي من . ستگرو اچي آتما کي سمجهائي ٿو تہ تون آتما آهين ۽ پرماتما جي انس آهين . تون پنهنجي اندر جهاتي پائي پاڻ کي سڃاڻ ! ابياس ڪري اندر وڃڻ سان جيو کي آتم گيان پراپت ٿئي ٿو .

## ٩٢- ڪرمن جي سزا

هڪ ڏينهن ڌرتراشٽر ڪرشن ڀڳوان کان پڇيو ، ” مهاراج ! مان اندو ڇو ٿيو آهيان ؟ منهنجي هڪ سؤ جنمن جي سڌ آهي تہ انهن ۾ مون ڪو بہ اهڙو ڪرم ڪونہ ڪيو آهي جنهنڪري مان اندو ٿيان ؟“ ڀڳوان سندس مٿي تي هٿ رکي چيو ، ” اچا وڌيڪ پوئتي نهار . “ جڏهن نهاريائين تہ ڏٺائين تہ هڪ سؤ ڇهين جنم جو ڪرم هو ، جنهن ڪارڻ هو اندو ٿيو هو . سو ڪرمن جو سلسلو نهايت باريڪ ۽ پيچيدو آهي .

## ٩٣- رابعہ بصري

مسلمانن ۾ رابعہ بصري هڪ اعليٰ درجي جي مهاتما ٿي گذري آهي . ڪنهن فقير هن سان نرڪ جو ذڪر ڪيو . چوڻ لڳي تہ مون وٽ اهو امرت آهي جنهنجو صرف هڪ ڦڙو ئي دوزخ جي آگ وسائڻ لاءِ ڪافي آهي . سو اهڙي ڪمائيءَ وارن مهاپرشن ئي گذريون آهن . سنتن کي طاقت آهي تہ هو جيون کي نرڪ مان ڪڍي مڪت ڪرائي سگهن .

رابعہ بصريءَ وٽ ٻہ فقير ويا . رابعہ کين چيو تہ ڪا رب جي وڻاڻ ڪريو . هڪ چيو تہ سچو شيوڪ اهو آهي جيڪو ڏک کي مالڪ جي مرح سمجهي خوشيءَ سان سهي ٿو . رابعہ ورائيو تہ انهيءَ ۾ اهنڪار جي بوءِ آهي . ان کان ڪا اوچي ڳالهہ ٻڌايو . ٻئي فقير چيو تہ مالڪ جي طرفان جيڪا تڪليف ، بيماري ۽ تنگي اچي انکي سک سمجهي سهي . رابعہ چيو تہ اهو بہ ٺيڪ ڪونهي . انکان بہ ڪا اتم ڳالهہ ٻڌايو . تڏهن رابعہ چيو ، ” مان انهيءَ کي درويش ٿي سمجهان جنهنکي سک ۽ ڏک جي تميز ئي نہ رهي . “

گرو نانڪ صاحب جن بہ اهوئي اپديش ڪن ٿا :-

اٿو اچين ؟" چوڻ لڳو ، "حضرت ! اڄ خدا مري ويو." پرسان
ويٺل شريعت وارن چيو ته هن ڪافر کي ٻاهر ڪريو. اهو مريد موٽي
ٻيو ڏينهن آيو ۽ اچي چيائين ، "خدا پڪ مري ويو." مهاتما شيوادارن
کي حڪم ڏنو ته هنکي ڌڪي ٻاهر ڪيو. اهو مريد وري ٽيون ڏينهن
آيو ۽ اچي چيائين ، "جي ! خدا سچ پچ مري ويو." ايتري ۾
شريعت وارا اٿي هليا ويا. درويش چيس ته ها برابر خدا مري ويو.
ساٿين پڇيو ، "هي ڪهڙو اسرار ! ٻهرين ته هن لاءِ ٻاهر ڪڍڻ جو
حڪم ڏنو ۽ هاڻي چئو ٿا ته برابر خدا مري ويو." تڏهن درويش
سمجهايائين ، "شريعت وارن ۽ دنياوارن جو خدا آهي من ، سو اڄ هن
مريد جو من هنجي وس ۾ اچي چڪو آهي. انهيءَ ڪري واقعي ٿي
هن جو خدا (من) مري ويو."

## ٩١- ريڍن ۾ شينهن جو ٻچو

هڪ ڏينهن هڪ شينهڻي ، ٻچو ڄڻي شڪار لاءِ هلي وئي.
سندس پٺيان هڪ ريڍار اتان اچي لنگهيو. هو شينهڻيءَ جو ٻچو اتان
کڻي آيو ۽ اچي ريڍن جي کير تي پاليائين. ٻچو وڏو ٿيو. اتفاق سان
هڪ ڏينهن اتان هڪ شينهن اچي لنگهيو. ڇا ڏسي ته هڪ شينهن جو
ٻچو ريڍن سان گڏ پيو گهمي ڦري ! شينهن انهيءَ ٻچي جي پرسان
وڃي کيس چيو ته تون به شينهن آهين. هن وراڻيو ته نه ، مان ته ريڍ
آهيان. شينهن وري چيس ته تون ريڍ نه ، پر شينهن آهين. ٻچي
ساڳيو ئي جواب ڏنو ته مان ريڍ آهيان. تڏهن شينهن چيس ته تون
مون سان گڏ درياهه تي هل. جڏهن درياهه تي پهتا ته شينهن چيس ،
"هاڻي پاڻيءَ ۾ نهاري ڏس ته برابر منهنجي ۽ تنهنجي شڪل ساڳي
آهي؟" ٻچي ڏسي چيو ته ها. شينهن چيس ته مان گجگوڙ ٿو ڪريان
۽ تون به ائين گجگوڙ ڪر. سو جڏهين شينهن گجگوڙ ڪئي ته ٻچي
به گجگاڙ ڪئي. نتيجو اهو نڪتو جو ريڍون ۽ ريڍار سڀ اٿي ڀڳا.
هن درشٽانت جو اصلي مطلب آهي ته آتما امر آهي ۽ ڪل
مالڪ جي انس آهي. ٻهرين آتما برهم جي وس آئي ، پوءِ ترلوڪ
جي مالڪ نرنجن جي ۽ انهيءَ کان پوءِ من جي. اندريون آهن

لکي ويا. ماڻهن کي جڏهن انهيءَ حقيقت جي سڌ پيئي ته نه صرف
پرماتما جا لک شڪرانا ڪيائون، پر انهيءَ ڏينهن کان وٺي مهاتما
۾ پورو عقيدو جمي ويو. انهيءَ ڪري جيڪو مالڪ جي ڀاڻي ۾
راضي رهي ٿو، سو ئي سچو شيرڪ ۽ گرمک آهي.

## ٨٩- منگتي کان ڇا منگجي

هڪ ڏينهن اڪبر بادشاهه سير تي نڪتو. رستي ۾ اڃ لڳس.
سو هڪ زميندار جي گهر تي هليو ويو. زميندار کيس ساڻ سنهڙي
ڏهرڙو ولي پٽو ۽ کيس کاڌو لاءِ ڪجهه ڏنو. اڪبر هلندي وقت
چيس، "چوڌري! مان بادشاهه آهيان، ڪڏهن ڪم پوئي ته مون
وٽ اچي وڃج." زميندار ورائيو، "منهنجو ڪهڙو ڪم پوندو؟
زمين جي ٻل تي مان نهايت سٺو رهندو آهيان."

بادشاهه ته هليو ويو. ڏڪار جي ڪري زميندار کي اچي ڪم
ڪم پيو. سو بادشاهه جي محل وٽ پهتو، اندر ادايو موڪليائين.
بادشاهه هڪدم اندر گهرائي ورتس. اڪبر ان وقت نماز پڙهي
رهيو هو. نماز کان پوءِ هٿ کڻي دعا گهريائين. چوڌري اهو سڀ
لڪائي ڏسي رهيو هو. جڏهن بادشاهه نماز کان فارغ ٿيو ته چوڌريءَ
پڇيس، "اوهين هي هٿ مٿي کڻي ڇا ڪري رهيا هئا؟" بادشاهه
ورائيو، "مان خدا کان دعا گهري رهيو هوس ته منهنجو ملڪ ڪم
راس ٿئي، منهنجي راڄ ۾ سک شانتي رهي ۽ عمر هجي، وغيره."
چوڌريءَ چيو، "چڱو مان ويو هلان ٿو." بادشاهه پڇيس ته "ڇو،
ڪجهه ڪم ڪار هئا." تنهن تي چوڌريءَ ورائيو، "مان به انهيءَ
کان گهرندس جنهن کان توهان پئي گهريو."

"منگتيان تي منگڻ ڪس ڪام دا."

## ٩٠- خدا مري ويو

ڪنهن مسلمان مهاتما وٽ ڪيتراني شريعت جا پابند وينا هئا
ته اتي سيدن هڪ مريد آيو. هنجي اندر جو پردو کليو هو، انهيءَ
ڪري چهري تي رونق هئس. فقير پڇيس، "ڇو اڄ ڏاڍو سرهو پيو

## ٨٨- ڪتا مري ويا! چڱو ٿيو

اسلامي ڪتابن ۾ هڪ آکاڻي آهي ته هڪ مسلمان درويش ڪنهن ڳوٺ ۾ رهندو هو. هڪ دفعي انهيءَ ڳوٺ جي ڪتن ۾ اچي بيماري پيئي جنهنڪري ڪتا مرڻ لڳا. ڳوٺاڻن درويش اڳيان اچي عرض ڪيو، "سائين ڳوٺ جا سڀ ڪتا مري ويا آهن." درويش فرمايو، "چڱو ٿيو، مالڪ جيڪي ڪري ٿو تنهن ۾ اسانجي ڀلائي سمايل آهي." ڪجهه وقت کانپوءِ ڳوٺ جا سڀ ڪڪڙ مري ويا. ماڻهن وري اچي عرض ڪيو، "جناب، ڪڪڙ به سڀ مري ويا آهن." درويش وراڻيو، "انهيءَ ۾ به ڀلو هوندو." ماڻهن دکي ٿي چيو ته اسانجا ڪتا مري ويا، پوءِ ڪڪڙ مري ويا ۽ توهين پيا چئو ته چڱو ٿيو. درويش وري به فرمايو ته جيڪا مالڪ جي موج. انهيءَ زماني ۾ ماچيس ڪو نه هوندا هئا. ماڻهو يا ته چقمق کي لوهه سان گسائي يا ڪاٺيءَ کي ڪاٺيءَ تي گهڻي هيٺان سڪل گاهه يا ڪپهه رکندا هئا ۽ جڏهن چڻگون نڪرنديون هيون ته گاهه يا ڪپهه ٻري پوندي هئي. ڳوٺن ۾ ته عام طور ماڻهو باهه ڏيئي رکندا هئا. هڪ دفعي اهڙي زبردست آنڌي ۽ برسات آئي جو سڀني گهرن ۾ باهه هڪدم وسامي وئي. ڳوٺاڻن وري به درويش وٽ اچي عرض ڪيو ته حضرت هاڻي ته سڀني جي باهه به اجهامي وئي. ڪجهه سو ڇا ڪجي؟ درويش وري به چيو ته جيڪا رب جي رضا! ڳوٺاڻن کي اها ڳالهه ڪين وڻي سو ٻيو دفعو عرض ڪيائون، "حضور! اسان لاءِ دعا گهرو." چيائين، "چڱو، هڪ ڏينهن ترسو پوءِ سڀ توهانجي سمجهه ۾ اچي ويندو." ماڻهن کي پڪين نه آيو ۽ چيائون اٿو ته هلون، درويش هميشه انهن چڱي ڳالهه کي ٽاريو ڇڏي.

ٻئي ڏينهن ڪو بادشاهه قتل عام ڪندو اچي لانگهائو ٿيو. پريان ڳوٺ جا وڻ ڏسي چيائين ته هي وڻ شايد انهن ٿي آهن ڪابه آبادي ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي. جيڪڏهن ڳوٺ هجي ته ضرور ڪتن جي ڀؤنڪ يا ڪڪڙن جي بانگ ٻڌجي يا دونهون ڏسڻ ۾ اچي، سو هتي ڪو ڳوٺ ڪونهي. انهيءَ ڪري هو سڀ ڳوٺ جي ٻاهران ٿي

گهراڻي هن کان پڇيو، ”مالي ! تون ڪهڙي منتر جو جاپ ڪري
ڪرڻ جو پاٺ توکي ڪٿو پروڙي ؟“ مالي وچاري سادي سودي
هئي تنهن سڀ ڪجهه ٻڌايس. هاڻي منتر يا شبد جو تعلق لکڻ
پڙهڻ سان ته آهي ڪو نه، الڪ ڪمائي ڪرڻ سان. پر مهنت انهي
راز کان بيخبر هو. سو ڇا ڪيائين جو پنهنجا ڪجهه چيلا ولي وڃي
ڏٺي لڏيءَ تي آيو ۽ چيلن کي چيائون ته جي اتفاق سان مان غوطو
کان ته پوءِ وسيءَ ذريعي ڇڪي ٻاهر ڪڍجو.

ماليءَ جي حالت پر ته پوري، ڪمائي ۽ گروءَ جي دعا جو
پرتاپ هو. مهنت وچارو منتر پڙهندو پاڻيءَ ۾ گهڙيو ۽ اجهان ٻڏو
وڃڻو هو ته لڳو غوطا کائڻ. رڙ ڪري چيائين، ”ڇڪيو ڙي،
ڇڪيو.“ چيلن ته اڳيئي وسي هٿڙي ڪمر سان ٻڌي ڇڏي هئي ۽
هڪدم ڇڪي ٻاهر ڪڍيائونس. سو ستگرو هميشه انهيءَ ٻاري جي
مدد ڪري ٿو جو مٿس پورو ڀروسو رکي ٿو ۽ انهيءَ نالي ۾ شڪتي
آهي جو ڪر ڪمائيءَ وارو ستگرو بخشي ٿو.

## ٨٧- سترو ۽ باهه

گرو ارجن ديو مهاراج جن جي وقت ستري نالي هڪ بي پرواهه
فقير ٿي گذريو آهي. ڪنهن چيس ته پاسي ۾ ڪو مهاتما آيو آهي،
هلو ته هلي سندس درشن ڪري اچون. ستري چيو ته چڱو. جڏهن
مهاتما وٽ پهتا ته هنڪي هري هر ستنو چيائون. مهاتما به موٽ ۾
هري هر ستنو چيو. ٿوري دير ڪانپوءِ ستري چوڻ لڳو ته باهه کپي.
مهاتما وراڻيو ته مون وٽ باهه ڪاڻهي. ستري ٻيو دفعو پڇيس ته باهه
آهي؟ هن جوش ۾ چيس، ”توکي چيم جو نه ڪاڻهي.“ ستري وري
ٽيون دفعو چيس ته مونکي باهه جي ضرورت آهي ڪرپا ڪري ڏيو
مهاتما وڏڪ ڪشي ٿي چيس، ”توکي ڪيترا ڀيرا چيم ته باهه ڪانهي؟“
جڏهن ستري چوٿون دفعو ٽوڪيندي چيس، ”هاڻي ته باهه پيٽ
ٻيٽي ڪري!“ مهاتما ڏاڍو لڄي ٿيو. سو سڀن شڪتي ۽ ڪن ورلن
ته ته ڪروڌ جي باهه سيني جي اندر ٻري ٿي اوي.

سان ان ڳالهه ۾ شامل راءِ نه آهيان. اڪبر چيس ته پنهنجي ڳالهه جو ثبوت ڏي. بيربل ٻارهن سالن جي مهلت گهري جا اڪبر منظور ڪئي.

بيربل مختلف ڳوٺن جا ڏهه ويهه ڪير ننڍا ٻالڪ ڪٺا ڪيا ۽ انهن جي پرورش لاءِ گونگيون دايون رکي سڀني کي شهر کان ٻاهر جهنگل ۾ رهائڻ جو انتظام ڪيو. ٻارهن سالن کانپوءِ سڀني ٻارن کي جڏهن درٻار ۾ پيش ڪيو ويو ته لڳا ٻاندرن ۽ ٻين جانورن جون ٻوليون ٻولڻ. اڪبر کي يقين ٿي ويو.

سو آدميءَ جو گرو برابر آدمي آهي. جي استاد ۽ گرو نيڪ پاڪ ته شاگرد ۽ سک جي حالت به ضرور سڌرندي.

## ٨٦- ندي پار ڪرڻ جو منتر

ذڪر آهي ته هڪ مائي ڪنهن مهاتما جي شيوا ٽهل ڪندي هئي. مهاتما جو ڏيرو نديءَ جي ٻئي پر هو. مائيءَ جو اهو نيم هو ته هر روز مهاتما لاءِ کير کڻي ويندي هئي ۽ ستسنگ ٻڌي واپس ايندي هئي.

پهاڙي علائقن ۾ ڪن هنڌ اهو رواج آهي ته جڏهن ضرورت پوندي آهي ته نديءَ تي پل ٺاهيندا آهن ۽ جڏهن برف ڳرڻ شروع ٿيندي آهي ته پل ڊاهي ڇڏيندا آهن ۽ آمدرفت بند ٿي ويندي آهي. اهو علائقو به پهاڙي هو. مائي ڪجهه ڏينهن سنت جي شيوا ڪندي رهي. آخر هڪ ڏينهن مهاتما کي چوڻ لڳي، "مهاتماجي! مان روز اوهانجي شيوا ۾ کير کڻي ايندي آهيان، سڀاڻي پل ڊهڻي آهي انهيءَ ڪري مان کير کڻي اچي نه سگهنديس." مهاتما چيس ته هي منتر پڙهندي تون پاڻيءَ تان ائين ايندي ويندي ڪر جيئن اڳي پل تان ايندي ويندي هئين.

مائي مهاتما جي هدايت مطابق منتر پڙهندي روز ايندي ويندي هئي. ڪنهن گرداري جي مهنت کي پتو لڳو جنهن مائيءَ کي

وڏيڪ داناءُ هٿا سي مٽي ويا ۽ روپيا موڙي آيا، ڪن چيو ته اسين
اڄان مٿي ويندا سين آهي موهرون کڻي واپس موٽيا. ڪي جزوي
جيڪي وڌيڪ مٿي ويا تن کي سونا مليا. ڪي ورلي انهيءَ کان
مٿي ويا سي قيمتي هيرا جواهر کڻي آيا. هڪڙي ماڻهوءَ چيو ته،
مان ڪوڙ ٿالين وڃڻ ۽ وڃي ڏسان ته اڳتي ڇا آهي آخرين منزل
تي پهچي ڏٺائين ته بادشاهه پاڻ ويٺو آهي ۽ هن پڇيس - تون من
ڪٿي هن مٿان رکيو ۽ کيس بادشاهه بڻائي ڇڏيائين.

سچو آ توهاڻي اندر ڪروڙين ڪنڊ
خوشيون ۽ شانتيون آهن پاڪ مرد عدا اڪال
آهي. انهن کي پاڻ ئي پائڻ توهانجي همت

جيڪي پنهنجي پار انهن جي موهه ۾
ٿا وڃن سي سڄو پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪوڏيون
انهن مان ڪي مٿي آهي آهن جي ڏومي وڃار
سمجهو پيسا ڪٺا ڪري ويا. جيڪي پوڄا پاٺ
ٿا سي چٽ ته روپيا ڪمائي ويا. جيڪي آڀاسي مهمس
دوارن ڪان مٿي چڙهي ترپا پد ۾ پهتا سي سمجهو ته موهرون
ويا. جيڪي پيارا برهم ۾ پهتا سي موتي ۽ جيڪي پار برهم
سي هيرا جواهر ڪٺا ڪري ويا. پر جيڪو ڪوڙ سالن پهتو سنت
خاص مالڪ جو پيارو آهي جو ڪمائي ڪري سٿلوڪ وڃي ٿو،
جتي پهچڻ سان اڪال پرک هنجي سر مٿان پنهنجو تاج رکي ٿو ۽ اولاد
پاڻ ۾ لين ڪري ٿو ڇڏي. انهيءَ لاءِ اسان کي جڳائي ته جيترو ٿي
سگهي اوترو پرمارٿ جي ڪمائي ڪري هن منش جنم جو پورو پورو
لاڀ وٺون.

## ٨٥- آدميءَ جو ڳرو آدمي

هڪ ڏينهن اڪبر ۽ بيربل جي وچ ۾ خيالن جي ڏي وٺ ٿي
رهي هئي. بيربل چيو ته آدميءَ جو اُستاد آدمي آهي. اڪبر چيو
ماڻهو قدرتي طرح اهيل لکيل اچي ٿو. بيربل چيو ته مان توهان

بادشاهه ڪير آهي ؟ اسين . شيطان آهي جو دوست جو هميشه
اسان کي تڪي پيو . اسين سوداگر آهيون ۽ سواسن جي پونجي کڻي
هن سنسار ۾ آيا آهيون . هي وجود ڪرائي جو مڪان آهي ۽ سڀني
کي هڪ ڏينهن خالي ڪرڻو آهي . موت جا فرشتا منٽ منٽ ۾
پيا ڳڻين ته هن جا ڪيترا ڏينهن ڪيتريون گهڙيون ۽ ڪيترا منٽ باقي
رهيل آهن . اڇو ۽ ڪارو ڪوئو آهي ڏينهن ۽ رات جي اسان جي
زندگيءَ جي ڏار کي پيا ڪترين . جيڪا ويل هٿان وئي سا واپس
هٿ نه ايندي . باقي رهيو اجگر سو آهي چڪيا يا قبر جا هر وقت
منهن کولي انهيءَ آخرين گهڙيءَ جي انتظار ۾ آهي ته هي ڪري ته
مان هنکي ڳرڪائي وڃان . فريد صاحب فرمائين ٿا :

”فريدا گور نماڻي سڌ ڪري نگهريا گهر آءِ ،
سر پر ميئي آونا مرنون نه ڊريا . “

قبر چوي ٿي ته جڏهن به توکي اچڻو آهي ته مون وٽ ئي
اچڻو آهي . پوءِ موت کان ڇو ٿو ڊڄين ؟ اسين جيئو مايا جي نشي ۽
اهڙا مخمور ٿي ويا آهيون جو هيڏين خوفناڪ مصيبتن جي گهيري ۽
هوندي به اچيت ۽ غافل رهون ٿا . پاڻ ائين پيا چئون ته :-

”ايهه جڳ مٺا ، اڳلا ڪن ڊٺا ،“

## ٨٤- لٽ جو مال

هڪ بادشاهه جنهنکي ڪو اولاد ڪو نه هو تنهن هڪ ست ماڙ
مڪان ٺهرايو ۽ پنهنجي سموري دولت مختلف ماڙين تي هن ريت
ناهي رکي . پهرينءَ ماڙ تي ڪوڏيون ، ٻيءَ ماڙ تي پيسا ، ٽينءَ تي
روپيا ، چوٿينءَ تي مهرون ، پنجينءَ تي موتي ، ڇهينءَ تي قيمتي
هيرا ۽ جواهر پر ستينءَ ۾ پاڻ خود ويهي رهيو ۽ حڪم ڏنائين ته
انهيءَ مڪان مان جنهنکي جيڪي وڻي سو کڻي وڃي پر شرط اهو
ته ڪو به پيو ڏسڻو نه اچي . ماڻهو ڊوڙندا آيا .
ڪيترا ته ڪوڏين جون هڙون ٻڌي کڻي آيا . جيڪي انهن کان
ڪجهه وڌيڪ سياڻا هئا سي پيسن جون ڳنڍڙيون کڻي آيا . جيڪي ڪجهه

دعويٰ ڪري ته مون سڄي سمنڊ جو پاڻي پيتو آهي جيتوڻيڪ اها
ڳالهه وهڻ جوڳي نه آهي ته به مان ڪٿي مڃان ته اهو شايد سچ هوندو.
جيڪڏهن ڪو اچي اها هام هڻي ته مون سڄي دنيا جي هوا ڪٺي
ڪئي آهي ته حالانڪ اهو به ناممڪن آهي تڏهن به مشڪ لاءِ نٿي
مڃيندس ته شايد ائين هجي. پر جي ڪو اها دعويٰ ڪري ته مون
من کي وس ڪيو آهي ته مان هرگز مڃڻ لاءِ تيار نه آهيان."

## ٨٣- اڄوءِ ڪارو ڪوڙو

مان هڪ مثال ذريعي سمجهايان ٿو ته اسين جهڙو ڪيڏا نه
مورک ۽ غافل آهيون. پڙهو ! هڪ آکاڻي آهي :-

هڪ بادشاهه شينهن جي شڪار واسطي جهنگل ۾ ويو. ڇا ڏسي
ته هڪ ڪمزور شينهن سامهون مقابلي لاءِ بيٺو آهي. ڊپ جو مارايو وڻ
تي چڙهي ويو ۽ وڃي هڪ ڏار تي ويٺو. جڏهن جيءُ سامت ۾ آيس
ته هيٺ نگاهه ڪيائين. ڇا ٿو ڏسي ته ڪمزور شينهن اڃان هيٺ بيٺو
آهي. خوف وڌي ويس ۽ سوچيائين ته ڏسان ته جنهن ڏار تي ويٺو
آهيان سو مضبوط آهي يا نه؟ ڏٺائين ته ان کي ٻه ڪوئا، هڪ اڇو
ٻيو ڪارو پيا ڪترن. گهٻرائجي ويو. سوچيائين جي هيٺ ٿو لهان
ته شينهن ٿو کائي ۽ جي هتي ويٺو ٿو رهان ته ڪوئا هيٺ ڏار کي
ڪتري هيٺ ڪيرائيندا. سو هيٺ نظر ڪيائين ته ڏسان ته هيٺ
زمين ڪچي آهي ڪين پڪي ۽ ڪڏو ڪريو ته ڪرندي. جاچي ڏٺائين
ته هڪ اجگر پنهنجو منهن ڦاڙي انهيءَ انتظار ۾ ويٺو آهي ته هي
ڪري ته مان کائنس. ڏاڍو پشيمان ٿيو ته ڇوٽڪاري جي ڪا
صورت نظر نٿي اچي. جي هيٺ لهي پيان ٿو ته به موت ۽ جي
ويهي ٿو رهان ته به موت. گرميءَ جي موسم هئي. وڻ تي مٺي
ماکيءَ جو مانارو لڳل هو جنهن مان ماکيءَ جو ڦڙو ڦڙو ٿي ڪرڻ
لڳو ۽ بادشاهه ماکيءَ کي لڳو چٽڻ، هو ان جي سواد ۾ ايڏو ته
محو ٿي ويو جو نڪو شينهن جو خوف رهيس، نه اجگر جو ۽ نڪي
ڪوئن جو!

ٿيو ته لکو اڏامڻ جي ڪوشش ڪرڻ پر اڏامي ڪين؟ اڏامڻ جو
ساڌن ته ونس هو ڪو نه. سو هراسجي ويو ۽ جڏهن حاڪم تي نظر
پيس ته باقي رهيل هوش به ڪاڏو ٿي ويس. حاڪم پڇيس،
”جوڳي! ڇا وڃايو اٿئي؟“ جوڳيءَ ڏڪندي چيو، ”جي گٽڪو.“
حاڪم گٽڪو ڏيکاري چيس، ”هي ته ڪونهي؟“ جوڳيءَ جواب
ڏنو، ”جي، اهوئي آهي.“ حاڪم جوڳيءَ کي گٽڪو ڏيئي چيو،
”وٺ پنهنجو گٽڪو ۽ جيڏانهن دل چوئي تيڏانهن اڏامي وڃ.“
جوڳيءَ سمورو وارتالاپ گروءَ سان ڪيو جو ٻڌي هو ڏاڍو خوش ٿيو.
هو ٻه چار گٽڪا، ڪيميا جا ٻه چار ڪک کڻي ۽ ڪجهه شيوڪ ساڻ
وٺي حاڪم کي ملڻ لاءِ آيو. جڏهن حاڪم پاڻ وٽ گهرايس ته هن
کيس چيو، ”اسين توهان جا شڪرانا ادا ڪرڻ آيا آهيون. توهان
منهنجي هڪ قصوروار جوڳيءَ جي جان بخشي آهي. هي گٽڪا ۽
ڪيميا جا ٻه چار ڪک توهان لاءِ نذرانو کڻي آيا آهيون، اميد ته
قبول ڪندا.“ حاڪم ورائيو، ”صد افسوس! توهان ته پنهنجو جنم
برباد ڪري ڇڏيو. مالڪ جي ڀڳتيءَ کي ڇڏي سون ٺاهڻ ۽ هوا ۾
اڏامڻ جهڙين رڌين سڌين ۾ ڦاسي ويا آهيو. توهانکي بخرابي خبر
آهي ته مان لاهور جو حاڪم آهيان ۽ خزاني جي مون وٽ ڪمي
ڪانهي پوءِ ڇو مان سونارن وارو ڪم ڪريان؟ باقي رهيا گٽڪا.
مان نٿو چاهيان ته اهي مٿن ۾ وجهي سرڻين وانگر هوا ۾ اڏامان.
جڏهن منهنجي سواري نڪرندي آهي ته مونسان فوج، توبون ۽ ٻيو
سازو سامان هوندو آهي. سو مان گٽڪن کي ڇا ڪريان؟“ اها مٿين
وارتا ٻڌائي گرو صاحب فرمايو ته هي اهوئي شخص هو. ساڳي طرح
ڪمائيءَ وارن فقيرن جي پاڻ ۾ محبت ٿيندي آهي.

## ٨٢- من جي شڪتي

رامچندر مهاراج جو گرو وشسٽ مني، کيس اپديش ڪري ٿو،
”جيڪڏهن ڪو چوي ته مون هماليه پهاڙ کي مٿي کنيو آهي ته مان
ٻن منٽن لاءِ کڻي مڃان ته شايد اٿين ٿيو هجي. جيڪڏهن ڪو اها

## ٨١- جوڳيءَ جو ڳنڍڪو

ذڪر آهي تہ گرو تيغ بهادر صاحب جن هڪ دفعي آگري ويا. اُتي تنبوءَ ۾ ويٺا هئا تہ بادشاهہ جو هڪ مسلمان عملدار، گرو صاحبن سان ملڻ آيو. گرو صاحبن اُٿي هن سان ڀاڪر پائي گڏيا. سکن جي من ۾ ڪراهت پيدا ٿي تہ گرو صاحب جن ڇو هڪ مسلمان سان ڀاڪر پائي گڏيا. گرو صاحب جاڻيجاڻ هئا سو سمجهي ويا تہ سکن کي اها ڳالهہ ڪانہ وڻي آهي. جڏهن عملدار پيار سان ڳالهائي ٻولهائي هليو ويو تہ صاحبن سکن کي چيو، "توهانکي خبر آهي تہ هي ڪير آهي؟ هي رب جو پيارو آهي مان توهانکي هن بابت هڪ واقعو ٻڌايان ٿو.

ڪافي وقت اڳي هي لاهور جو حاڪم هو. محل جي چوٿين ماڙيءَ تي سمهندو هو ۽ مالهڻ روز هنجي سيج گلن سان سجائيندي هئي. هڪ ڏينهن ڇا ٿيو جو اجا مالهڻ مس گل وڇائي ويٺي تہ هڪڙو جوڳي هوا ۾ اُڏامندو اتان اچي اڪتو. خالي ڪمرو ۽ سجايل سيج ڏسي دل ٿيس تہ ٿورو ٻہ گهڙيون آسائش ڪري وٺان، معلوم تہ ڳنڍڪو آهي سو موکي ڪير پڪڙي سگهندو؟ جڏهن جاڳيان، ڳنڍڪو مٿهن ۾ وجهي اُڏامي وڃان. اهو سوچي وڃي سيج تي ليٽيو. گلن جي خوشبوءِ ڪري اهڙي تہ گهري ننڊ اچي ويس جو مٿان اچي راهہ ٿي پر اکہ نہ کليس. ٿيو انوسار جڏهن حاڪم پنهنجي ڪمري ۾ آيو تہ ڏسي تہ ڪو شخص سيج تي سمهيو پيو آهي. واهہ کليو پيو اٿس جنهن مان ڪا چوز ڪري پيئي آهي.

هاڻي سوچيو اهڙي حاڪم، گهر ۾ هڙي بردباشي ۽ هڪ اجنبي اچي سندس سيج تي سمهي پوي، اهڙن حالتن ۾ صبر ۽ تحمل وڃڻ ڪيڏو نہ مشڪل آهي! ڪچهو ڪو نہ هيڏانهن هوڏانهن هليو تہ متان هي آهٽ تي جاڳي پوي ٻيسود. آخر سوچيائين تہ ڀاڙيهي اٿي ٿي سنو. ڳنڍڪو جيڪو سيج تي پيو هو سو کڻي کيسي ۾ ڪري ٻاهرو ٿي ويهي رهيو. جڏهن جوڳي سجاڳ

اڪيلو نٿو ملي، هو ويندو ته ڪيڏانهن ويندو؟ گروءَ جو حڪم
موٽايانون ته ڏسو ڪيڏي نه سزا ڀوڳيانون.

## ٨٠- ستر ٿلها

گرو امرداس صاحب جن کي ٻه پٽ ۽ هڪ ڌيءَ هئا. هر هڪ جي
اها چاهنا هئي ته گدي مونکي ملي. صاحبن سڀني جي پريکيا وٺڻ
جي خيال کان حڪم ڏنو ته ڦلاڻي ميدان ۾ پنهنجي مٿي
ڪڻي اچي ٿلها ٺاهيو. ڪيترن ئي پنهنجا ٿلها ٺاهيا پر صاحبن چيو
ته اهي ٺيڪ نه آهن وري ٺاهيو. ماڻهن وري ٺاهيا پر صاحبن کي
اهي به ڪو نه وڻيا. تنهن تي هنن ٽيون دفعو ٿلها ٺاهيا. ستگرن
ڏسي چيو، "هي ميدان ئي ٺيڪ ناهي سو پنهنجي مٽي
کڻي هن ميدان ۾ وڃي ٺاهيو." ان وقت گرو صاحبن جي عمر
پنجانوي سال هئي. جڏهن گرو صاحبن چار پنج دفعا ٺاهيل ٿلها
ناپسند ڪيا ته ماڻهن سوچيو ته ستر سالن کان پوءِ عقل ڪم نه ڪندو
آهي. گرو صاحبن جي عمر ته پنجانوي سال آهي. اهو ويچار ڪري
ڪيترائي هليا ويا. باقي جيڪي رهيا تن کان گرو صاحبن ٿلها ڊهرائي وري
ٺهرايا پئي. آخر سڀ همت هاري هليا ويا صرف گرو رامداس جن
وڃي بچيا. هو گروءَ جي حڪم مطابق ٿلها ٺاهيندا رهيا ۽ ڊاهيندا
رهيا. ماڻهن گهڻوئي چين ته تون به ڇڏي ڏي پر نه ڇڏيائون. آخر
هو چوڻ لڳس ته گروءَ جو عقل قائم نه آهي. اهو ٻڌي گرو رامداس
جن روئي ڏنو ۽ چيائون، "جي گروءَ جو عقل قائم نه آهي ته سمجهو
ته ڪنهنجو به قائم نه آهي. مونکي گرو صاحب ٿلها ٺاهڻ جو حڪم
ڏيندا رهندا ته مان سڄي عمر ٿلها ٺاهيندو رهندس." گرنٿ ڪارن
لکيو آهي ته گرو رامداس جن ستر دفعا ٿلها ٺاهيا ۽ ڊاهيا. گرو
امرداس صاحب جن اها سڀ پريکيا انهيءَ لاءِ ٿي ورتي ته جڏهن هردي
۾ ڪروڌ نه جيون جي ڪلياڻ وارو نام رکڻو هو سو هردو به اهڙو
هجڻ گهرجي. گرو امرداس صاحب جن جو آنوت ۾ اڪاڻ ڀرڀر ڏسي
گرو امرداس صاحبن کڻي ڪين چاليهه لڳايو ؛ ڀرپور ڪري ڇڏيائو اس.

سفارش ڪٺي ايندو تنهنجو منهن ڪارو ڪري گڏهه تي چاڙهي،
ڇوڪرا ٻريان لڳائي ڳوٺ ڳوٺ ۾ گهمائي ويندو."

گرو صاحبن ته ٻيا راڳ ڳائي ڪيرتن ڪرائڻ لڳا. سنگت
کي جڏهن سچي ڳالهه جي سڌ پيئي ته هنن ٻه ميرائين تي ڦٽڪار
وڌي. مالڪ جي اهڙي مرچ تي هر هڪ تي ٻيمار ٿي پيا. اچي
ڪوڙهه ورائن ۽ شرير مان رت ۽ رِڱ وهڻ لڳن. اگر تڪر دوا
دارون تي خرچ ٿي وين. جڏهن ته سنسڪي وقت ٿي ويا سو منهن
نه ڏيو ڏنين. گروءَ جي ڏڪيل کي ڪير ڇڏي! جڏهن وقت وڃن سو
دروازو بند ڪيو ڇڏي. جڏهن لهائيت عاجز ٿيا تڏهن ڀائي لڌي وٽ
ويا جو وڏو اپڪاري هو. سندن گهر وٽ ٻيهي سڏ ڪيائون ۽
چوڻ لڳس ته جيئن تئي ليئن اسانجي مدد ڪر.اهو ڪو اسانجو واهر
وسيلو ڪوهي. جڏهن ڀائي لڌي سندن آواز ٻڌو، تڏهن ڪٺي منهن
نه ڪيائين ۽ دروازو بند ڪري چيائين، گروءَ جي ڏڪيل کي ڪير
سنڀاليندو؟" هنن ڏاڍي منٿ منڙ ڪئي. آخر جڏهن گروءَ جو واسطو
وڌائونس تڏهن چيائين، "جيڪو مرڪان جيڪي اچي سگهندو سو
ڪندس توهين هيٺئي واپس گهر وڃو."

پوءِ ڀائي لڌي پنهنجو منهن ڪارو ڪيو ۽ گڏهه تي سوار ٿي
پنهنجي پٺيان ڇوڪرا لائي ڳوٺ ڳوٺ ڦرندو گرو صاحبن جو شرط
پورو ڪري امرتسر آيو. ساري شهر مان ڇڪرڏيئي جڏهن گرو صاحبن
جي طرف آيو ته هنن فرمايو ته هي ڇا جو گوڙ آهي؟ سنگت عرض
ڪيو ته ڀائي لڌو گڏهه تي چڙهي پيو اچي. ڀائي لڌي وڃي
اچي عرض ڪيو، "سچي پاتشاهه! گروءَ جي ڏڪيل کي ڪو به اور
اڪاٺو ڪونهي. جي آهي ته ڪرپا ڪري ٻڌايو" گرو صاحب
دئالو هئا ۽ فرمايائون ته چڱو انهن کي ولي آڻ ۽ جيئن ته جڏهن زبان
سان گرو صاحبن جي نندا ڪئي اٿن انهيءَ سان هنن جي استت
ڪن. اها ڪيل استتي ڪرامت صاحب ۾ درج ٿيل آهي. ٻئي ورڻي
نه ستن جي استت ڪرڻ ڪرڻ آئن ۽ چوڻ لڳا، "تون رام آهين،
تون ڪرشن آهين!" سو مطلب ته گروءَ جي ڏڪيل کي ڪٿي به

ڪيئن به جواب نه ڏنو ته هو چوڻ لڳا، ”گھو اسانکي گھٽ ۾ گھٽ
نڪو ئي سک، اوڳڙ ڪرائي ڏيو.“ هنن جو خيال هو ته گرو صاحبن
جي سنگت ڪابل تعداد ۾ نائين آهي سو انهيءَ حساب سان به هزارين
روپيه اوڳڙ تي پوندي. پر جڏهن ٻئي ڏينهن تي گرو صاحبن سايا
چار ٽڪا ڪڍي سندن اڳيان رکيا ته ڏسي دنگ رهجي ويا. گرو
صاحبن هنجي حيرانيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ چيو، ”پهريون سک گرو
نانڪ صاحب، ٻيو سک گرو انگد ديو، ٽيون سک گرو امرداس،
چوٿون سک گرو رامداس ۽ اڄ سک مان.“ انهيءَ ڪري هو وسي
هليا ويا ۽ ٻئي ڏينهن ستسنگ ۾ نه آيا. هنن سوچيو ته اسانجي
ڪيرتن ڪرڻجي ماڻهو ستسنگ ۾ اچن ٿا. سو جي اسين نه وينداسين
ته ڪير به ڪو نه ايندو. جڏهن ڪو به دربار ۾ نه ايندو ته گرو صاحب
ضرور اسانکي منت ميڙ ڪري سڏائيندا ۽ خوش ڪندا. گرو صاحبن
ڪين ڪنهن هٿان چوائي موڪليو ته اچي ڪيرتن ڪريو مگر هو نه آيا.
صاحبن ٻيو ڀيرو چوائي موڪلين ته اچي ڪيرتن ڪري سنگت کي
خوش ڪريو، مان توهان کي خوش ڪندس پر هو نه آيا. ٽيون ڀيرو
چوائي موڪلڻ سان به نه آيا. گرو جن تحمل ۽ بردباريءَ جا صاحب
هئا. ايتري ڪندي به سندن گھر لنگھي ويا ۽ چيائون ته اسان وٽ
هن وقت جيڪي ڪجھه آهي سو وٺو پيا پيسا توهانکي پوءِ ڏينداسين
پر وسو نه، هلي ڪيرتن ڪريو. هننکي پڪو يقين ٿي ويو ته هي
لنگھي انهيءَ لاءِ آيا آهن جو اسان بنا سندن ڪم نٿو هلي. سو چوڻ
لڳا، ”جيڪڏهن اسين ڪيرتن نه ڪنداسين ته توهان وٽ ڪير به
ڪونه ايندو. بلڪ توهانجي مري گرو نانڪ کي به اسانجي مرداني
ڪري مشهوري ملي.“ اهڙي طرح گرو نانڪ صاحب کانپوءِ ٻين
گرو صاحبن جي به نندا ڪيائون. تنهن تي گرو صاحب جن چيو،
منهنجي گلا جيتري ڪيو اوتري ڪريو پر توهانکي سري گرو نانڪ
صاحب ۽ ٻين گرن جي شان ۾ گستاخيءَ جا لفظ نه چوڻ کپندا هئا.
پوءِ گرو صاحبن فرمايو، ”توهين هاڻي ڀرشٽ ٿي چڪا آهيو ۽ جيڪو
به توهانجو منهن ڏسندو سو پڻ ڀرشٽ ٿيندو ۽ جيڪو توهانجي

پئي ويا ۽ بيشمار ڀڳت جا اڀلاشي هنجي درشن لاءِ پئي آيا. وستي
۾ هڪ مست فقير ويٺو هو. شور ٻڌي هن پڇيو ته ڇا آهي؟ ڪنهن
ٻڌايس ته فلاڻو مهاتما اچي رهيو آهي ۽ هن اعلان ڪيو آهي ته جيڪو
هنجو درشن ڪندو سو بهشت جو حقدار ٿيندو. اهو ٻڌندي فقير
وستي کي اڀ ڏنئي مٿان ٽڪي واهي رهيو. پالڪيءَ ۾ ويٺل
مهاتما جڏهن اتان لنگهيو ته هي عجيب رنگ ڏسي حيران ٿي ويو.
سوچيائين ته هي ڪير جنهن مولڪي ڏسي ڪٽي مٿان ٽڪيو آهي،
جڏهن ساري دنيا مهنجي درشن لاءِ آئي آهي! سو چيائين ته پالڪي
بهاريو. لهي هيٺ ان مائهوءَ وٽ آيو ۽ چيائينس، ”بابلي! تون ڇو
مٿان ٽڪي ويٺو آهين؟“ فقير وراڻيو، ”انهيءَ لاءِ مان تهنجو مٿان
ڏسڻ نٿو چاهيان جاڪاڻ ته مولڪي وڃڻو آهي سڄڪند ۽ تون ڏان ٿو
بهشت، پوءِ مان تهنجو مٿان ڇو ڏسان؟“ اهو ٻڌي پالڪيءَ واري
مهاتما چيس، ”تون مهنجو به مرشد آهين.“ انهيءَ واسطي خواجہ
حافظ به فرمايو آهي:-

”عاشق يارم مرا با ڪفر و با ايمان چه ڪار،
تشنه درد مرا با وصل و با هجران چه ڪار.“

مان خدا جو عاشق آهيان، مولڪي مومن ٿيڻ جي ضرورت
ڪانهي. مولڪي نه ڪفر کپي نه ايمان ۽ نڪو ٻيو ڪجهه!

## ٧٩- سادا چار ٽڪا

سڀ ۽ ٻاڙندو به ميراثي هئا جي گرو ارجن ديو صاحب جن
جي دربار ۾ ڪيرتن ڪندا هئا. سڀڻ گهر ۾ هڪ وڏي ڪميا هئي
جنهنجي شاديءَ جي چنتا کين هميشه رهندي هئي. هڪ ڏينهن گرو
صاحب جن کي عرض ڪيائون ته ڇوڪريءَ جو وهانءُ ڪرڻو آهي ۽
ڪجھ پيسي جي ضرورت آهي. گرو صاحب کين سؤ، به سؤ روپيا
ڏيڻ چاهيا پر هنن وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ کين عرض لڳا، ”توهانجي
دربار ۾ ڪهڙي کمي آهي. سواءِ سڌڪي پيا اچن، سو دل کولي
مدد ڪريو.“

هاڻي سڀڻ وٽ روپيا ڪٿان آيا؟ جڏهن گرو صاحب موٽ ۾

کيس به جواب نه ڏنو ته هو چوڻ لڳا ، ”جيڪو اسانکي گهٽ ۾ گهٽ
ٽڪو ڏيئي سگهي، اوتڙ ڪرائي ڏيو.“ هنن جو خيال هو ته گرو صاحبن
جي سنگت ڪابل مقدار ناڻين آهي سو انهيءَ حساب سان ٻه هزارين
روپيه اوتڙ تي ٻوندي . پر جڏهن ٻئي ڏينهن تي گرو صاحبن سايا
چار ٽڪا ڪيئي سندن اڳيان رکيا ته ڏسي دنگ رهجي ويا . گرو
صاحبن هنجي حيرانيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ چيو، ”پهريون سگهه، گرو
نانڪ صاحب ، ٻيو سگهه، گرو انگد ديو، ٽيون سگهه، گرو امرداس ،
چوٿون سگهه، گرو رامداس ۽ اڻ سگهه، مان .“ انهيءَ ڪري هو رسي
هليا ويا ۽ ٻئي ڏينهن سنگت ۾ نه آيا . هنن سوچيو ته اسانجي
ڪيرتن ڪرڻ ماڻهو سنگت ۾ اچڻ ڇڏيا . سو جي اسين نه وينداسين
ته ڪير به ڪو نه ايندو . جڏهن ڪوبه دربار ۾ نه ايندو ته گرو صاحب
ضرور اسانکي منت منٿ ڪري موٽائيندا ۽ خوش ڪندا . گرو صاحبن
ڪين ڪنهن هٿان چوائي موڪليو ته اچي ڪيرتن ڪريو مگر هو نه آيا .
صاحبن ٻيو پيرو چوائي موڪلين ته اچي ڪيرتن ڪري سنگت کي
خوش ڪريو، مان توهان کي خوش ڪندس پر هو نه آيا . ٽيون پيرو
چوائي موڪلڻ سان به نه آيا . گرو جن تحمل ۽ بردباريءَ جا صاحب
هئا . ايتري ڪندي به سندن گهر لنگهي ويا ۽ چيائون ته اسان وٽ
هن وقت جيڪي ڪجهه آهي سو ونو ٻيا پيسا توهانکي پوءِ ڏينداسين
پر رسو نه ، هلي ڪيرتن ڪريو . هنکي پڪو يقين ٿي ويو ته هي
لنگهي انهيءَ لاءِ آيا آهن جو اسان بنا سندن ڪم نٿو هلي . سو چوڻ
لڳا ، ”جيڪڏهن اسين ڪيرتن نه ڪنداسين ته توهان وٽ ڪير به
ڪو نه ايندو . بلڪ توهانجي مرتبي گرو نانڪ کي به اسانجي مرداني
ڪري مشهوري ملي .“ اهڙيءَ طرح گرو نانڪ صاحب کانپوءِ ٻين
گرو صاحبن جي به نندا ڪيائون . تنهن تي گرو صاحب جن چيو ،
منهنجي گلا جيتري ڪپيو اوتري ڪريو پر توهانکي سري گرو نانڪ
صاحب ۽ ٻين گرن جي شان ۾ گستاخيءَ جا لفظ نه چوڻ کپندا هئا .
پوءِ گرو صاحبن فرمايو ، ”توهين هاڻي ڀرشٽ ٿي چڪا آهيو ۽ جيڪو
به توهانجو منهن ڏسندو سو پڻ ڀرشٽ ٿيندو ۽ جيڪو توهانجي

پٽي ويا ۽ بيشمار بهشت جا ايلاشي هنجي درشن لاءِ پٽي آيا. وستي ۾ هڪ مست فقير ويٺو هو. شور ٻڌي هن پڇيو ته ڇا آهي؟ ڪنهن ٻڌايس ته فلاڻو مهاتما اچي رهيو آهي ۽ هن اعلان ڪيو آهي ته جيڪو هنجو درشن ڪندو سو بهشت جو حقدار ٿيندو. اهو ٻڌندي فقير وستي کي پٺ ڏيئي مٿهن نڪري واهي رهيو. پالڪيءَ ۾ ويٺل مهاتما جڏهن اتان لنگهيو ته هي عجيب رنگ ڏسي حيران ٿي ويو. سوچيائين ته هي ڪير جنهن مون کي ڏسي ڪٽي مٿهن نڪيو آهي، جڏهن ساري دنيا منهنجي درشن لاءِ آئي آهي! سو چيائين ته پالڪي نيهاريو. لهي هيٺ ان ماڻهوءَ وٽ آيو ۽ چيائينس، "ڀائي! تون ڇو مٿهن نڪي ويندو آهين؟" فقير وراڻيو، "انهيءَ لاءِ مان تنهنجو مٿهن ڏسڻ نٿو چاهيان ڇاڪاڻ ته مون کي وڃڻو آهي سڪنڊ ۽ تون ڏيندين ٿو بهشت، پوءِ مان تنهنجو مٿهن ڇو ڏسان؟" اهو ٻڌي پالڪيءَ واري مهاتما چيس، "تون منهنجو به مرشد آهين." انهيءَ واسطي خواجه حافظ به فرمايو آهي :-

"عاشق يارم مرا نا ڪفر و با ايمان چه ڪار،
تشنه در دم مرا با وصل و نا هجران چه ڪار."

مان خدا جو عاشق آهيان، مون کي مومن ٿيڻ جي ضرورت ڪانهي. مون کي نه ڪفر کپي نه ايمان ۽ نڪو پيو ڪجھ!

## ٧٩- سادا چار ٽڪا

ستو ۽ بلونڊو به مراثي هئا جي گرو ارجن ديو صاحب جن جي دربار ۾ ڪيرتن ڪندا هئا. سندن گهر ۾ هڪ وڏي ڪميا هئي جنهنجي شاديءَ جي چنتا کين هميشه رهندي هئي. هڪ ڏينهن گرو صاحب جن کي عرض ڪيائون ته ڇوڪريءَ جو وهانءُ ڪرڻو اٿئون ۽ ڪجھ پيسي جي ضرورت آهي. گرو صاحب کين سؤ، به سؤ روپيا ڏيڻ چاهيا پر هنن وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ کين چوڻ لڳا، "توهانجي دربار ۾ ڪهڙي ڪمي آهي. سوين سنگتي پيا اچن، سو دل کولي مدد ڪرايو."

هاڻي سنتن وٽ روپيا ڪٿان آيا؟ جڏهن گرو صاحب مونث ۾

جهاز اٽڪي پيو ۽ لڳو ٻڏڻ. انهيءَ سنڪٽ ويلي هن ارداس ڪئي
ته جيڪڏهن سچو گرو منهنجي سهائتا ڪري جهاز کي هن اوکيءَ مان
پار اڪاريندو ته مان پنج سؤ مهرون کيس ڀيٽا ڏيندس. اڃا اها
ارداس ڪيائين مس ته جهاز هليو. مکڻ شاهه ڪناري تي پهچي پنهنجو
مال اسباب وڪڻي پڇائيندو اچي بابا بڪالي پهتو. ڇا ڏسي ته
هتي ته ٻاويهه گرو گدي لڳائي ويٺا آهن. منجهي پيو ته مهرون
ڪنهن کي ڏيان. آخر هر هڪ اڳيان پنج پنج مهرون رکندو ويو ۽
سوچيائين ته سچو گرو پاڻهي پنهنجي پوري ڀيٽا گهرندو. پر انهن
ٻاويهن مان ڪنهن به وڌيڪ ڀيٽا نه گهري ۽ ويا آسيس ڪندا. آخر
پڇا ڳاڇا ڪيائين ته هتي ڪو ٻيو مهاتما به آهي؟ ڪنهن چيس ته
هڪ آهي جنهن کي تيغا، تيغا چوندا آهن. من ۾ چوڻ لڳو ته هلي
ان جو به درشن ڪجي، سو پڇائيندو جڏهن گرو تيغ بهادر صاحب جن
وٽ پهتو ته، ساڳيءَ ريت هنن جي اڳيان به پنج مهرون ڀيٽا رکي
متو ٽيڪيائين. گرو صاحب چيس، "ڀائي، باقي رهيل مهرون به
ڏي، تو پنج سؤ جي سکا ڪئي هئي. ڪلهو ته ڏس، ان ۾ ڪلين
جا ڪيڏا نه زخم ٿيا آهن." انهن چئي ڪپڙو هٽائي ڪلهو ڏيکاريائونس
اهو ڪوتڪ ڏسي مکڻ شاهه جهٽ پٽ پنج سؤ مهرون ڪڍي گرو
صاحب اڳيان رکيون ۽ انهيءَ مڪان جي ڇت تي چڙهي پڪارڻ
لڳو، "گرو لاڌو ري، گرو لاڌو ري، ٻين ٻاويهن جون منجيون کڄي
ويون ۽ سندن آمدني بند ٿي وئي. بيشمار جگياسو گرو صاحب
جي شرن ۾ اچڻ لڳا. جڏهن عرض ڪيائون ته نام دان بخشو ته گرو
صاحب وراڻيو، "ڪنڊي ڀاري آهي ۽ ڪٺڻ مشڪل آهي." سو سنتن
وٽ نام جي اکٽ دولت هوندي آهي پر تنهن هوندي به هو هام نه
هڻندا آهن.

## ٧٨- مست فقير

ذڪر آهي ڪنهن مهاتما ڪجهه ڏينهن بندگي ڪئي. هڪ ڏينهن
هن اعلان ڪيو ته جيڪو منهنجو درشن ڪندو سو سڌو بهشت ۾
ويندو. انهيءَ ڪري سندس مريد کيس پالڪيءَ ۾ وهاري ڪڍي

اتي مزور ٿي جهاز ٺاهڻ جو ڪم ڪافي عرصي تائين سکندو رهيو
۽ انهيءَ هنر ۾ ماهر ٿي پيو. هالنڊ ۾ هن کي ڪي روسي به مليا
جن کي بغاوت ڪرڻ ڪري روس مان جلاوطن ڪيو ويو هو ۽ اتي
رهي سندن چال چلت ٺيڪ ٿي وئي هئي. بادشاهه تن هنن کي
سڃاڻي ويو پر هو ڪيئن سڃاڻي نه سگهيا. بادشاهه هنن کان پڇيو،
"توهين ڪير آهيو ۽ ڪٿي جا رهاڪو آهيو؟" هنن جواب ڏنو،
"اسين روسي آهيون ۽ اسان کي جلاوطن ڪيو ويو آهي." بادشاهه
چيو ته مان به روس جو باشندو آهيان اتان آيو آهيان. اٽڪل
ڏيڍ سال پاڻ ۾ پيار وڌي ويو. جڏهن بادشاهه جي واپس وڃڻ جو
وقت آيو تڏهن هنن سڀني کي چيو ته توهين به مون سان گڏجي هلو. روس
جو بادشاهه منهنجو دوست آهي، مان توهان جي سفارش ڪندس ۽ هو
توهان کي ڪجهه به ڪو نه چوندو. هنن هاڻ منظور ڪيو. جڏهن
روس جي بندرگاهه تي پهتا ته بادشاهه جي استقبال لاءِ اعليٰ آفيسر موجود
هئا ۽ ماڻهن خوشيءَ وچان خوب ٻاجا وڄايا ۽ آتشبازي ٻاريائون.
بادشاهه سان گڏ جيڪي جلاوطني روسي هئا سي ڏسي حيران ٿي
ويا ته هي مزور ته ڪونهي بلڪ خود روس جو بادشاهه!

ايڪ اهڙي طرح سنت به اسان وانگر گرهستي ٿيندا آهن ۽
اسان سان پيار دوست وانگر ورتاءُ ڪندا آهن ليڪن جڏهن اندر جون
اکيون کلن ٿيون تڏهن ئي سوجهي پوئي ته سنت ۽ ستگرو در اصل
ڪيڏي هستيءَ جا صاحب آهن.

## ٧٧- بابا بڪالي

گرو هر ڪشن صاحب جن جي جوتي جوت سمائڻ کان اڳ
سنگت عرض ڪيو، "توهان کان پوءِ اسان کي ڪير اپديش ڏيندو."
گرو صاحب فرمايو، "بابا بڪالي." گرو تيغ بهادر صاحب جن
بڪالي ۾ هڪ ماڙيءَ جي گهر گپت رهي ڀڄن ڪندا هئا. سو گرو
صاحب جن کي گهڻي ڏسي سوڍي خاندان جا ٻاويهه ماڻهو ٽڪا ڏيئي
پاڻ کي گرو سڏائڻ لڳا. انهيءَ زماني ۾ مکڻ شاهه نالي هڪ سوداگر
جنهن جي جهاز تي مال ڀري ڪنهن ملڪ ڏانهن وڃي رهيو هو ته انجو

جي رسي کوليائين، ٻوءِ ٻوڙن جي. ڏسي ڪٿي ته اڳيان ٻيو وري ٻڌا
پيا آهن. سو وري اڳين رسي کوليائين مس ته ٻوڙين ٻڌجي ويئي.
چور هنيلو هو. چيائين گهوڙي ڪيئن ٻه ڪاهي وڃڻي آهي. انهيءَ
الجهن ۾ ساري رات وهامي ويس. جڏهن درويش پنهنجي پڄن لاءِ
پرڀات جو اٿيو ته ڇا ڏسي ته ڪو شخص سندس گهوڙيءَ جي رسي
پيو کولي. پڇيائينس، "تون ڪير آهين؟ هي ڇا پيو ڪرين؟"
جواب ڏنائين، "حضرت! مان چور آهيان، ساري رات گهوڙيءَ
جون رسيون کولڻ ۾ لڳو رهيو آهيان پر سڀ ويرٿ." درويش کي
هنجي سچ ڳالهائڻ جي ادا وڻي وئي ۽ پيار مان چيائونس، "هيڏانهن
اچ ته توکي گهوڙي ڏيون." انهن چئي مٿس اهڙي رحمت پوري
درشٽي وڌائون جو هو چور مان قطب بڻجي پيو. ٻئي ڏينهن مريدن
اچي عرض ڪيو، "حضرت! اسانکي قطب ڏيو." فرمايائون،
"هنکي وٺي وڃو." سو اهڙا واقعا مهاتمائن جي زندگيءَ ۾ عام نه
پر هڪ اڌ دفعو ٿيندا آهن.

## ٧٥- موت جي خوشي

ٻهلوان ڳوٺ جو ذڪر آهي. اتي جڏهن هڪ ستسنگڻ جي
چولي ڇڏڻ جو وقت آيو ته گهر وارن کي سڏي چوڻ لڳي، "ستگرو
اچي ويا آهن ۽ هاڻي منهنجي تياري آهي. اميد ته توهين منهنجي
پويان نه روئيندا ڇاڪاڻ جو مان پنهنجي ڌام وڃي رهي آهيان. انهيءَ
کان مٿي ٻي ڪهڙي خوشيءَ جي ڳالهه ٿيندي جو ستگرو پاڻ وٺڻ آيا
آهن." پڇن چيس ته توکان پوءِ اسانجو ڪهڙو حال ٿيندو؟ چيائين،
"توهين همت ٻڌي پنهنجي پيرن تي بيهو." سو موت جهڙي وقت
جڏهن گرو درشن ڏئي ته پيو ڇا کپي! جڏهن توهين ٽاٽ جو
ڪرت لاهي بخمل جو ڪوٽ پائيو ته توهانکي ڪهڙو گهاٽو! جي
توهين هن گندي دنيا کي ڇڏي مٿين منڊلن ۾ وڃو ته توهانکي
پيو ڇا گهرجي؟

## ٧٦- روس جو بادشاهه پيٽر اعظم

روس جو بادشاهه پيٽر هڪ مزور جو ويس ڌاري هالينڊ ويو ۽

کي ڏيئي رکندا هئا. گهر ۾ ٻاهه هڪ ئي ڪو نه هئي. جڏهن اوڙي پاڙي مان به ڪاڻ ملڻ ئي مشڪل هو، پڙهي ڇڏيائين ٿه ۽ تڏهن هو پراهي ٽپار ويو. ڏاڻن ته اهاڻي وٺڻ جو ڪم انهي ڪي ته ٻهڄي مولسان پولدي ڪانهي. سوچيائين ته هن جي مرشد جو حڪم آهي، سو چڙهي ويو مٿي. وٺڻ ڏسي چيس، اڄ ڪيئن آيو آهين؟" چوڻ لڳو، "ماتا! مونکي باهه جي ضرورت آهي." هن مذاق ڪري چيس، "باهه جي قيمت آهي اک، سو اک ڏيئي ٻالي باهه کڻي وڃ." هن عاشق پنهنجي هٿ سان اک ڪڍي اڳيان رکيس. وٺڻ وارن کي هو پڌرو ڏنائيس. دل ۾ پيئي سوچي ته هن جوڳي کي سائيا ڪري سمجهيو. خير، هو پراهي پنهنجي اک تي پٽي ٻڌي پنهنجي مرشد وٽ پهتو. فريد صاحب پڇيس، باهه کڻي آئين؟" وراڻيائين، "حضور، کڻي آيو آهيان." مرشد پڇيس، "اک تي هيءَ پٽي ڇو ٻڌي اٿئي؟" چيائين "اک آئي آهي." فريد صاحب چيس، آئي آهي ته پوءِ ڇا؟ پٽي کولي ڇڏ." جڏهن پٽي کوليائين ته اک جيئن جو تيئن هئي. سو مالڪ هميشه پنهنجي ٻڪين جي پت رکندو آهي.

## ٧٤- چور مان قطب

حضرت عبدالقادر جيلاني وڏي ڪمائيءَ وارا درويش هئا. مسلمانن ۾ قطب، غوث، نبين جا درجا آهن. ڪنهن جڳهه جو قطب (ڪمائيءَ وارو پرچارڪ) گذاري ويو. اتي جي سنگت اچي جيلاني صاحب کي عرض ڪيو، "حضرت! اسان کي قطب گهرجي." فرمايائون "توهانکي موڪليندس." ڪجهه ڏينهن جي انتظار کان پوءِ سنگتون وري اچي وينتي ڪئي، "حضرت! قطب جي ضرورت آهي." چيائون، "سڀاڻي ڏيندوسانو." سنگتي نه ايباسي هئا ۽ ڪين اتي رهندڙ عابدن ۾ ڪو به قطب ٿيڻ جي لائق نظر نه آيو. سو من ۾ ته سڀاڻي قطب ڪٿان ڏيندا؟ شايد ڪٿان ٻاهران

...و هڪ چور گهوڙي چوري ڪري آيو. پوران اڳين پٺ

سوچيو تہ اهڙي ڪمائيءَ واري فقير کي پٿر هڻڻ تہ نامناسب آهي پر جي چپ ٿو رهان تہ شريعت وارا ناراض ٿيندا. آخر هڪ گل اُڇلائي هنيائينس. جڏهن منصور کي گل لڳو تہ دانهن ڪري چيائين، "هاءِ ڙي هاءِ!" شيخ شبليءَ پڇيس، "تو دانهن ڇو ڪئي؟" منصور چيس، "تون تہ منهنجي راز جو واقف آهين ۽ هي دنيادار اڻڄاڻ. انهيءَ ڪري تنهنجي گل جي چوٽ هنن ماڻهن جي پٿرن کان وڌيڪ ضرب رسائي." خير، انهيءَ کانپوءِ هنجا ٻئي هٿ ڪٽيائون. منصور چيو، "مونکي هنن جسماني هٿن جي ڪا ضرورت ڪانهي. مونوٽ اهي هٿ آهن جو هڪ هٿ هتي تہ ٻيو عرش جي چوٽيءَ تي. جڏهن پير ڪٽيائونس تہ چوڻ لڳو، "مونکي هنن پيرن جي بہ لوڙ ڪانهي. مونوٽ اهي غيبي پير آهن جو هڪڙو هتي تہ ٻيون درگاهہ ۾." جڏهن اکيون ڪڍيائونس تہ چوڻ لڳو، "هي اکيون تہ فنا آهن پر مونوٽ اهي اکيون آهن جيڪي بقا کي ڏسن ٿيون." آخر جڏهن زبان ڪٽڻ لڳس تہ چيائين تہ ترسو. پو، مالڪ ڏانهن مخاطب ٿي چيائين، "اي ٻاجهارا مالڪ! ڪير پنهنجي ٿانون کي مٿان نوڪر هٽندو آهي پر اندوان سهائتا جو هٿ ڏيندو آهي سو مونکي تہ اُميد ڪونہ هئي تہ هڙي سخت پرکيا مان پاس ٿيندس. پر مهربان مرشد! تنهنجي ديا مهر سان مان ثابت قدم نڪتو آهيان. شڪر آهي! شڪر آهي!! شڪر آهي!!! جلاد، هاڻي ڀلي زبان بہ اچي ڪٽي ڇڏ." سو ستگروءَ جي ديا مهر سان جنهن پريميءَ کي اندر درشن ملي ٿو تہ ڇا هو دنيا کان ڊڄندو؟ هرگز نہ.

## ٧٣- باهہ جي قيمت آهي اک

ذڪر ڪندا آهن تہ شيخ فريد صاحب جن جو هڪ مريد ڏاڍو نيڪ پاڪ هو. جڏهن هو بزار مان لنگهندو هو تہ هڪ ويشيا هنکي ٽوڪيندي هئي پر هي پريمي ڏانهس ڌيان ئي نہ ڏيندو هو. جيئن هو وڌيڪ هٽي، تيئن هوءَ وڌيڪ ٽوڪيس. هڪ ڏينهن فريد صاحب انهيءَ مريد کي چيو تہ باهہ کپي. اڳئين زماني ۾ ماڻهو باهہ

ڪاڏن ڪي انهيءَ لاءِ ملايو هو ته انهن جي سواد جي لڪ ئي نه پوري
مهاتما يا ته ڪاڏن ڪي ملائي انهن جو سواد ختم ڪري ڇڏيندا آهن يا
کاڌڻ کان اڳ پنهنجي سرت اندر نام سان جوڙيندا آهن، انهيءَ لاءِ
ته هنڪي مٺي ڦڪي، رکي سکي ۽ اٽي سٽيءَ جي سواد جو پتو
ئي نه پوي. جڏهن درويش پنهنجو من شڪ ڪيو ته هڪدم آسمان
۾ ڳهندو وڃو. مالڪ کي صرف ڀڳتي پياري آهي ۽ سندس دربار ۾
اوچ ۽ نيچ ذات جو ڪو به فرق ڪونهي.

## ٧١- مان ته ٻڍي آهيان

هڪ ٻڍيءَ کي هڪ ئي جوان ڇوڪري هئي. اتفاق سان
ڇوڪري سخت بيمار ٿي پيئي. گهڻيئي علاج ڪرايائين پر بيسود،
ٻڍي هر وقت پرارٿنا پيئي ڪري، "اي مالڪ مهربان! مان ٻڍي
آهيان، مون دنيا ۾ سڀ ڪجهه ڏٺو. هيءَ ويچاري اڃا ننڍي ٻيٽي
آهي، سو هيءَ نه مري، هنجي بدران ڀلي مونکي وٺي هل." هڪ
رات جو سندس ٻاهريون در کليل رهجي ويو. ڪا ڳانءِ ڪٿان ڇٽائي
اندر گهڙي آئي. اُتي ڪا ديگ پيئي هئي. جنهن ڳانءِ کائڻ لاءِ
پنهنجو ٻوٿ ان ۾ وڌو ته سندس سڱ ڦاسي پيا. ڳانءِ گهٻرائجي
هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ لڳي. ديگ جو ڪارو ترو سامهون هو. ڳانءِ
جڏهن ٻه چار چڪر هنيا ته ٻڍي ڊڄي وئي. سمجهيائين ته موت جو
فرشتو اچي ويو آهي. چوڻ لڳي، "مان ته ٻڍي آهيان. ڇوڪري،
پريان سمهي پيئي اٿيئي، انهيءَ کي وٺي وڃ." سو دنيادار محض
موت نالي ٻڌيو ڪنبندا آهن، اندران هڪڙا ٻاهران ٻيا. پر
ستسنگي جو روز اڀياس دواران مري ٿو انهيءَ کي پنهنجي موت جي
شاديءَ کان نه وڌيڪ خوشي ٿيندي آهي.

## ٧٢- ڳل جي چوٽ

ڦاسي ڏيڻ کان اڳ منصور لاءِ شاهي حڪم آيو ته سڀ هنکي
پٿر هڻن. سڀني ماڻهن پٿر هڻڻ شروع ڪيا. منصور اڏول رهيو،
اُف به نه ڪيائين. شيخ شبلي هنجو دوست هو ۽ راز محرم به هو. هن

قل ڏيندو . " هن چيو ، " اسانجو ته هڪ ئي يڳيه سمپورن ٿيو ٿئي
ته هڪ سؤ هڪ جو قل ڪٿان ڏيون ؟ " رشيءَ وراڻيو ، " منهنجو
، اهوئي شرط آهي . " پوءِ پنجئي پانڊو واري واري سان رشيءَ وٽ
آيا پر رشي پنهنجي شرط تي محڪم رهيو . ويچارا پانڊو موٽي آيا .
کين نراس ڏسي دروپدي چيو ، " توهين غمگين ڇو ٿا ٿيو مان ٿي
سچ رشيءَ کي وٺي اچان ، اها ڪا اوکي ڳالهه ڪانهي . " دروپدي
پرڀات جو اٿي ، اگهاڙي پيرين پاڻي ڀري آئي ۽ اچي پريم سان
رسوئي ٺاهيائين . پوءِ ننگي پير مهاتما وٽ لنگهي وئي ۽ وڃي
عرض ڪيائين ، " مهاتما اسان يڳيه ڪرايو آهي ، ڪرپا ڪري هلي
انکي سمپورن ڪريو " مهاتما چيس ، " توکي پانڊون ٻڌايو هوندو
ته منهنجو شرط ڪهڙو آهي ؟ " دروپديءَ وراڻيو ، " مهاراج ! مونکي
شرط جي خبر آهي . " تنهن تي مهاتما چيس ، " چڱو ڏي هڪ سؤ
هڪ اشوميڌ يڳين جو قل . " دروپديءَ نمرتا پوروڪ جواب ڏنو ،
" مهاتما جي ! مون توهان جهڙن سنتن کان ٻڌو آهي ته جڏهن پورن
مهاتما جي درشن لاءِ وڃبو آهي ته هر هڪ قدم جو قل هڪ اشوميڌ
يڳيه ٿيندو آهي . سو جيترا قدم مان هلي توهان وٽ آئي آهيان انهن
مان هڪ سؤ هڪ اشوميڌ يڳين جو قل توهين کڻو ۽ باقي مونکي
ڏيو . " اهو ٻڌي سچ رشي چپ چاپ دروپديءَ سان هلڻ لڳو . جڏهن
ڀوڄن رشيءَ جي اڳيان رکيائون ته هو سڀئي طعام ملائي کائڻ لڳو .
دروپدي کاڌي ٺاهڻ ۾ سڀني راجڪمارين توڙي راڻين کان اول نمبر
هئي . سو رشيءَ کي ائين کائيندو ڏسي من ۾ چڙڻ لڳي ته آخر
پنهنجو هريچپٽو پڌرو ڪيائين . جيڪڏهن سڀ شيون الڳ الڳ
کائي ها ته خبر پئجي وڃيس ها ته دروپديءَ جي طعامن ۾ ڪهڙو
سواد ٿيندو آهي . رشيءَ ڀوڄن کائي سماپت ڪيو تڏهن به ڪجهه نه
چيو . سواڀاوڪ پانڊو تمام حيران ٿيا . ڪرشن ڀڳوان کان پڇيائون ،
" مهاراج ! باقي ڪهڙي ڪمي رهي آهي ؟ " ڀڳوان وراڻيو ، دروپديءَ
کان پڇو ، اها سڀ ڪسر دروپديءَ جي من جي آهي . جهڙي ڀاونا
تهڙو قل . " دروپديءَ کي اها ڄاڻ ڪانه هئي ته رشيءَ سڀني

توهان کي اڻ واڄ ڏيندس، جيڪڏهن توهين مونکي صرف هڪ امر
ماڻهو سان ملائيندا." حڪيمن چيو ته اهو ناممڪن آهي. "ڇوته مان
توهانکي سڄو راڄ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. مان پڻي روئي ڪاٽيندس پر
مونکي ماڻهو سان ملايو." هنن چيس، "توهانجي عمر پوري ٿي چڪي
آهي هاڻي اسين ڪنهن به طريقي سان توهانجو هڪ سواس به وڌائي
نه سگهنداسين."

اسين عام طور هڪ ڏينهن ۾ چوويهه هزار سواس کڻندا آهيون.
هڪ هڪ سواس ڪروڙ ڪروڙ روپين جو آهي پر اسين اجيمي جيئو
اهڙن املهه سواسن کي ڇوڙڻ، تاس ۽ بڪ شڪ جهڙن فضول ڪمن ۾
برباد ڪري ٿا ڇڏيون. مدش چولي جو لاڀ وٺي مالڪ سان ملڻ جي
پوري ڪوشش ڪرڻ جڳائي.

## ٧٠- سپچ بنا گهنڊ نه وڳو

جڏهن مهاڀارت جي جنگ پوري ٿي ته ڪرشن ڀڳوان پانڊون کي
چيو، "پنهنجن ڀائرن جي پراشچت ڪرڻ لاءِ يگيه ڪرايو نه ته نرڪن
۾ ويندا ۽ يگيه تڏهن پورو سمجهجو جڏهن آسمان ۾ گهنڊ وڄندو."
پانڊون يگيه ڪيو ۽ ساري ڀارت ورش جي ساڌو مهاتمائن کي نوتو
ڏنائون. سڀني ڪائي آنيا پر گهنڊ نه وڳو. سو ڪرشن ڀڳوان کي
عرض ڪيائون. "توهين ڀوڄن ورتايو، "شايد توهانجي کائڻ سان
گهنڊ وڄي." جڏهن ڪرشن ڀڳوان کاڌو تڏهن ۽ گهنڊ نه وڳو. لاچار
ٿي ڀڳوان کي وينتي ڪيائون، مهاراج! توهين پنهنجي ديوڪ دوشٽيءَ
سان ڏسو ته ڪو مهاتما رهجي نه ڪونه ويو آهي." ڀڳوان چيو،
"هڪ ڪهڙي ذات جو سپچ ٻالي ساڌو رهجي ويو آهي جو جهنگل
۾ رهندو آهي. ڪيڏانهن اچي وڃي ڪونه، صرف وڻن جي پنن
تي گذارو ڪندو آهي. جڏهن اهو اچي کائيندو تڏهن ٿي توهانجو
يگيه سمپورڻ ٿيندو." پانڊو رشيءَ وٽ ويا ۽ وينتي ڪيائون ته
ڪنٽڪري هلي اسانجو يگيه سمپورڻ ڪريو. مهاتما وراڻيو، "مان
جي ڪيو وينديس جيڪر مونکي هڪ سؤ هڪ اشوميڌ يگين جو

آهي . جوتشين کي ڪوڙ ته ڳالهائڻو ڪو نه هو ۽ جي سچ ٿا ٻڌائين
ته جان خطري ۾ ! آخر سوچي ويچاري چيائونس ، " بادشاه سلامت!
توهانجو موت تڏهن ٿيندو جڏهن آسمان سون جو ۽ زمين لوهه جي
ٿيندي. " سڪندر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته ڀره فڪر ڇا جو؟
سائنس جي اصول موجب ڪڏهن وڃي آسمان سونو ٿيندو ۽ زمين
لوهه جي ! سو منهنجو موت ته ٿيڻو ئي ڪونهي . جڏهن ٿورو اڳتي
ريگستان پهتو ته بخار ٿي پيس . پاڻ ۽ وزير اڳيان هئا ۽ فوج پويان .
جيئن جيئن اڳتي هليو ته بخار به ويس تيز ٿيندو . نيٺ وزير کي
چيائين ، "مونکي بخار ٿي پيو آهي." وزير وراڻيو ، "جهان پناه !
ٻه چار ميل اڳتي هلو . شايد ڪو وڻ اچي وڃي جنهنجي ڇانو هيٺ
آرام ڪري سگهو . جيئن اڳتي وڌيو ته بخار تمام تيز ٿي ويس . وزير
چوطرف نظر دوڙائي پر ڪٿي به وڻ جي ڇانو جو نالو ڪو نه هو .
وزير چيو ٻه چار ميل اڳتي هلون مان ڪو درخت نظر چڙهي . وري
ٻه چار ميل طئه ڪيائون ، بخار اهڙو ته زور ورتو جو بادشاه سهي نه
سگهيو ۽ گهوڙي تان لهي پيو ۽ وزير کي چيائين ، " جهل هي گهوڙو
مونکان ته هڪ قدم به اڳتي وڌڻ نٿو اُٿجي." هاڻي ريگستان ۾
وزير وٽ هيٺ وڇائڻ لاءِ هوندي ڇا ؟ سو پنهنجي زره لاهي ڪٽي
هيٺ وڇايائين جنهن تي بادشاه ليٽي پيو . زره لوهه جي ٺهيل
هوندي آهي جنهن جي اندر ڪيترا ريشم جا تهه هوندا آهن جيئن
بندوق جي گولي اثر نه ڪري . ٻن پهرن جو وقت هو ، تنهڻ اُس
پڻي ساڙيو ، وڻ جو نالو ئي ڪو نه هو ، وزير ويچاري پنهنجي
سوني ڍال کڻي ڪٽي بادشاه جي مٿان جهلي جيئن اُس کان بچاءُ ٿئي .
جڏهن جيو جي موت جو وقت ايندو آهي ته ڪيس اڳ ئي پرون
پنهجي ويندا آهن . سڪندر سوچيو ته جوتشين جي اڳڪٿي ٺيڪ نڪتي .
سچ پچ آسمان سون جو ۽ زمين لوهه جي ٿي پيئي آهي . هاڻ منهنجي
موت ۾ شڪ ڪونهي . ايتري ۾ ساري فوج ۽ شاهي حڪيم به پهچي
ويا . بادشاه چيو ، " منهنجي نبض ڏسو." هنن نار ڏسي چيو ،
"جناب ، بچڻ مشڪل آهي." سڪندر حڪيمن کي چيو ، "مان

پيس لاهندو پئو ڪٽي آهيو جو سولو ٿي پيو هو. گهر وارن کي
ٻڌائين، ”ڪوڙن جي قيمت جيترو سون هن مان ڪڍو باقي ڇڏي ڏيو.“
الڪ ۽ سٽڪرو، پنهنجي شيوڪن جي پل پل ۾ سار سنڀال
ڪندا آهن.

## ٦٨- بنگالي بابوءَ جي من سان لڙائي

راولپنڊيءَ ۾ هڪ بنگالي بابو آفيس ۾ نوڪري ڪندو هو.
ابو ٻڍڙي ۽ اپاسي هو. مون (حضور جن) هن کان پڇيو، ”من
س آيو اٿئي ۽ اندر شبد جو رس اچڻي ٿو؟“ جواب ڏنائين،
”وس ته آيو آهي پر نهايت مشڪلات سان.“ مون پڇيو ماس،
”ڪهڙي طرح وس ۾ آيو؟“ جواب ڏنائين، ”منهنجو اهو روزانو
نيم هو ته آفيس مان موٽي اشنان پاڻي ڪري وڃي پڇن سمرن تي
ويهندو هوس ۽ جيستائين اندر نام جي لذت نه ايندي هئي تيستائين
روٽي ڪونه کائيندو هوس. نوڪر کي منهنجي هدايت هئي ته
منهنجي روٽي کائي ۽ منهنجي روٽي رکي ڇڏي وڃي سمهي پوي
۽ منهنجو انتظار نه ڪري. ڪڏهن ڪڏهن ته شام جو وهندو، رات
جا ٻه ٽي وڄي ويندا هئا تڏهن وڃي مشڪلات سان ٿورو من
ايڪاگر ٿيندو هو. جڏهن اندران نام جو رس ملندو هو تڏهن ڪاڏهن
لي اٿي روٽي ورتائيندو هوس. اهڙي حالت ۾ روٽيءَ کي هٿ به
نه لائيندو هوس.“

سو جي من جي آڏو وهيو نه ڪڏهن به پڪتي نه ٿئي. سڀ
مهاتما اهوئي اپديش ڪندا آيا آهن ته جيڪي من مت تي هلن ٿا
تنهن مان لڪن جو پاڪي پٽاڻي ٿو.

## ٦٩- سون جو آسمان ۽ لوهه جي زمين

سڪندر اعظم جنهنکي فاتح عالم چوندا هئا سو ملڪن کي فتح ڪندو
جڏهن بياس نديءَ وٽ پهتو ته سندس فوج اڳتي وڌڻ کان انڪار
ڪري ڇڏيو. مجبورن هو واپس وريو ۽ ڪن جوتشين کان پڇيائين
ته منهنجو موت ڪڏهن ٿيڻو آهي؟ جوتشي سياڻا هئا ۽ حساب لڳائي
ڏنائون ته بادشاهه جي عمر بلڪل ٿوري آهي، بلڪ ختم ٿيڻ تي

وڃو ڪير. مهاتما پنهنجو پارس وٽي رهندو رهيو. هي هڪ درشٽانت آهي ۽ اسان سان تز لڳي ٿو. پارس آهي منش جنم، مهاتما آهي پرميشور جنهن ڪرپا ڪري اهو جنم بخشيو آهي. اسان سڀني جي اندر اڪال پرک، آهي ۽ جيڪڏهن اسين منش ديهه ۾ محنت ڪري سندس درشن نه ٿا ڪريون ته اسان کان وڌيڪ ڪوئي قسمت وارو ٻيو ڪير ٿيندو!

## ٢٧- پٿر سونو ٿي پيو

ڀڳت نامديو ڇر جو ڪم ڪندو هو. ست ڏينهن ڪپڙا رنگي ۽ ڇري، انهن ڏينهن وڃي منڊيءَ ۾ وڪڻندو هو ڇاڪاڻ جو اُتي انهن انهن ڏينهن منڊي لڳندي هئي.

نامديو کي چار پنج يائر هئا. هڪ دفعي سڀ يائر پنهنجو مال تيار ڪري وڪڻڻ ڪٽي ويا. نامديو جي گهر وارن کيس به ڪپڙن جي هڙ وڪڻڻ لاءِ ڏني. ٻيا يائر ته وڪڻڻ ۾ لڳي ويا پر نامديو وڃي ڀڄن تي وينو. شام ٿي ته ٻيا سڀ يائر پنهنجو پنهنجو مال وڪڻي گهر موٽيا پر نامديو جيئن جو تيئن هڙ موٽائي ڪٽي آيو. گهر وارن پڇيس، "ڇو ڪو گراهڪ ڪونه آيو ڇا؟ هيترو مال گهر ۾ رکي ڇا ڪبو؟ گهٽ وڌ ڪري وڪڻي اچين ها." نامديو چپ. جڏهن گهر وارن وڌيڪ تنگ، ڪيس ۽ چيائونس ته ٻيو نه ته اوڌر تي ئي ڏيئي اچين ها. نامديو چيو، "اوڌر تي ڏيئي اچان؟" چيائونس ته ڀلي وڃي ڏيئي اچ. نامديو هڙ کڻي ٻاهر ويو ۽ جيڪي پٿر ٻاهر پيا هئا انهن جي مٿان ويو هڪ هڪ ڪپڙو وجهندو، پڇاڙيءَ جو هڪ پٿر ضامن طور کڻي آيو. گهر وارن پڇيس، "ڪپڙا اوڌر تي ڏيئي آئين؟" جواب ڏنائين ته ها. پڇيائونس ته پيسا ڪڏهن ملندا؟ نامديو وراڻيو "اٺين ڏينهن." ڪنهن اچي گهر وارن کي ٻڌايو ته نامديو سڀ ڪپڙا پٿرن تي وڇائي آيو اٿو ۽ ماڻهو لاهي کڻي ويا آهن. هاڻي پيسن جي اُميد لاهي ڇڏيو. گهر وارا نهايت دکي ٿيا ۽ چوڻ لڳا ته پيسا ڪير ڏيندو؟ نامديو آٿت ڏيئي چين، "توهين فڪر نه ڪيو. مان ضامن پاڻ سان کڻي آيو آهيان." اٺون ڏينهن ٿيو گهر وارن پيسا

ٿي گراهڪ جو ڪتو به ٻيٺو هو جنهن ٻلي؁ تي حملو ڪري ان کي
ڇيري ڦاڙي ڇڏيو. دڪاندار کي غصو وٺي ويو ۽ نوڪرن کي چيائين
ماريو ڪتي کي، جن ڏنڊن سان ڪتو ماري وڌو. گراهڪ دکي ٿي
دڪاندار کي گار ڏني. پوءِ ته هڪ پاسي هو دڪاندار ۽ سندس
نوڪر ۽ ٻئي پاسي هئا گراهڪ ۽ لانگهائو. خوب لڙائي لڳي.
تنهن تي من مهاتما کي چيو ته اهي آهن منهنجا کيل ۽ ٺراب !

## ٦٦- پارس ۽ لوهه جو اگهه

هڪ غريب دڪاندار هوندو هو جنهنجو گذر ڏکيو ٿيندو هو.
اتفاق سان ڪو مهاتما وٽس آيو جنهنجي هن پوري پيار سان شيوا
چاڪري ڪئي. جڏهن ڏنائين ته مهاتما پرسن ٿيو آهي تڏهن عرض
ڪيائين، ”مان نهايت غريب آهيان، ڏاڍن پر ڏينهن پيو ڪٽيان، مهرباني
ڪريو ڪريو.“ مهاتما کي ديا آئي ۽ چيائينس، ”مان توکي تنهن
مهن لاءِ پارس ڏيئي ٿو وڃان. جيترو ڪجهه ٿئي اوترو سون ٺاهج.“
مهاتما پنهنجي مهر ڪري هليو ويو پر جيئن جا پاڳ، ته جيو سان رهن
ٿي ٿا. سو اهو غريب دڪاندار بزار ويو ۽ وڃي لوهه جو اگهه پڇيائين.
لوهه جي واپارين چيس، ”پوريان ته پنجين روپئي في من هو پر
هاڻي ٽو رو پيا ٿي ويو آهي.“ چيائين ته اهڙي تيزي؁ ۾ مان لوهه
ڪو نه خريد ڪندس. جڏهن پنجين روپئي جو اگهه ٿيندو تڏهن خريد
ڪندس. مورکه کي اها سمجهه نه آئي ته سون جي من جي قيمت ڪيتري
ٿيندي! وري اٺين مهني بزار ۾ لوهه جو اگهه پڇيائين. واپارين
چيس، ”ڀائي! هينئر ته اڙهين روپئي من اٿيئي.“ وراڻيائين ته
جڏهن پنجين روپئي ٿيندو، تڏهن خريد ڪندس. ٽئين مهني جڏهن
بزار ۾ ويو ته ٻڌائين ته لوهه جو ڀاؤ اڳئين کان به تيز آهي، سو پويان
پير ڪري موٽي آيو اهڙي طرح اگهه پڇندي ٿي مهنا پورا ٿي
ويا ۽ مهاتما به سوچيو ته وڃي پنهنجو پارس واپس وٺي اچان. رستي
تي سوچي ته غريب دڪاندار ته وڏا وڏا محل ڪٽي اڏايا هوندا.
اچي ڏسي ته اهوئي جهونو مڪان ۽ پڪل دڪان! حيران ٿي

سڀ لاغرض آهن، راڻ جو ننڊون پيا ڪن، جي مان نه جاڳان ته چوري ٿي وڃي. ڪجهه سمي ڪانپوءِ ڪبير صاحب جن وري اٿي ويا ۽ هنڪي نه ڏسي سندس پٽن پوٽن کان پڇيائون ته پير مرد ڪٿي آهي؟ هنن چيو ته هو گذاري ويو.

اتي ڪبير صاحب اتر ڏيان ڏي ڏنو ته هنجو پنهنجين ڳائين مينهن سان ڏاڍو موهه هو. انهيءَ ڪري موت ڪانپوءِ هڪڙي ڳانءِ جنهن سان هنجو خاص پيار هو، انهيءَ جي پيٽ ۾ آيو. جڏهن وڇڙي مان وڏي ٿيو ته سندس گهر وارن کيس هر ۾ خوب جوٽيو. جڏهن پيدائي ڪارڻ هنجي ڪم جو نه رهيو ته ڪٽي ڳاڏيءَ واري کي وڪيائون. انهيءَ به ڏهه ٻارهن سال واهيس. جڏهن اتي به بيڪار ثابت ٿيو ته ان وري تيليءَ کي وڪيو، جنهن کيس گهاڻي ۾ ڪاهي واهيو. جڏهن انهيءَ جي ڪم کان به ويو ته کيس ڪاسائيءَ کي وڪڻي ڇڏيائين، ڪاسائيءَ سندس ماس وڪڻي ڇڏيو باقي چمڙو نغاري وارا وٺي ويس. هن نغارو ٺاهيو جنهن تي وقت بوقت خوب ڏنڊن جو وسڪارو ٿيندو رهيو.

”بيل بني هل مين جتي ليءِ گاڙي مين دين،
تيلي کي ڪوهلو رهي ٻن گهير قصائي لين،
ماس ڪٽا بوٽي بڪي چمڙن مڙهي نقار،
ڪڇڪ ڪرم باقي رهي تس ڀر پڙتي مار.“

## ٦٥- ماکيءَ جي هڪ آڳر

هڪ مهاتما ڪنهن دڪان تي ويٺو هو. من کي چيائين ته تنهنجي هاڪ ته گهڻي ٻڌي آهم مونکي به ته ڪو پنهنجو ڪوتڪ ڏيکار. من چيس، ”اجهو ڏس.“ دڪاندار ماکي گراهڪ کي ڏيئي پوءِ مٽڪيءَ مان ماکيءَ جي هڪ آڳر پري پٽ تي ڏئي لاتي. ماکيءَ جي خوشبوءِ تي هڪڙي مک اڏامي اچي ماکي کاڻ وڃي. هڪ ڪرڙيءَ مک کي ڏٺو ۽ جهٽ چالاڪ ماري ان کي هڙپ ڪري ويئي. دڪاندار وٽ هڪ پاليل ٻلي هئي جا ٽپو ڏيئي ڪرڙيءَ کي کائي ويئي. پرسان

اها مهرباني ڪريو، مان اجهو ٿو اچي واپس ڪٽان. رشيءَ وراڻيو ته هنجي سنڀال ڪير ڪندو؟ تنهنتي اندر ولي سندس آيا شروع ڪئي ته توهين هتڙا، توهين هيڏا، دنيا پالي مهنجو ... اهو ڪم ڪريو. جڏهن ايترو زور پرايائين، تڏهن رشيءَ مڃيو ۽ چيائينس ته چڪو هن ڪنڌ ۾ رکي چڙ. اندر تہ تير ڪمان چڙي هلڻو ولو. واپس ته هن کي اچڻ ڪولهو. رشي اصل ته راجا هو ۽ تيراندازيءَ جي فن ۾ ماهر. سو جنهن وقت به پڇن ٿان آئي تہ تير ڪمان سامهون. اتين بار بار ڏسندي تير ڪمان جو ڏيان من ۾ پختو ٿيندو ويس. هڪ ڏينهن خيال آيس تہ ڪو زمانو هو جڏهن مان تيراندازي ڪندو هوس. اچ تہ هٿ هلائي ڏسان، ڪٿي ڪنهڪي مارڳندس ڪونہ. اهو سوچي تير ڪمان هٿ ۾ ڪئي جو تير هلايائين تہ تير وڃي نشاني تي لڳو. جيئن پوءِ ليئن شوق وڌ وڌندو ۽ ليڪ پورو شڪاري بڻجي پيو. پڇن بندگي وسري ويس ۽ شڪار جي تاڪ اچي لڳس. سو اهي سڀ من جا دوکا آهن. ذرا من جي واڳ ڍلي ڇڏي ته جهٽ پراڻن عادتن ۾ وڃي پوندو.

### ٦٤- پوٽا اچا اياڻا آهن

ڪبير صاحب جن جو جڏهن هڪ ڪيمت وڻان لڪرڻ جو اتفاق ٿيندو هو تہ ڏسندا هئا ته اتي هڪ پيرمرد ويٺو آهي. هڪ ڏينهن کيس چيائون، "ڀائي! مانا ڪاڻي مٽي چڙهيو آهين، هاڻي ته ڀڄن ڪر." جواب ڏنائين تہ ننڍا ننڍا ٻار آهن، وڏا ٿين تہ پوءِ ڀڄن ڪندس." جڏهن ٻار وڏا ٿيس ته ڪبير صاحب وري ياد ڏيارينديءَ چيس، "ڀائي! هاڻي ته ڀڄن ڪر." وراڻيائين ته هندي شادن جي اون لاهيان ته پوءِ ڪندس. جڏهن ٻڌن جون شاديون ٿي ويس ڪبير صاحب وري چيس تہ هاڻي ڪهڙو ويچار اٿيئي؟ چيائين تہ پوٽن جي آس ڏسان. جڏهن پوٽا ٿيس تڏهن ڪبير صاحب جن وري کيس گڏيا ۽ چيائونس، "سيٺ! آسون پوريون ٿيئي، هاڻي ته ڀڄن ڪر." جواب ڏنائين ته پوٽا اچا اياڻا آهن وڏا ٿين ته پوءِ ڪندس. جڏهن پوٽا به جوان ٿيس ته ڪبير صاحب وري پڇيس. چرڻ لڳو ته هي

ڏٺو ڪري انهيءَ ڪري تون به انهيءَ ڪم کي ڇڏي ڏي. گرو رامداس
جن کي اکين مان لڙڪ اچي ويا ۽ فرمايائون، "مونکي جيڪي ڪپڙو
سو ڇڏيو پر گروءَ لاءِ نه ڇڏيو ڇو جو جيڪڏهن گروءَ جو عقل قائم نه
آهي ته سمجهو جهان ۾ ڪنهنجو به عقل قائم ڪونهي." جنهن خيال ۽
همدردي سان گرو رامداس جن سنڌ دعا ڳالها ڳاهيا ۽ ٻاهيا، انهيءَ ڀاونا
سان جيڪي اسين جيو، پوري گروءَ کي ڏسون ته جيڪر سونا ٿي
پئون.

## ٦٢- پنڊت لادي ٻيل

ذڪر آهي ته پنڊت ڀيڳي تي ڪتاب کڻي ڪبير صاحب جن
سان بحث مباحثو ڪرڻ واسطي ڪاشيءَ سندن گهر آيو. ڪبير
صاحب جن ته ڪٿي ٻاهر نڪتا هئا ۽ گهر ۾ سندن سپتري ڪمالي
ويٺي هئي. پنڊت پڇيو، "ڪبير صاحب جو گهر هيءُ آهي؟"
ڪماليءَ وراڻيو، "هي ڪبير صاحب جو گهر ڪونهي. هنجي گهر
جو پتو ته برهما، وشنو، مهيش کي به ڪونهي.

" ڪبير ڪا گهر شکر پر جهان سلهلي گيل،
پانو نه ٽڪي پيپل ڪا پنڊت لادي ٻيل."

تو ڪبير صاحب کي ديهه روپ سمجهيو آهي پر هوءَ بديهه
آهي، حقيقت ۾ تو ڪبير صاحب کي سمجهيو ئي ڪونهي. پنڊت
ويچارو چپ چاپ هليو ويو.

## ٦٣- تير ڪمان امانت

هڪ رشيءَ اهڙي ته گهور تپسيا ڪئي جو اندر ڀڳوان کي
پنهنجي گدي وڃڻ جو اچي خوف لڳو. سو شڪاريءَ جو روپ
ڌاري تير ڪمان هٿ ۾ کڻي رشيءَ جي ڪٽيا ۾ آيو ۽ اچي عرض
ڪيائين، "رشي راج! مان ڪنهن ڪم سان وڃي رهيو آهيان.
اوهين ڪرپا ڪري منهنجو هي تير ڪمان پاڻ وٽ رکو. ٿوري
وقت کان پوءِ اچي کڻي ويندس." رشيءَ چيو ته مان رشي،
منهنجو تير ڪمان سان ڪهڙو ڀريو جن؟ اندر منٿ ڪري چيس ته

ڪير به نه. مونکي مٿي ڪهڙو ڪم آهي سو ڪري اچان ٿو." اِهين چئي پاڻ ماڙيءَ تي چڙهي ويو. وڃي مهاتما کي پنهنجي گهر آڻي ڏسي هٿ جوڙي چرڻ لڳي، "مهندا ڌن ڀاڳ، جو مون پاپڻ جي گهر قدم مبارڪ ڪيا آٿوَ. حڪم ڪريو مان ڪهڙي خدمت ڪريان؟" مهاتما چيو، "مونکي هتي هڪ رات رهڻي آهي ۽ مونکي ڪو اڪيلو ڪمرو ڏي ۽ تون پڻ ڪنهن ڪمري ۾ آرام ڪر. ٻيو تـه پنهنجي نوڪر کي چئه ته مونجي واسطي ٻه چار ڦلڪا، دال ۽ هڪ شيشو شربت جو بزار مان وٺي، ڍڪي ڪٺي اچي." وڃي سمت وچن چئي نوڪر کي اهين شين آڻڻ جو حڪم ڏنو. نوڪر ويو ۽ سڀ شيون کڻي، ڍڪي ڪٺي آيو. مريد جڏهن ڏٺو ته ٻيا هيا اهو ڏسي چرڻ لڳا ته اڄ پير جي پوري ڏوڪڙي وٺي. هاڻي ته شراب ڪباب جو دور هلندو. سو هڪ هڪ تي کسڪڻ لڳو تان جو ايڪيهه ته غائب ٿي ويا باقي وڃي هڪ رهيو.

مهاتما کي اڪو مالي ئي ڪاڻي هٿي ۽ لڪو شرمت پيٽو هو، ڇنڪي ته صرف پنهنجي مريدن جي پرکيا وٺي هٿي. جڏهن صبوح جو هيمت لٿو ته فقط امير خسرو بيٺو هو. پڇيائونس ته ٻيا ڪيڏانهن ويا؟ ورائيائين تـه فلاڻي فلاڻي وقت فلاڻو فلاڻو ويو هليو. تنهنتي پڇيائونس تـه تون ڇو نه هليو وئين؟" جواب ڏنائين، "حضرت! هليو ته مان به وڃان ها پر مونکي توهان ڪانسواءِ ٻيو ڪو ٺانءُ لڪاڻو ڪونـه سجهيو. مان وڃان ته ڪيڏانهن وڃان؟" خوش ٿـي ڪٺي ڳلي لڳايائونس ۽ گدي ڏنائونس. سو مهاتما ڪوئي ڪري کي پرکڻ لاءِ ڪانه ڪا آزمائش وٺندا آهن.

گرو امرداس صاحب جن به اهڙي آزمائش وٺڻ جي خيال کان چيو ته ٿلها ٺاهيو. جڏهن شيوڪن ٺاهيا ته گرو صاحبن فرمايو ته اهي ٺيڪ ناهن، ڊاهي ٻيا ٺاهيو. هنن ڊاهي ٻيا ٺاهيا. پر گرو صاحبن کي پسند ڪين پيا. اهڙي طرح ڪئين دفعا ٿلها ٺاهڻ ۽ ڊاهڻ جو ڏنائون. آخر ٻيا سڀ هٽي ويا ۽ صرف رامداس صاحب جن بچيا. ماڻهن رامداس کي چيو ته هاڻي گرو صاحبن جو عقل ڪم

ڪرڻون. راجا جي پرڌان وزير اهو ۽ ڪيتري ساري پرجا به هلڻ
لڳي. جڏهن پرتريءَ ماڻهن جو اڪيلو انبوهه ايندو ڏٺو ته ڪنهن
کان پڇيائون ته هي ڇا جو شور آهي؟ ڪنهن وراڻيو ته هي سڀ
توهانجي درشن ڪرڻ لاءِ پيا اچن. انهي جوڳين سوچيو ته هيءَ ته
جٽ ٿي. سو پڇ پڇائڻ لڳا ته ڪيئن هن مکين کي ڀڄائجي. آخر
هڪ تجويز لاهي، انهي ماس ڪري ويهي رهيا. اينتري ۾ راجا ۽
رعيت جا ماڻهو اچي ويا ۽ لڳا انتظار ڪرڻ ته ڪڏهي مهل ٿا
مهاتما اچي کيان گوشت پڌائين. سنمت ٿي هڪ مهاتما آئي انهي
کي چيو. اڄ شهر ۾ بکيا وٺڻ مان ويندس." تنهن تي انهي چيو،
"ڪلهه به بکيا وٺڻ تون ويو هئين ۽ جهڪو سيرو مليو سو سيرو
تون کائي وئين." تنهن تي ٻئي مهاتما چيس، "ٻيون ڏينهن
سورا مالوڙا تو ڪوله کاڌا هئا؟" انهي وراڻيو، "جو تون ڏينهن
جو تون سوري ڪپڙي هڙپ ڪري وئين؟" بس پوءِ ته هڪ
ڏنڊو کڻي ۽ ٻئي سونٽي، لڳا پاڻ ۾ وڙهڻ. راجا اهو رنگ ڏسي
چوڻ لڳو، "هي ڪهڙا مهاتما، جي کاڌي تي پيا وڙهن. اٿو ته
واپس هلون." ماڻهون ناڙون وڃائي ڪاڻ لڳا ۽ موٽي پنهنجي گهرن
۾ آيا. مهاتمائن چيو ته مکيون ويون ۽ جند ڇٽي. اهڙا ورتانت انهن
مهاتمائن جي زندگيءَ ۾ به ٿيا آهن ۽ جڏهن انهن اهڙا سانگ رچايا
ته عام ماڻهو هنن کي پوڄي نه سگهيا ۽ سمجهائون ته مهاتما پاکنڊي
آهن.

## ١٦- حضرت مان وڃان ته ڪيڏانهن وڃان؟

نظام الدين اوليا جا ٢٢ خاص مريد هئا ۽ انهن مان هرهڪ جي
مرضي هئي ته گدي مون کي ملي. ڪين پرکڻ جي خيال کان سڀني کي
چيائون ته هلو ته اڄ شهر مان چڪر هڻي اچون. جڏهن شهر جي ماڻهن
اهو ڏٺو ته لڳا چڪ پڇه ڪرڻ ته اڄ پير ۽ مريدن کي به شهر جي
هوا لڳي آهي. هلندي هلندي اچي الهيءَ بازار ۾ پهتا جتي
ونشيائون رهنديون هيون. هڪ ونشيا جي در وٽ اچي نظام الدين
اولياءَ پنهنجي مريدن کي چيو، "توهين سڀ هتي بيٺا رهو ۽ وڃي

رتائس - تنهنجي وجود جي اندر خدا بانگ ڏيئي رهيو آهي. انساني وجود ئي خدا جي سچي مسجد ۽ سچو ٺاڪر دوارو آهي. اسين مورک انسان فضول ٻاهر ڀٽڪون پيا. اج تائين خدا ڪنهنکي به ٻاهر نه مليو آهي. سو بانگ، تہ هرهڪ جي اندر ئي رهي آهي پر اسين موهہ جي ننڊ ۾ ستا پيا آهيون.

"ستي بانگ، نہ سن سڪن رهيا خدا جڳاءِ."

يعني مالڪ اٿهيءَ بانگ، يا شبد جي دوارا اسان جيون کي مايا جي ننڊ مان بيدار ڪرڻ ٿو چاهي پر اسين ان ڏانهن ڌيان ئي نٿا ڏيون. وري فرمايائون :-

"ستي پئي نپاڳ، سڀ ستي نہ بانگان ڪرئي."

يعني اهي اياڻا آهن جي رات جو جاڳي اٿهيءَ بانگ، کي نٿا ٻڌن.

"جو جاڳي سوئي سني سائين سندي هوئي."

مطلب تہ جيڪو رات جو جاڳي ابياس ڪندو تنهنجي سرت شبد سان جڙندي ۽ اهڙو ئي پيارو خدا جي آواز يعني انحد شبد کي ٻڌندو.

## ٦٠- راجا گوپيچند ۽ ڀرتري

جڏهن راجا گوپيچند ۽ ڀرتري جوڳي ٿيا تہ ماڻهو هنن جي پٺ ئي نہ ڇڏين ڇاڪاڻ تہ سمجهائون تہ جيڪي راج ياٺ ڇڏي جوڳي ٿيا آهن سي بہ ڪي هستيءَ جا صاحب هوندا. ڪو ڪاڻن پٽ پيو گهري، ڪو ڌيءَ، مطلب تہ ڪو ڪم ڪو ڪم. جوڳين سوچيو تہ جڏهن مان وڏائيءَ کي ڇڏي جوڳي ٿياسين، آها پويان لڳي آهي. سو آباديءَ کان دور هڪ ڪمپر جي گهر وجي رهيا ۽ ايڪانت ۾ ڀڄن سمرن ڪرڻ لڳا. عطر کي ڪٺي ڪمترو بہ لڪائي رکجي تہ بہ خوشبوءِ ضرور نڪرندي. پوءِ اوسي پاسي ۾ شهر پيئي تہ ڪمپر وٽ ٻہ مهاتما رهيل آهن، آتان پوءِ شهر ۾ ۽ آخر اجا کي بہ سڌ پيئي تہ سندس شهر ۾ بہ ڪمائيءَ وارا مهاتما ... راجا چيو تہ هلو تہ هلي اهڙن مهاپرشن جو درشن

اڀياس ڪري پوءِ ان موجب سندن پڙهائي وغيره جو پرٻنڌ ڪبو ته وڌيڪ لاڀدائڪ ٿيندو.

## ٥٨- گهوڙي جي اِٽ

هڪڙي درويش جي ڳالهه آهي ته گهوڙي تي چڙهي ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. هن جو هڪ پراڻو طالب سندس ياد ۾ ڌيان ۾ جهنگل ۾ ويٺو هو. درويش پنهنجي گهوڙي کي جيڏانهن هلائڻ چاهيو ٿي اوڏانهن هليئي نه. گهڻيئي ڪوشش ڪيائين ته گهوڙو سندس منزل ڏانهن وڃي، ڪٿي پر گهوڙو ٻي راهه پيو وڃي. مهاتما گهڻيئي زور لڳايا پر ڪجهه نه وريس. آخر هارائي گهوڙي کي چوڻ لڳو ته چڱو، جيڏانهن تنهنجي دل چاهي اوڏانهن هل. جڏهن گهوڙي کي ڪلي واڳ ڏنائين ته گهوڙو جهنگل طرف هلڻ لڳو ۽ ٽي چار ميل هلي بيهي رهيو. سامهون هن جو پراڻو مريد ويٺو هو. مرشد کي ڏسي ادب وچان اٿي بيٺو. درويش چيو ته هي ڇا! طالب وراڻيو، "حضرت! اڄ منهنجي دل توهانجي درشن لاءِ تڙڦي رهي هئي." سو ستسنگيءَ اندر ستگروءَ لاءِ ايڏي پريم جي ڪشش هئڻ کپي.

## ٥٩- گرو نانڪ صاحب ۽ قاضي رڪن الدين

جڏهن گرو نانڪ صاحب جن ڪعبي (مڪي شريف) ۾ قاضي رڪن الدين سان گڏيا ته هن پڇيو، "خدا جو محل ڪهڙي نموني جو آهي؟ منجهس ڪيترا در ۽ دريون آهن؟ ڪيترا برج ۽ ڪنگرا اٿس؟" هي سوال رواجي نه آهي پر گنڀير ويچار جوڳو! هن شرير جا ٻارهن برج آهن، ٽي سڄي ٻانهن جا جوڙ، ٽي کٻيءَ ٻانهن جا ۽ ڇهه ٻنهي ٽنگن جا جوڙ، سي ٿيا ٻارهن ۽ نَوَ دوار آهن - ٻه ڪن، ٻه اکيون، ٻه ناسڪائون، هڪ وات ۽ ٻه هيٺيان دوار. ڪنگرا ٻاونجاهه اٿس - ٻٽيهه ڏند ۽ ويهه هٿن پيرن جا نهن. ڪڙڪيون آهن ٻه اکيون. اهڙي طرح انساني وجود هڪ نهايت عجيب ۽ بي نظير محل آهي. قاضيءَ کي اهو سڀ سمجهائي گرو صاحب فرمايو:-

"آچي خاصي محل تي ديري بانگ خدا."

انهيءَ علائقي پرڳڻداري ڏاڙهون اُڀندا ئي ڪونه هئا. بادشاه
ن پئدورو ڦيرائو ته جيڪو هن وقت هڪڙو ڦڏاري ڏاڙهون
اُڀيندو انهيءَ کي هڪ هزار روپيه انعام ڏنو ويندو. انهيءَ ۾
ناصر بادشاه جو نوڪر اچي اتي سهڙيو، ۽ پئدورو پڌائين.
اصداق ڪري درٻار ۾ پهتو ۽ ڏاڙهون پيش ڪيائين. بادشاه
ڏاڙهون ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. نوڪر عرض ڪيو، "بادشاه
سلامت! جيترا ڪهڙو اوترا ڪٽو." بادشاه پنهنجي ضرورت مطابق
ڏاڙهون ڪٽيا ۽ هر هڪ ڏاڙهونءَ لاءِ هڪ هزار روپيه قيمت ادا
ڪئي. پر سپاهي رکواليءَ لاءِ گڏجي ڏنائينس ته هنکي پنهنجي گهرڻ
پهچايو. انهيءَ ريت هن هزارن جو مالڪ ٿئي پيو. سو حق
حلال جي ڪمائيءَ ۾ هميشه برڪت ٿيندي آهي.

## ٥٧- ڪبوترن جي پرن تي الف، ب.

جيون کي سمجهائڻ لاءِ مهاتمائن وٽ ڪيئن طريقا ٿيندا آهن :-
ذڪر آهي ته هڪ بادشاه جو پٽ پڙهائيءَ جو چور هو ۽
ڪبوترن پالڻ جو شوقين. هڪ ڏينهن ڪو مهاتما واٽ درٻار ۾
آيو. بادشاه مهاتما کي وينتي ڪئي ته منهنجي پٽ جي پڙهڻ
ڏانهن ڪا به رغبت ڪانهي ۽ سڄو ڏينهن پيو ڪبوترن سان راند
ڪري. هنکي ڪا سکيا ڏيو ته پڙهي لکي لائق بڻجي. مهاتما
شهزادي کي گهرائي پڇيو، "تو وٽ ڪيترا ڪبوتر آهن؟" شهزادي
ڄاڻايو ته وڏا. مهاتما چيس، "اهي ته بلڪل ٿورا آهن. تون ته پر سو
وٺ. پوءِ اچي گڏجي انهنجي اڏاريءَ جو تماشو ڏسنداسين." شهزادو
ته ٿوري پيو ۽ جهٽ وڏيڪ ڪبوترن جو انتظام ڪيو ويو. مهاتما چيو،
"هاڻي ڪبوتر ته تمام گهڻا ٿي پيا آهن. انهن کي سڃاڻڻ لاءِ سندن
الالا رکڻ گهرجن." پوءِ هن ڪبوترن جي پرن تي "ا، ب، پ،
ٿ" وغيره لکيا. اهڙي طرح هنکي پڙهڻ لکڻ سيکاري ڇڏيائين.
کي پڙهائي نا پيو ڪر ڪم ڪڍهن به زبردستي سيکارڻ جي
ڪرڻ نه کپي. ٻارن سندن من جي لاڙي جو چڱيءَ ريت

ڪئھنکي اها خبر نہ پئي تہ ھي قرآن شريف کو بادشاهہ جو لکيل
آهي مٿان انهيءَ کري کو وڏيڪ قيمت ڏني. سو پنهنجي نوکر کي
چوندو هو تہ لکيل قرآن شريف وڃي بازار ۾ وڪڻي اچ. نوکر
وڪڻي جيڪي پيسا آڻيندو هو انهيءَ مان بادشاهہ پنهنجو ۽ پنهنجي
ڪٽنب جو گذارو ڪندو هو.

سندس شهر ۾ جيڪو نوکر رهندو هو انهيءَ کي ٻہ پگهار نيم
سان ڏيئي ڪونہ سگهندو هو. نتيجو اهو ٿيو جو هڪڙو ڪيترن مهينن
جو پگهار بادشاهہ وٽ بقايا رهجي ويو. هڪ ڏينهن نوکر کي
گهران چٺي آئي تہ هڪدم هليو اچ. بادشاهہ کي عرض ڪيائين تہ
مونکي پگهار ڏيو تہ مان گهر وڃان. بادشاهہ وٽ ان وقت پيسا
ڪونہ هئا سو ٽاري ڇڏيائينس. اهڙي طرح ڪيترا مهينا گذري
ويا. هوڏانهن نوکر کي چٺين پٺيان چٺيون پئي آيون تہ جلدي
گهر اچ. آخر بادشاهہ کيس وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ هلندي مهل
هٿ ۾ صرف ٻہ روپيا ڏنائين. نوکر حيران ٿي ويو. بادشاهہ تسلي
ڏيئي چيس، "تون گهبراءِ نہ. هي ٻہ روپيہ منهنجي حق حلال جا
ڪمايل آهن ۽ حق حلال جي ڪمائيءَ ۾ برڪت ٿيندي آهي، شل
خدا برڪت وجهيئي." نوکر ٻہ روپيہ وٺي رمندو رهيو ۽ من ۾
اهائي اڻ تڻ تہ گهر وارا چوندا تہ بادشاهہ جو نوکر ٿي ڪري
سگهڻا ٻہ روپيا ڪڻي آيو آهي. رستي ۾ جا ٿو ڏسي تہ هڪ ڳوٺ
۾ ڦندڙي ڏاڙهون ڏاڍا سٺا ۽ سستا پيا وڪامن جو جو انهيءَ سال
فصل پلو ٿيو هو. من ۾ خيال ڪيائين تہ ٻي روپئي جا انار ڪڻي ٿو
وڃان پوءِ ٻہ ٿي، ٻہ ٿي ڪري سڀني مٽن مائٽن کي ورهائي ڏيندس.
سو ٻنهي روپين جا انار وٺي ڪڻي ٻڌائين ۽ چڱي خاصي هڙ ٻڌجي
ملئيس.

هڙ ڪڻي اڳتي هليو. سندس ڳوٺ ٻاگهڙ جي علائقي ۾ هو،
اتفاق سان اتي جي راڻي ڪا بيمار ٿي پئي. وڏا وڏا ڊاڪٽر ۽
حڪيم گهرايا ويا جن چيو تہ هنجي بچڻ جي اميد ڪانهي ٻر جي مهل
سر ڦندڙي ڏاڙهون ملي پون تہ پوءِ ڪجهہ بچڻ جو آسرو ٿي سگهي ٿو.

ٻئي پنهنجي يارن شاديءَ ۾ شرڪت ليءِ لاءِ موڪلايائين .

علي شاهه ۽ برادريءَ وارن، آئل ڇوڪريءَ کي آرائين سمجهي هنجو آدر ستڪار نہ ڪيو . جيڪڏهن هنکي عنايت شاهه جو روپ سمجهن ها تہ هنجي خوب خاطر تواضع ڪن ها . جڏهن پيا تہ اسين سيد ، ڪي آرائين جو ڇوڪرو ڪيئن اسان جو نالي شرڪت ڪي سگهندو ؟ ڇوڪرو جڏهن شاديءَ تان موٽيو تہ سڄي حقيقت اچي شاهه عنايت سان ڪيائين . اهو ٻڌي شاهه عنايت ناراض ٿيو ۽ چيائين تہ انهيءَ ڪمي علي شاهه جو نہ پاڻي ٻہ پيئڻ نہ ڪوي . ڇوڪري جي ڏاڍ هئي ۽ علي شاهه تان نام جو ولڪ لهي ويو ۽ ڪوڙي جو ڪررو رهندي ويو . روئندو رڙندو مرشد وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ موکان خطا ٿي آهي . هاڻي ديا ڀالي موکي بخشو . ڪافي عرصي جي التجاءَ کان پوءِ کيس معافي ڏنائين وري هنجي نام جي دولت جي اوارش ڪيائون .

## ٥٥ - ٻڪر ۽ باندر

هڪ ماليءَ هڪ ٻڪرو ۽ هڪ باندر پاليا هئا . هڪ ڏينهن مالي ڏاڍي چاهه سان سٺو کاڌو تيار ڪري ونئي ٻزار مان ڏهي ولڻ . باندر چالاڪيءَ سان پنهنجي رسي کولي ماليءَ جون سڀ روٽيون کائي ، ٻڪري جي رسي کولي ڇڏي ۽ پنهنجي ڳچيءَ ۾ واپس رسي وجهي جپ چاپ ڪري ويهي رهيو . مالي جڏهن موٽي آئي تہ ڏسي تہ روٽي اهيڻي ڪاٺ . ٻڪرو کليل ڏسي ، لڳي ٻڪري ڪي مارڻ . ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ سڄو ڪوتڪ ڏٺو هو . تنهن چيس ، ”مالي ! قصور تہ هن ڇڪي مڙس باندر جو آهي ، باقي ٻڪرو تہ ويچارو بيقصور آهي “ سو من روڻي باندر پنهنجي واشالن کي پورو ڪرڻ لاءِ سڀ طريقا اختيار ڪري ٿو .

## ٥٦ - ٻي روٽيءَ جا ڏاڙهون

دهليءَ ۾ ناصر الدين محمود نالي هڪ بادشاهه ٿي گذريو آهي هنجو اصول هو تہ هو ذاتي خرچ لاءِ خزاني مان ڪوڏي ٻہ نہ ڪڍندو هو . جڏهن حڪومت جي ڪاروبار کان فارغ ٿيندو هو تہ ويهي هٿ سان قرآن شريف لکندو هو ۽ انهيءَ ڳالهہ جو بہ ڌيان رکندو هو تہ

جن انهيءَ کي وسائي رهيا آهن.“ راجا تاريخ ۽ وقت نوٽ ڪيو ۽ ٻه اوڙي تحقيقات ڪرڻ لاءِ موڪليائين. هنن جڏهن ٻهڄي پڇا ڪئي ته ماڻهن چيو ته انهيءَ ڏينهن انهيءَ وقت برابر باهه لڳي هئي ۽ واقعي ڪبير صاحب جن اها وسائي رهيا هئا. راجا جو صدق اڳي کان ٻيڻو ٿي پيو. سو اهڙن موقعن تي وڏا وڏا پرچي ٻه لوڪ لاڄ ڪري پوئتي رهجي ويندا آهن ۽ ڪو ورلو عاشق ڪسوٽيءَ تي کرو ثابت ٿيندو آهي. هي مارگ آسان ڪونهي.

## ٥٣- مڙدي کائڻ جو حڪم

گرو نانڪ صاحب جن پنهنجي شيوڪن جي پرکيا وٺڻ لاءِ کين مڙدي کائڻ جو حڪم ڏنو. ظاهري اهو حڪم ناجائز ٿي لڳو. اتفاق سان جيڪڏهن ڪو ڪٽي مڙدي کي رڳو ڇهندو آهي ته به وڃي سنان ڪندو آهي. سو کائي ڪير؟ سڀ ٽڙي پکڙي ويا. باقي اڪيلو رهجي ويو ۽ هو مڙدي کي چوطرف جاچڻ لڳو. تڏهن ٿي صاحبن پڇيس ته ڇا ٿو ڏسين، جواب ڏنائين، ”مهاراج! مان صرف اهو پيو ڏسان ته پيرن کان کائڻ شروع ڪريان يا مٿي کان.“ جڏهن کائڻ جي ڪوشش ڪيائون ته مڙدي بدران ڪڙاهه پرساد ٿي پيو. پين سڀني کي جيڪو حڪم ناجائز ٿي لڳو سو پاڻي اڪيلي ستت ڪري مڃيو. گرو صاحبن خوش ٿي کيس گرو گديءَ جو حقدار بڻايو ۽ پاڻي اڪيلو ٻيو گرو انگد صاحب جي نالي سان پرسڌ ٿيو. اهڙي ريت جڏهن گرو گوبند سنگهه صاحب جن پنهنجي سکن جي آزمائش ورتي ته پنجن هزارن مان صرف پنج پيارا نڪتا سو جڏهن گرو پرک ڪندو آهي تہ وڏا وڏا پرچي فيل ٿي پوندا آهن. پرکيا ۾ پاس ٿيڻ نهايت مشڪل آهي. شل نه گرو ڪنهن جو امتحان وٺي.

## ٥٤- سيدن جي شادي ۽ آرائين

بلي شاهه ذات جو سيد هو. سيدن برادريءَ ۾ ڪا شادي ٿيڻي هئي سو پنهنجي مرشد شاهه عنايت جن کي عرض ڪيائين تہ ڪرپا ڪري انهيءَ شاديءَ جي موقعي تي اچي درشن ڏجو. عنايت شاهه جي خدمت ۾ هڪ ڇوڪرو ذات جو آرائين رهندو هو سو انهيءَ کي

سڀئي پنهنجو قصور تہ ضرور ايندو هوندو." وڏوان ورائيو، "نہ ڀائي!" تنهنجي ڳالهہ جوش ۾ چئيس، "تہ باقي پڙهي ڪهڙا اک ڪارا ڪيا؟" هو ويچارو ڀلا ڪهڙو جواب ڏئي. ڪٿي مات ڪيائين. هاڻي توهين پاڻ سوچيو تہ سنت جيڪي روحاني نظارا پنهنجي اندر پسن ٿا ان بابت اڳياڻي جيون کي ڪيئن سمجهائين. انهن نظارن جو ٻاهر تہ ڪو مثال آهيئي ڪونہ.

## ٥٢- راجا بير سنگهہ جي پريکيا

ڪبير صاحب جن ڪوري هئا ۽ راجا بير سنگهہ راجپوت سندن شيوڪ هو. راجا کي ڪبير صاحب لاءِ چڱي پريت ۽ شرڌا هئي ۽ جڏهن بہ ڪبير صاحب وٽس ايندو هو تہ هو تخت تان لهي ڪبير صاحب کي تخت تي وهاري پاڻ سندن قدمن ۾ ويهندو هو.

هڪ دفعي ڪبير صاحب جن راجا کي آزمائڻ چاهيو. هڪ طرف انهيءَ وڻشيا کي ڪيائون جنهن پنهنجو برو پيشو ڇڏي سندن شرن ورتي هئي ۽ ٻئي پاسي روداس چمار. ٻنهي هٿن ۾ رنگدار پاڻيءَ جون ٻہ بوتلون ڪيائون ۽ ڪاشيءَ جي بازارن مان ڳائيندا ۽ جهوليندا پئي ويا، ڇاڪاڻ تہ هندن ۽ مسلمانن جو عام طعنو ڪبير صاحب جي خلاف هو، انهيءَ ڪري اهو ڪوتڪ ڏسي مڙهون هلچل مچي وئي. جوڙ لڳا تہ ڏسو هڪ پاسي وڻشيا ۽ ٻئي پاسي روداس چمار ۽ ٻنهي هٿن ۾ شراب جون بوتلون! جڏهن ڪبير صاحب انهيءَ حالت ۾ دربار ۾ پهتا تہ راجا کي اياڻ اچي ويو ۽ انهيءَ ڪري دستور موافق تخت تان ڪين لٿو. ڪبير صاحب سمجهي ويا تہ هي تہ پريکيا ۾ ڪري پيو. هاڻي هنکي جي هيئڙو نہ سنڀاليو تہ پوءِ معاملو مشڪل ٿي پوندو. ڪبير صاحب جهٽ بوتلون ڪٽي هاريون. راجا اهو ڏسي سوچيو تہ شرابي ڪنهن بہ حالت ۾ پنهنجو شراب ڪونہ هاريندو آهي سو بوتلن ۾ شراب نہ پر ٻي شيءِ آهي. تخت تان هيٺ لهي روداس کان پڇيائين، "مهاراج هي ڪهڙو ڪوتڪ آهي؟" روداس ورائيو، "تون اڻڄاڻ آهين ڇا؟ توکي خبر پوءِ تہ جڳن ناٿ مندر کي باهہ لڳي آهي ۽ ڪبير صاحب

سنت مرج جا مالڪ ٿيندا آهن . سو گرو صاحبن جي ديا سان
ٻيلي جي سرت اندر لڳي ويئي . سڀو ڏينهن تڪ جو جاپ ڪيو
هٽائين سو جڏهن خيال اندر تي لڳس ته نام جي لذت تي آيس ۽
جڏهن خيال ٻاهر ٿي آيس تڏهن به ستگرن جو ڌيان . گرنٿي غصي ۾
ٻڌجي ويا ته هن دربار ۾ ڪو انصاف ڪونهي . اسين مدت لاڪر
هتي سيوا پيا ڪريون پر ڪجهه به هٿ حاصل نه ٿيو اٿئون . هي ڪله
جو آيل مالا مال ٿي پيو آهي . ان وقت گرنٿين ڌرم پستڪن جا
ترجما ٿئي ڪيا . سوچڻ لڳا هيڏي جاڪوڙ ڪري ترجما ڪياسين ،
ٻي به هر پرڪار جي سيوا ڪئيسين تڏهن به ڪجهه پلئه نه پيو . سو ڪروڌ ۾
اچي چوڻ لڳا ته اسان کي هتي رهڻو ئي ڪونهي . گرو صاحب
هنن جي اها حالت ڏسي کين ڪجهه ڀنگ ، ڏني ته هنکي خوب گهوٽيو .
ڀنگ کي جيترو وڌيڪ گهوٽبو اوترو وڌيڪ نشو ڪندي . سو گرنٿين
ڀنگ کي خوب گهوٽي ڀنگ جو سڀو مٽ تيار ڪيو . گرو صاحبن
چين ته انهيءَ ڀنگ جون صرف گرڙيون ڪيو . گرنٿين مليل حڪم
جي پيروي ڪئي ۽ جڏهن مٽ خالي ٿيو ته پڇيائون ، ”ڪجهه نشو
ٿيو؟“ جواب ڏنائون ، سائين ! نشو ته پيئڻ سان ٿيندو آهي .“ تنهنتي
گرو صاحبن چين ته ٻيلي جي باري ۾ جيڪو توهان کي اعتراض آهي ،
هي ان جو جواب آهي . هن نام کي پنهنجي اندر جذب ڪيو ،
انڪري کيس نام جي خماري چڙهي ويئي آهي . سو مطلب ته
جيستائين اندر سچي سڪ ۽ برهه نه هوندي تيستائين مڪتي ناممڪن
آهي . تڪر اندر جو اپيؤ ڪلندو ، تڪا شانتي ايندي .

## ٥١- گوناڏو ۽ عالم

ڪو عالم بي. اي ، ايم. اي. پاس ڪري واپس موٽي اچي
رهيو هو ته رستي تي هڪ گوناڏو گڏيس ، جنهن پڇيس ، ”ڀائي ڪٿان
پيو اچين ؟“ هن وراڻيو ته وديا حاصل ڪري پيو موٽان . تنهنتي
گوناڏي پڇيس ، ”تو سهڻي مهار جو قصو پڙهيو آهي ؟ “ جواب
ڏنائين ، ”نه .“ وري پڇيائينس ، ”ڀلا هير رانجهوءَ جو داستان اچيئي
ٿو؟“ وري به چيائين ، ”نه .“ تنهنتي گوناڏي ٽيون دفعو پڇيس ، ”ڀلا

گرو صاحب پڇيس، ”ٻالي! توکي بندوق هلائڻ ايندي
آهي.“ جواب ڏنائين، ”نه سائين.“ وري پڇائونس، ”ڀلا تير
ڪمان هلائي سگهندو آهين؟“ ورائيائين، ”جي نه.“ گرو صاحب
تنهن تي چيس، ”ڀلا تون ڪهڙي شيوا ڪندين؟“ چيائين،
”حضور! مان گهوڙن جي شيوا ڪندس.“ صاحب هن کي گهوڙن جي طبيلي
۾ ڪٽي رکيو. هو نهايت پريم پيار سان اها شيوا ڪرڻ لڳو. گهوڙن
جي طبيلي ۾ ڏاڍي صفائي رکڻ لڳو ۽ گهوڙن کي گاهه پڻو مهل
سر ۽ سٺو ڏيڻ لڳو. نتيجو اهو ٿيو جو ٻن ٽن مهينن ۾ گهوڙا متارا
ٿي پيا. هڪ ڏينهن گرو صاحب جڏهن طبيلي ۾ آيا ۽ گهوڙا اڳين
کان اڳرا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ پڇيائونس، ”ٻالي! تنهنجو نالو
ڇا آهي؟“ هن جواب ڏنو، ”ڀلا.“ فرمايائون، ”ٻالي! ڪجهه
پڙهي لکي ڄاڻين؟“ جواب ڏنائين، ”بلڪل نه.“ گرو صاحب
چيس، ”چڱو اسين توکي پڙهائينداسين. شيوا به ڪندو رهه ۽ پڙهائي
به ڪندو رهه.“ گرو صاحب هن کي روز هڪ تڪ پڙهائيندا هئا ۽
هو اها سڄو ڏينهن پيو ياد ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن صاحب کي
ڪيڏانهن جلدي وڃڻو هو. هو دوڙندو وٽن ويو ۽ عرض ڪيائين،
”ڪرپا ڪري مون کي پنهنجي تڪ پڙهائي وڃو.“ صاحب ويچاريو ته
هي مهل ڪهڙي ڪي تڪ ڏسي پر تنهن هوندي به چيائونس، ”واهه
ٻالي ڀلا! نه ڄاڻين وقت، نه ڄاڻين ويلا!“ ڀلي سمجهيو ته
صاحب مون کي تڪ ڏسي آهي سو سڄو ڏينهن پريم سان اهائي تڪ
ڪي رٽيندو رهيو. هن کي اها تڪ رٽيندو ڏسي گرسکي دل ئي دل ۾
پيا چون ته هن بيوقوف هيءَ ڪهڙي رٽ لڳائي آهي! جڏهن شام
جو سنگت ٿيو ته هڪ گرسکيءَ صاحب کان پڇيو ”اڄ توهان ٻالي ڀلي
کي ڪا تڪ پڙهائي ويا هئا ڇا؟“ صاحب ورائيو، ”نه.“ گرسکيءَ
چيو، هو سڄو ڏينهن رٽيندو رهيو آهي، ”واهه ٻالي ڀلا! نه ڄاڻين
وقت، نه ڄاڻين ويلا!!“ گرو صاحب کلي فرمايو، ”جڏهن وقت ۽
ويلا نه ڏٺو سو اصلي ڳالهه کي سمجهي ويو ۽ ان جا بيڙا پار
ٿي ويا.“

رهڻ ۾ ٻڪرين جو ڌڻ ڪاهيندو پئي آيو. انهن ۾ هڪ ڇيلو لنگڙو هو جو آهستي هلڻ سبب پٺتي رهجي ٿي ويو. ڌنار هڪلي ڌڻ سان ملائڻ واسطي ڏنڊا پئي هنيا. مهاتما ٻڌ اهو ڏسي نهايت وياڪل ٿيڻ لڳو ۽ ڊيا ڀاو ۾ اچي ڌنار کان پڇيائين، "ڀائي! توکي ڌڻ ڪٿي وٺي وڃڻو آهي؟" ڌنار ورائيو، "هو جيڪا سامهون ٽڪري ڏسڻ ۾ ٿي اچي، مان اتي پنهنجي ڌڻ کي چارڻ لاءِ وٺي ٿو وڃان." مهاتما ٻڌ چيس، "جي مان هن ڇيلي کي کڻي اتي پهچائي اچان ته توکي انهيءَ ۾ ڪو اعتراض ته ڪونهي؟" "ڌنار ورائيو، "مونکي ڪو اعتراض ڪونهي." مهاتما ٻڌ ان ڇيلي کي کڻي ٽڪريءَ تي چڙهي آيو. سو مهاتما ٻڌ ننڍن ٻچڙن سان پيار ڪندا آهن.

## ٤٩- گهوڙي جو هڪ سريکو بار

ٻارن جي ڪتاب ۾ هڪ آکاڻي آهي ته هڪ ماڻهوءَ پنهنجي گهوڙي تي هڪ پاسي ٻه مڻ ڪڻڪ جا ڪڍيا ۽ بار برابر ڪرڻ لاءِ ٻئي پاسي ٻه مڻ ريتي لڏي، انهاءَ ته گهوڙي کي تڪليف نه ٿئي. ڪنهن واٽهڙوءَ پڇيس ته گهوڙي تي ڇا لڏيو اٿيئي؟ ڇيائين ته هڪ پاسي ٻه مڻ ڪڻڪ آهي ۽ ٻ... سي ٻه مڻ ريتي، انهاءَ ته بار هڪ سريکو ... ٻيڪر ڪڻڪ جو هڪ مڻ هڪ طرف ۽ ... ته سنئو ٿئي ها. گهوڙي اري ... ي؟ هن جواب ڏنو، "هيءَ ... ه جو !!!." گهوڙي واري ... ڪيئي حالت

ٻورن لڳي ويئي. بادشاهه سوڌو سڀ چور مٿي چڙهي ويا. انهي
لمبر چور ڪامڊ هنيو. انهن لمبر سڪوي مرالي جو پتو لڳايو. چوريءَ
جي مال جون ڳٺڙيون پڊي هيٺ لڪا ۽ پنهنجي آڏي ڪي ٻهچي
چوريءَ جو مال واهي پنهنجي پنهنجي گهر واهي آيا.
انهي ڏينهن بادشاهه پنهنجا سپاهي موڪلي چورن کي پڪڙايو
۽ ڪن ڦاسيءَ جي سزا جو حڪم ڏنو. جڏهن ڦاسيءَ جو وقت آيو ته
پنهنجن لمبر چور ساهمون اچي عرض ڪيو، ”بادشاهه سلامت هاڻي
نوازش ڪري پنهنجي ڏاڙهيءَ کي لوڏيو. اسين سچيءَ دل سان
واعدو ٿا ڪريون ته اڄ کان پوءِ چوري نه ڪنداسين ۽ سڄي زندگي
اوهان جي خدمت ۾ صرف ڪنداسين.“ بادشاهه کي دَيا اچي ويئي
۽ پنهنجي ڏاڙهيءَ کي لوڏيائين. ڏاڙهيءَ کي لوڏڻ سان ئي انهن
ئي چورن کي ڦاسيءَ جي تختي تان هيٺ لاٿائون ۽ سندن هٿڪڙيون
۽ پيڙيون ڪڍي ڇڏيائون. هو آزاد ٿي ويا ۽ بادشاهه جي خدمت ۾
رهڻ لڳا.

اهڙي ريت پرڀو پاڻ ويس بدلي اسان وانگر انسان بڻجي اسان
پاپي، گنهگار ۽ بي سمجهه جيون کي نيڪ راهه تي هلائي ٿو. مطلب
ته سنت ڪيترن طريقن سان جيون جو اڌار ڪن ٿا.

## ۴۷- چورن کي سکيا

گرو گوبند سنگهه صاحب جن جو هڪ دفعي چورن جي ٽولي
۾ وڃڻ جو اتفاق ٿيو. هن کين سمجهايائون ته چوري ڪرڻ ڇڏي
ڏيو. چورن چيو ته اهو مشڪل آهي. گرو صاحب چيو ته چڱو، جي
چوري ڪرڻ نٿا ڇڏي سگهو ته جيڪي به چوريون ڪيو اُن جي
باقاعدي هڪ فهرست ٺاهيندا وڃو. سو جڏهن فهرست لکندا ويا
ته انکي ڏسي شرم محسوس ڪرڻ لڳا. سوچيائون ته نه چوري ڪريون
۽ نه فهرست ٺهي. ڏاري سڀني چوري ڪرڻ ڇڏي ڏني ۽
۽ نيڪ پاڪ جيون گهارڻ لڳا.

## ۴۸- مهاتما ٻڌ ۽ انگڙو ڇهلو

مهاتما ٻڌ جي حياتيءَ جو ورتانت آهي ته هڪ دفعي هڪ ڏاڙ

آهيو؟ هنن وراڻيو تہ اسين چور آهيون ۽ ڪانئس پڇيائون تہ تون
ڪير آهين؟ محمود جواب ڏنو تہ مان بہ چور آهيان. هنن ڪيس
پنهنجي ٽوليءَ ۾ ڪٺي شامل ڪيو ۽ چوري ڪرڻ جي رٿا رٿيائون.
ليڪن سوچيائون تہ چوري ڪرڻ کان اڳ پنهنجو سردار چونڊيون.
فيصلو ٿيو تہ هرڪو پنهنجي پنهنجي خاص لياقت ٻڌائي ۽ جنهنجي
لياقت سڀ کان اعليٰ هجي تنهنکي سردار چونڊيو وڃي.

پهرئين چور چيو، "مان رسي لڳائي سگهندو آهيان جا پهرئين
ٿي دفعي اهڙي ڦاسي ويندي آهي جو پلي ڪٿي انهيءَ جي سهاري
سوين آدمي مٿي چڙهي وڃن." ٻئي چور چيو، "مان ڪاٽ هڻڻ ۾
اهڙو ماهر آهيان جو بلڪل جلدي ۽ بنا آواز جي هڻي سگهندو آهيان."
ٽئين چيو، "منهنجي اها صفت آهي تہ مان سنگهڻ سان ٿي ٻڌائي
سگهندو آهيان تہ خزانو ڪهڙي هنڌ دٻيل آهي." چوٿين چيو، "ما.
ڪتن جي ٻولي سمجهي سگهندو آهيان." پنجين چور پنهنجي وشيشتا
ٻڌائيندي چيو، "مان جنهنکي صرف هڪ دفعو بہ ڪٿي رات جو ڏسان
تہ انکي ڏينهن جو سڃاڻي سگهندو آهيان." بادشاهہ بہ من ٿي من
۾ سوچي رهيو هو تہ مان پنهنجي ڪهڙي خاصيت ٻڌايان. جڏهن
سڀيئي چور پنهنجون وصفون ٻڌائي چڪا تہ بادشاهہ چيو، "منهنجي
ڏاڙهيءَ ۾ اها صفت آهي تہ جيڪڏهن ڪيترا بہ ڏوهي ۽ باڪو
ڪٿي ڦاسيءَ تي لٽڪڻ وارا هجن مان تورو پنهنجي ڏاڙهيءَ کي لوڏو
ڏيان تہ سڀ آزاد ٿي وڃن."

جڏهن چورن بادشاهہ جي اها انوکي وصف ٻڌي تہ سڀني
يڪراءِ ٿي ڪيس پنهنجو سردار چونڊيو.

پرسان ٿي بادشاهہ جو محل هو ۽ سڀني راءِ ڏني تہ اڄ انهيءَ
محل کي ڪاٽ هڻجي. مجبورن بادشاهہ کي بہ ها ڪرڻي پيئي. جڏهن
محل طرف وک وڌايائون تہ رستي ۾ هڪڙي ڪتي ڀؤنڪيو. چوٿين
چور کان پڇيائون تہ ياني ٻڌاءِ تہ هي ڇا ٿو چوي؟ جواب ڏنائين تہ
ڪتو چوي ٿو تہ اسان ۾ هڪڙو بادشاهہ آهي. سڀني وٺي ٽهڪ ڏنا.
بادشاهہ بہ کلي ڏنو. محل وٽ پهچي پهرئين چور رسي اڇلائي جا

نپايو، پڙهايو ۽ پوءِ سندس شادي ڪرايم. شاديءَ کانپوءِ هو بيمار ٿي پيو. گهڻن ئي هوشيار حڪيمن ۽ ڊاڪٽرن جو علاج ڪرايو مانس پر ڏينهون ڏينهن پڙڪو ٿيندو ويو. آخر سڀني طرفان مايوس ٿي هڪڙي ملي کي ڦيٽي ڪرڻ لاءِ گهرايم. هن اچي پنهنجو نوٽو ڦيٽو ڪيو ۽ مون وٽ انهيءَ وقت ڪجهه به صرف ايراني روپيا هئا جي کيس ڏناماس ۽ چيومانس ته توکي اچان ته خوش ڪندس. جڏهن وقت مون ملي کي ايراني روپيه ڏنا ته چوڪري کلي ڏنو. هنکي کلندو ڏسي ملي چيو ته منهنجي هڪ ڦيٽي سان هي ڪيترو نه ڀلو ٿيو آهي. مولکي پڪ آهي ته هي بلڪل ٺيڪ ٿي پوندو.

ملي جي وڃڻ کان پوءِ مون پنهنجي ڪڪي کان پڇيو ته ڦيٽي مان ڪو آرام سمجهين ٿو؟ چوڪري جواب ڏنو "هاڻي ته مولکي پڪو آرام ملي ويو،" مون پڇيومانس، "سو ڪيئن؟ چوڪري اُٿر ڏنو، "ويهه سال ٿيا ته مون تو وٽ پنج هزار روپيا امانت رکيا هئا. مان لڙائيءَ ۾ مارجي ويس، اها امانت وصول ڪرڻ لاءِ مان تنهنجو پٽ ٿي آيس. مون جيڪي توکي لکڻو سو ورتو، صرف ايراني روپيه وهيل هئا جي تو هينئر مولکي ڏنا. منهنجي زال اها ساڳي گهوڙي آهي جنڪا مولکي زاردستيءَ دشمن جي فوج ۾ گهلي ويئي هئي ۽ انهن منهنجو موت آندائين. انهيءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ مان هنکي ساري عمر جو ڏهاڳ ڏيئي ٿو وڃان."

"دوستو! هاڻي توهين سمجهو ته مري ويو سپاهي ۽ روئي پيئي گهوڙي! پوءِ مان افسوس ڪريان ته ڪنهنجو؟ سپاهيءَ جو يا گهوڙيءَ جو؟ توهين آرام سان پوڄن ورتايو."

سو هي ڪتب ٿيڻو ۽ مت مانت سڀ ڪرمن جي الوسار ٿين ٿا ۽ جيئن سندن لهڻو ڏيڻو ختم ٿيندو ٿو وڃي تيئن تيئن ڪرچ ڪندا ٿا وڃن ۽ سنبنڌ ختم ٿيندا ٿا وڃن.

## ۴٦- سلطان محمود - چورن جو سردار

سلطان محمود پنهنجي رعيت جي حفاظت لاءِ راتجو ويس بدلائي نڪرندو هو. هڪ ڀيري هنکي پنج چور گڏيا. پڇيائين ته توهين ڪير

ڇڪتو ڪري ويا. ليڪن ١٠ هزار روپيا نقد جيڪي سپاهيءَ جا وارثي وٽ امانت طور هئا، ان بابت سندس مٽن مائٽن کي ڪا به ڄاڻ ڪا نه هئي. سو بنئي ڪنهن طريقي سان اهي پيسا پنهنجي کاتي ۾ جمع ڪري ڇڏيا.

ٺيڪي جي معياد ختم ٿيڻ کانپوءِ وارثو واپس پنهنجي ڳوٺ آيو ۽ اچي ڪو دڪان کوليا ٿين. اٽڪل ويهن سالن کانپوءِ منهنجو (حضور جن جو دوست جنهن کي هيءَ وارتا ٻڌائي) هردوار وڃڻ ٿيو. منهنجا ڪجهه دوست به مونسان گڏ هئا. هردوار مان موٽندي اسين سهارنپور ۾ آياسين جتي منهنجي ملاقات انهيءَ سائين بنئي سان ٿي. جڏهن هو راولپنڊيءَ ۾ هو ته وڻج واپار جي ڪري هن سان منهنجي چڱي ڏيٺ ويٺ ٿي ويئي هئي. انڪري هن رات ٽڪڻ لاءِ مجبور ڪيو ۽ چيائين ته انهيءَ بهاني هڪڙي رات آرام به ملندو ۽ سهارنپور جو سير به ڪري سگهندا. سو اسين رهي پياسين. رات جو هن اسان سڀني لاءِ چڱو چوکو کاڌو تيار ڪرايو ۽ پرچي ڏنائون. اڃان کائڻ شروع ڪيوسين مس ته ٻي واري ڪمري مان ڪنهن زال جو درد ڀريو روئڻ جو آواز آيو. اسان پنهنجي ميزبان کان پڇيو ته گهر ۾ ڪير آهي جو روئي؟ هن وراڻيو، "توهين انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو، بيفڪر ٿي مزي سان کاڌو کائو." تنهنتي اسان چيس ته پهرين اسانکي ان روئڻ جو سبب ٻڌاءِ. اسين کاڌو پوءِ ورتائينداسين. مجبور هنکي ٻڌائڻو پيو ۽ هن هيٺين ريت سمورو داستان ٻڌايو:- "اهو روئڻ جو آواز منهنجي وڌوا نُنهن جو آهي. ڪجھ ڏينهن ٿيا منهنجو پٽ گذاري ويو آهي. سو کيس ياد ڪري ويٺي روئي." اسان چيو، "عجب جي ڳالهه آهي جو تنهنجو پٽ گذاري ويو آهي تنهن هوندي به تو اهڙا اوچا طعام تيار ڪرايا آهن!" تنهنتي بنئي وراڻيو ته توهان کي پوري ڳالهه ڪري ٿو ٻڌايان.

"ويهه سال ٿيا مان راولپنڊيءَ مان ٺيڪو ڇڏي هتي آيس ۽ اچي شادي ڪيم. ان سالن کان پوءِ مونکي پٽ ڄائو. مون هنکي

نه ٿيو، هو به صاحبن جي ٻوليان وٺو. ملڪ ڀاڳوءَ گرو نانڪ صاحب جن کان ٻرهم ڀوڄ تي نه اچڻ جو ڪارڻ پڇيو. گرو صاحبن فرمايو، "ملڪ صاحب! ڀلا ڪٺي اچو ڀوڄن." انهن جڏهن صاحبن پنهنجو لهارايو ۽ لالوءَ کي سنبل ڏسي ڇپايون ته ٽون نه پنهنجي روٽي ڪٺي آءِ. لالو ڊوڙي وڃي پنهنجي مڪانيءَ جي روٽي ۽ ڏڪي ڀاڄي ڪٺي آيو. هوڏانهن شهوادار ملڪ ڀاڳوءَ جون ٻوريون ڪچوريون ۽ اپا طعام ڪٺي آيو. گرو صاحبن پنهنجي ساڄي هٿ ۾ ڀالي لالوءَ جي مالي ڀاڄي ۽ کابي هٿ ۾ ملڪ ڀاڳوءَ جون ٻوريون ڪچوريون ڪٺي سڀني جي سامهون وٺي انهي کي نچوڙيو ته لالوءَ جي روٽيءَ مان کير نڪتو لڳو ۽ ملڪ ڀاڳوءَ جي طعامن مان رت. صاحبن ملڪ ڀاڳوءَ کي چيو، "تنهنجو سرهم ڀوڄ ناهي، هي ته ماڻهن جو جوسيل خون آهي. ٻرهم ڀوڄ ته هميشه لالوءَ جي گهر هوندو آهي."

## ٣٥- واڌيو ۽ ڪرڻ جو حساب

جڏهن مان راولپنڊيءَ ويس ته اُتي منهنجي هڪ دوست هي واقعو ٻڌايو:

هڪ سپاهي فوج ۾ ڪم ڪندو هو. ڪابل ۾ جڏهن پٺاڻن فساد ڪيو تڏهن انهيءَ کي بند ڪرڻ لاءِ انهيءَ فوجي دستي کي روانو ٿيڻ جو حڪم ٿيو، جنهن ۾ هي ڪم ڪندو هو. اُتي انهي پاسي گوليون پئي هليون. انهيءَ سپاهيءَ جي گهوڙي اهڙي ته منهن زور هڻي جو روڪڻ جي باوجود نه سپاهيءَ کي بي اختيار دشمن جي گهيري ۾ ڪٺي ويئي. پٺاڻن ٥ - ٧ گوليون گهوڙيءَ کي هنيون ۽ ٥ - ٧ سپاهيءَ کي ۽ نتيجو اهو نڪتو جو ٻئي مري ويا.

ان وقت فوج ۾ دستور هو ته فوجين جي واشن جو ليکو پٽي کي هوندو هو. هن سپاهيءَ کي ڪو نه گهر نار ڪو نه هو، انهيءَ ڪري هن پنهنجي لڏي انهيءَ ڏنڻي وٽ امانت طور رکي هئي. جڏهن هندو مؤسه ٿيو ته اختياري وارن هنجي مائٽن کي اطلاع ڏنو ۽ هو اچي سندس پگهار ۽ سامان ڪٺي ويا ۽ سمورو حساب ڪتاب

وسندس." سو جڏهن نام جو رس اچيتو ته شرابُ جي به سڌ بڌ نه رهي!

## ۴۳- ڪنيا جو سوئيمبر ۽ ناردمني

هڪ راجڪماريءَ جو سوئيمبر هو. ناردمني جو پاڻ کي سيني ڀڳتن جو شرومڻي سڏائيندو هو سو ڀڳوان وشنوءَ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته مونکي سندر روپ ڏيو ڇاڪاڻ ته مونکي فلاڻي راجڪماريءَ جي سوئيمبر ۾ وڃڻو آهي. وشنو ڀڳوان سوچيو ته هي ڪام ۾ نه ڦاسي پوي تنهن ڪري ڪيس باندر جي شڪل ڏنائين. جڏهن ور مالها جو وقت آيو تڏهن ماڻهن کي هٽائي ناردمني اڳتي وڌيو ان لاءِ ته راجڪماري ڪيس ور مالها وجهي. ليڪن راجڪماري چپ چاپ اڳتي لنگهي وئي. نارد سوچيو ته شايد هن جي مونتي نظر نه ڪانه پيئي آهي. ان لاءِ ماڻهن کي هٽائي وري اڳتي وڌيو ۽ راجڪماريءَ جو اڳ وڃي بيٺو. تنهنتي راج ڪنيا طعنو هڻي چيس، "ڦٽ ڦٽ ڇا جي لاءِ آئيئي؟ آرسيءَ ۾ پنهنجي شڪل ته وڃي ڏس!" جڏهن منهن ڏٺائين ته باندر جي شڪل نظر آيس. غصي ۾ سڙي ڪامي ويو. وشنو ڀڳوان کي چيائين ته مان توکي سراپ ڏيندس. وشنو ڀڳوان چيس ته مونکي سراپ منظور آهي پر مونکي پنهنجي ڀڳت جي گراوٽ منظور نه آهي.

## ۴۴- ملڪ ڀاڳوءَ جو برهم ڀوڄ

ايمناباد ۾ ملڪ ڀاڳو نالي هڪ نواب رهندو هو. هن پنهنجي پيءُ جي سراڌ تي دور دور جا مهاتمائون گهرائي انهن کي ڀوڄن ڪارايو. گرو نانڪ صاحب به انهيءَ وقت ايمناباد ۾ هئا ۽ لالو واڍي جي گهر ۾ اڪيل هئا ۽ اتي ئي رسوئي ورتائيندا هئا. ڪنهن ملڪ ڀاڳوءَ کي شڪايت ڪئي ته نانڪ نالي هڪ ساڌو ڪتري هوندي به لالو واڍي وٽ، جو ذات جو سودر آهي، روٽي کائي پيو ۽ هتي برهم ڀوڄ تي نه آيو آهي. ملڪ ڀاڳوءَ تنهنتي خاص ماڻهو موڪليس. گرو صاحب جن هن جي گهر آيا. ڀائي لالوءَ کان به رهيو

اڇلايائين ۽ ڳائڻ لڳو:-

”پتر جنهان دي رلگ رنگيلي،
ماهي پئي ليندي تار،
چيڻا اٻون چڙي دا يار، چيڻا اٻون چڙي دا..“
(چيڻا - هڪ قسم جو اناج)

## ۴۱- انڌو - گنجو

هڪڙو اکين کان انڌو ۽ گنجو ماڻهو ڪنهن اهڙي سراءِ ۾ لنگهي ويو جنهن کي صرف هڪ دروازو هو. ويچاري گهڻو ئي پڪاريو ته ٻاهر ڪيو ٻر ڪڍي ڪير! آخر من ۾ سوچيائين ته مان ڀت تي هٿ رکي ٿو هلان، جڏهن دروازو هٿ ايندو ته ڪٽي ٻاهر نڪري ويندس. ائين ڪندي جڏهن دروازي وٽ پهتو ته مٿي ۾ خارش ٿيس ۽ مٿو کنهڻ لڳو. نتيجو اهو نڪتو ته دروازو هٿ نه آيس ۽ پاڻ اڳتي نڪري ويو. وري ساڳئي چڪر ۾ ڦٿي ويو. اهو مثال اسان سان لڳي ٿو. جڏهن مٿس جنم جو وارو اچي ٿو ته اسين وشيه وڪارن ۾ انهيءَ کي گنوائي ٿا ڇڏيون ۽ وري وڃيو چوراسيءَ جي چڪر ۾ ڦاسون ۽ اهڙي طرح هن اصول موقعي کي هٿان وڃائي ٿا وهون.

## ۴۲- تيرهن ميلن جو سير

لنڊالي جو هڪڙو سڪول ماستر هو جنهنکي نام جي ڪمائيءَ جو ڏاڍو شوق هو. هڪ شام جو خواجه حافظ جي ٻاڻي پرلم سان پڙهندي پڙهندي ٻاهر گهمڻ لاءِ نڪري پيو. گروءَ جي پريم ۾ اهڙو مست هو جو شهر کان تيرهن ميل پري هڪ ڳوٺ ۾ وڃي پهتو. ڳوٺاڻن کان اڇيائين ته لنڊالي هتان ڪيترو پري آهي؟ هنن چيس ته تيرهن ميل. چرڪ اٿيو، ”تيرهن ميل! مان ته صرف ٿورو ٻاهر گهمڻ لاءِ نڪتو هوس. هاڻ واپس ڪيئن وڃي؟“ هنن چيس، ”پاڻي! ڪو نا لنگهو ڪٽي ڪر.“ ورائيائين، ”مونکي ڏانگي جي ميان جنهن خيال ۾ آيو آهيان انهيءَ ۾ رچي

صرف هڪڙو پٽ مون سان پرماتما ۾ ساٿي آهي، پيا سڀ شرابي
ڪبابي ۽ لهڻيدار آهن ۽ اڄ تائين مون پنجاهه هزار روپيه پرماتما ۾
سجايا ڪيا آهن، باقيءَ جو پتو نه آهي ته چور ڪٽي ويندا يا ٺڳ.
سو انهيءَ ڪري مون چيو ته منهنجو هڪڙو پٽ آهي ۽ ملڪيت
پنجاهه هزار روپيه!"

## ٣٩- هڪ گهڙيءَ جي صحبت

هڪ شاهوڪار جو دستور هو ته هو پنهنجي آسامين کان وياج
چاڙهي وٺندو هو. هڪ ڏينهن هو هڪ ڳوٺ ۾ ليکي چوکي لاهڻ لاءِ
هڪ زميندار جي گهر ويو. هن زميندار جا سڀ ڍڳا ڍور ۽ اناج
سڀ وياج ۾ کنيا. زميندار ويچاري گهڻوئي ليلايو. پر شاهوڪار
هڪ ۾ ڪانه پڌس. زميندار به دل ۾ چيو، "چڱو سيٺ، مونکي
به ڏسڻو آهي ته تنهنجو بسترو ڪير ٿو کڻي هلي." سيٺ هيڏانهن
هوڏانهن مزور ڳوليو ڇاڪاڻ ته شاهوڪار جي سخت روش جي ڪري
زميندار هنکي مزور اچي نه ڏنو. ڀلا ڳوٺن ۾ مزور ڪٿان اچن! پاسي
کنڊ کان هڪ ساڌوءَ پڇن ويٺي ڪيو جنهن چيس ته مان تنهنجو
بسترو کڻي هلندس پر انهيءَ شرط سان ته رستي تي يا تون پرماتما
جي چرچا ڪندو هلندين يا مان ڪندو هلندس ۽ تون ٻڌندو هلندين
سيٺ سوچيو ته اها ڪهڙي اوکي ڳالهه آهي، ڀلي هو ٻڌائيندو هلي
مان ها، ها، ڪندو رهندس. مهاتما هن جو بسترو کنيو ۽ هري چرچا
ڪندو هليو. جڏهن سيٺ جي ڳوٺ پهتا ته ساڌوءَ چيس، "سيٺ
صاحب هاڻي مان هلان ٿو." ساڌوءَ سوچيو ته هنکي ڪجهه اهڙو
اشارو ڏيان جنهن مان هو ڪنهن وقت سمجهي ته برابر ڪو ڪمائيءَ
وارو ساڌو گڏيو هوم. سو ساڌوءَ چيس، "هيترن ڏينهن کان پوءِ
تنهنجو موت ٿيندو. تنهنجي ساري زندگيءَ ۾ هن هڪ ڪلاڪ کان
سواءِ جنهن ۾ تو هري چرچا ٻڌي آهي، ٻيو ڪو به سريشٽ ڪرم
ڪونهي. جڏهن جمدوت توکي پڪڙيندا ته توکان پڇندا ته هن
ڪلاڪ جي ستسنگ جو ڦل توکي پهرين کپي ڪين پوءِ. تون هڪدم
چئج پهرين ۽ اهو ڦل گهرجانءِ ته مونکي انهيءَ مهاتما جو درشن

اڌ ڪلاڪ کن لڳي ويس. اهوئي حال اِن جو هو. پوءِ جڏهن
حضرت عليءَ جو وارو آيو ته هڪدم چيائين، "منهنجو ته هڪڙو رب
آهي ۽ ٻيو ڪون." حضرت محمد صاحب جو اصلي مقصد ڪين اهوئي
اُپديش ڏيڻ جو هو.

جو انسان مايا جي چڪر ۾ ڦاٿو پيو آهي سو بار بار هن ماياوي
سنسار ۾ جنم وٺي ٿو ۽ جيڪو پرماتما سان پيار ڪندو سو جنم مرڻ
۾ ڇو ڦاسندو؟ سڌي سادي ڳالهه آهي.

## ٣٨- حق جي ڪمائي

هڪ درويش جو نيم هو ته هو جنهن به ڳوٺ ۾ ويندو هو اتي
روٽي انهيءَ جي گهر جي کائيندو هو جنهن جي ڪمائي بالڪل حق
حلال جي هوندي هئي. انهيءَ باري ۾ هو هميشه پوري چڱي طرح
پڇا ڳاڇا ڪندو هو. هڪ ڏينهن اتفاق سان جهنگ مان پئي ويو ته
هڪ آدمي گڏيس، پڇيائينس ته هن پر واري ڳوٺ ۾ ڪو حق حلال
جي ڪمائي وارو ماڻهو آهي؟ هن جواب ڏنس ته، فلاڻو شاهوڪار.
تنهن تي درويش پڇيس ته هن وٽ ڪيتري ملڪيت هوندي؟ جواب
ڏنائين، "اٽڪل لک، ڪن رپيه". "ڀلا هن کي ڪيترا پٽ آهن؟"
جواب ڏنائين ته چار. پوءِ درويش پڇائيندو شاهوڪار وٽ آيو ۽
چيائينس ته روٽي کائڻي اٿم. شاهوڪار چيس، "مهاتما جي! وڏي
خوشيءَ سان کائو." درويش چيس ته توکان ٻه ڳالهيون پڇڻيون اٿم.
شاهوڪار وراڻيو ته حڪم ڪريو، پڇيائينس. "تنهنجي ملڪيت
ڪيتري آهي؟" شاهوڪار جواب ڏنو، "پنجاهه هزار." وري
پڇيائينس ته پٽ ڪيترا اٿيئي؟ شاهوڪار چيو ته هڪ. مهاتما اُٿي
هلڻ لڳو. شاهوڪار هٿ جوڙي وينتي ڪئي، "سائين! توهين
ڇو خفي ٿي وڃڻ لڳا آهيو؟" درويش چيس، "مون توکي ڌرماتما
۽ حق حلال جي ڪمائيءَ وارو سمجهيو پر تون ته اول نمبر جو ڪوڙو
لڳين. ٻڌاءِ ته سڀني ماڻهن کي تنهنجا پٽ ڪين يا تنهنجي ملڪيت
جو حصو ڪيترو آهي." شاهوڪار اتر ڏنو، "سائين پوران منهنجو
عرض ته ٻڌو. پوءِ ڀلي روٽي کائو يا نه، اوهانجي مرضي. منهنجو

۽ ٿيندا ، پوءِ ته مان بلڪل تنهنجو غلام ٿي پوندس .“ اُتان هڪڙو مسافر اچي لنگهيو . ان کي سڏ ڪري چيائين ، ”ڀائي ! هيءُ ڪڇور ڪٿي وڃي کاءِ .“ سو جي من جي چوڻ تي هلندا ته پرمارٿ ۾ ڪامياب نه ٿيندا پر جي من جي چئي نه لڳندا ته گرمکه ٿيندا . شيوڪ کي جڳائي ته گرو جيڪو حڪم ڏئي ، چاهي ڪٿي گاهه ڪڻڻ لاءِ چوي ، ته به انهيءَ کي سِت ڪري مڃي .

## ٣٦- سکديو جو گرو

سکديو سوامي چوڏهن ڪلا سمپورن هو ۽ ڪيس ماتا جي پيٽ ۾ ئي گيان هو رشي وِيد وياس جو پٽ هو ، انهيءَ اهنڪار گرو ڪرڻ ڪو نه ڏنس . هڪ ڏينهن ٽيان اوستا ۾ وشنوپوريءَ ۾ ويو ته دوارپالن ٽڪي ٻاهر ڪڍيس . جڏهن راجا جنڪ کي گرو ڪري واپس آيو ته سندس پتا پڇيس ، ”نام وٺي آئين . هاڻي ٻڌاءِ ته گرو ڇا جي سمان آهي ؟“ جواب ڏنائين ، ”ڇا ورنن ڪيان !“

پٽس پڇيس :- گرو چندرما جهڙو آهي ؟

وراڻيائين ، چندرما ۾ ته داغ آهي پر گرو بي داغ آهي .

وِيد وياس چيو :- ڀلا سج جهڙو آهي ؟

سکديو چيو :- سج ۾ تابش آهي پر گرديو سيتل آهي .

ان تي پٽس چيس ، ”ڀلا تون ئي ٻڌاءِ ته گرو ڪهڙو آهي ؟“ جواب ڏنائين ، ”گرو پنهنجو مثال پاڻ آهي . هن جهڙو ٻيو ڪو به ڪونهي .“ سو گرو ڪرڻ کان سکديو جي اهڙي اوچي اوستا ٻڌجي پيئي نه ته پهرين سکديو انهيءَ گرو راجا جنڪ جي نندا ڪندو هو . گهران ٻارهان دفعا گرو ڪرڻ لاءِ نڪتو پر ٻارهان ئي دفعا من ۾ اياڻ ڪٿي واپس آيو . جڏهن گروءَ جو سروپ اندر ڏٺائين ته پڪو نشچو ٿي ويس .

## ٣٧- هڪڙو رب ٻيو تون

حضرت محمد صاحب پنهنجي رفيقن ۽ امامن کي مسجد ۾ وٺي ويو ۽ پڇيائين ته اوهان وٽ پنهنجو ڇا ڇا آهي ؟ حضرت عمر چوڻ لڳو ، ”منهنجي زال ، پٽ ، ڌيئرون ، اُٺ وغيره .“ بيان ڪندي

آهي، مان ٻار هيس، منهنجي پيءُ جو ساٿو هيءُ هو. اهو قاضي صاحب ٻانڌ هو. ٻيار مان ڇوڪريءَ کي ڇاتيءَ لڳايائين ۽ روئي ڇوڙ لڳو، ”ٻن منهنجي ڌيءُ آهين. تو کي ٻرار ڇور ڌاڪو ڪٽي ويا هئا.“ ڇوڪريءَ کي ٻانهن کان وٺي فقير وٽ ٻيٺو ۽ عرض ڪيائين، ”ظاهري توهان موسکي ڪکرم لاءِ مرڪايو ٻر باطني توهان جي اي رمز هئي. موسکي هيئڙ سڌ ٻيئي تہ در اصل توهان کي موسکي پنهنجي وڃايل ڌيءُ سان ملائڻو هو.“ فقير چيس تہ خواجہ صاحب کي وڃي چئہ تہ شعر جي اي مصرع نہ چئي. قاضيءَ اچي عرض ڪيو،“ خواجہ صاحب پنهنجي ڪلام جي ٻوڻين مصرع ٻڌ ٻڌايو.“ حافظ صاحب لکهندي چيو :-

”ڪ سالڪ بي خبر نہ بوُد زراهہ و رسم منزل ها“

(جاڪاڻ تہ مرشد منزل جي راهہ ۽ رسم کان ڀڃري واقف هوندو آهي.)

## ٣٥- شرارت جي جڙ- ڪڪور

هڪ مهاتما جو ذڪر آهي تہ هڪ ڏينهن بزار مان لنگهندي هن ڪنهن دوڪان تي ڪبور ڏٺي. من چيس تہ ڪهور وٺڻ گهرجي. مهاتما من کي سمجهائي آتان هليو ويو پر من دنبوي وشہ وڪارن جو عاشق لڳندو آهي. سمهڻ وقت بہ ڪهور جو خيال ۽ جڏهن آئي ٻهن تي ويٺو تہ نہ اهوئي خيال ستائڻ لڳس ۽ سڄي رات ٻهن مان سواد نہ آيس. هارائي صبح جو جهنگ ۾ ويو ۽ هڪ ڪالين جي ٻري جهڙي ڪٺي سکهيو، ڪباڻس. من بہ جوڙ لڳو، ”ٻاڻي اح ڪهور ڪاڻڻي آهي.“ رستي ۾ اي ٻري نہ ڪمائين حبتو ٺهڪ ٻار ٻهوڙيءَ ۾ گهٽو هو. الهيءَ ڪري ڪمترن هنڌ ٽاپڙيو ۽ ڪريو. من کي ٻيو ڇوڪ تہ ڪهور ڪاڻي آليئي تہ سهہ. مشڪل سان بہ ايڏاڻي محل ڳوٺي شهر ۾ اچي ٻيٺو. ڪاليون وڪٽي جيڪي پيسا مليس انهن جي ڪهور وٺي جهنگ ۾ ڪٽي ويو، ڪهور اڳيان رکي من کي جوڙ لڳو، ”اح ڪهور گهري، سياڻي سنا سنا طعام ۽ پوءِ اوجا اوڇا ڪپڙا پوءِ جولدين تہ مونکي زال گهرجي. جي زال آئي تہ ٻار

پيتو. ونئيا تہ ڪيڏانهن ٻاهر نڪتي هئي ۽ ماڪڙ وڃي هئي.
هن قاضيءَ کي ڏسي سوچيو تہ گراهڪ موٽي آسامي ٿو ڏسجي، گهڻو
ڪجهہ ملي پوندو. هن هڪ ڇوڪري پالي هئي جا جوان ٿي چڪي
هئي. ڇوڪريءَ کي چيائين، "توکي خبر آهي تہ اسين ڪير آهيون،
اسان جو پيشو حرام ڪاري آهي. انهيءَ ڪري توکي اهو ڪم ڪرڻو
پوندو. دراصل انهيءَ ڪم لاءِ ئي اسان توکي خريد ڪيو هو."
آخر هوءَ ڇوڪريءَ کي ونئيا جا ڪپڙا پارائي قاضيءَ وٽ ڇڏي آئي،
انهيءَ لاءِ تہ گراهڪ واپس نہ وڃي. ڇوڪري بلڪل اداس هئي ۽
هنجي اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا. قاضيءَ سوچيو تہ جيڪڏهن
هيءَ ونئيا هجي ها تہ ضرور کلندي ڪڏندي اچي ها. هيءَ ونئيا
نہ آهي ان ۾ ڪو راز آهي. قاضيءَ چيس، "ڪڪي! مان توکي
هٿ ڪونہ ٿو لايان، سچ ٻڌاءِ تہ تون ڪير آهين؟" ڇوڪريءَ نيڻن
مان نير وهائيندي آهستي چيو، "مان مصيبتن جي ماريل آهيان.
هيل تائين تہ مان نيڪ پاڪ رهي آهيان. اڄ پهريون ڏينهن مان برائي
۾ ڦاسڻ لڳي آهيان. خبر نہ آهي منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو!"
قاضيءَ دلداري ڏيئي چيس، "تون فڪر نہ ڪر مان توکي ڪجهہ
ڪونہ ٿو ڪريان. سچ ٻڌاءِ تون آهين ڪير؟" ڇوڪري چوڻ لڳي
"مونکي ٿورو ٿورو ياد آهي. مان نهايت ننڍي هيس جڏهن اسان
جي ڳوٺ ۾ هڪ ڌاڙو لڳو. ماڻهو وٺي ڀڳا ۽ مان بہ ڀڳس. پوءِ
چورن مونکي پڪڙي ورتو ۽ اچي مونکي هن وٽ وڪيائون."
تنهن تي قاضيءَ پڇيس، "ڀلا تنهنجو ڳوٺ ڪهڙو؟" ڇوڪريءَ
وراڻي ڏني، "مونکي ٿورو ٿورو ياد آهي تہ منهنجو ڳوٺ فلاڻو
هو." قاضيءَ جو بہ اهو ڳوٺ هو. قاضيءَ خيال ڪيو تہ هيءَ تہ
پنهنجي ڳوٺ جي ڇوڪري نڪتي. من ۾ جوش آيس ۽ پڇيائينس،
"توکي ياد آهي تہ تنهنجو پاڙو ڪهڙو هو؟" ڇوڪريءَ وراڻيو تہ
مونکي ٿورو ٿورو ياد آهي، منهنجي پاڙي جو نالو هي هو.
قاضيءَ جو بہ اهوئي محلو هو. من ۾ اڻ تڻ ٿيس ۽ پڇيائينس تہ
پنهنجي پيءُ جو نالو ٻڌاءِ. ڇوڪريءَ چيو تہ ٿوري ٿوري ياد گيري

”نه پاڻي، سمنڊ تمام وڏو ٿيندو آهي.“ ڏيڏر غصي ۾ اچي چيو، ”ڪوڙا، بي ايمان، هن کان وڏو ته ڪڏهن نه حالت ۾ ٿي نٿو سگهي.“ سو دراصل جيڪا ڳالهه اسانجي سمجهه کان ٻاهر آهي تنهن کي اسين مڃڻ لاءِ تيار نه آهيون ۽ ڳالهه ڪندڙ کي ڪوڙو ليکيندا آهيون.

## ٣٤- قاضيءَ جي وڃايل چوڪري

خواجه حافظ شيرازي ايران ۾ هڪ پهچل درويش ٿي گذريو آهي. جڏهن هن پنهنجي ڪلام ۾ اهو چيو،

”نه مي سجاده رنگين ڪن گرت پير مغان گويد“

(جي مرشد حڪم ڏئي ته پنهنجو عبادت ڪرڻ وارو مصلو شراب سان رڱي ڇڏ ته ڀلي رڱي ڇڏ.)

ته سڄي ايران ۾ شور مچي ويو، ”مصلي کي شراب سان رڱي ڇڏ“ اهو ته نسورو ڪفر جو ڪلام آهي! انهن ڏينهن ۾ قاضي ئي مفتي هوندا هئا. ماڻهن وڃي قاضيءَ کي چيو ته فلاڻي هي ڪفر جو ڪلام چيو آهي. قاضي خواجه حافظ وٽ آيو ۽ اچي چيائينس ته يا ته ان ڪلام جو مطلب سمجهاءِ يا واپس وٺ. خواجه صاحب فرمايو ”تير پنهنجو وڃي واپس موٽ نه ولندا آهن جاڪاڻ ته انهن کي جيڪو الدوران مالڪ جو حڪم ٿئي ٿو سوئي هو ڄاڻن ٿا.“ قاضيءَ تنهن تي پڇيو، ”ڀلا مطلب سمجهايو.“ خواجه صاحب جواب ڏنو، ”هن سامهون پهاڙيءَ تي هڪ فقير ويٺو آهي ان وٽ وڃ ته هو مطلب سمجهائيندو.“ جڏهن قاضي اتي پهتو ۽ فقير کان مطلب پڇيائين. تنهن تي هن فقير چيس، ”هو جو سامهون شهر نظر ٿو اچي اتي فلاڻي مڪان ۾ فلاڻي وڃڻيا رهندي آهي. هي نه روپيه آڻيٽي کڻي هن وٽ وڃ. هوءَ تنهنجي سوال جو جواب ڏيندي.“ قاضي ويچارڻ لڳو، هي ته عجيب قسم جا فقير آهن هڪڙو چئي ٿو ته مصلي کي شراب ۾ رڱي ڇڏ ته ٻيو چوي ٿو ته وڃڻيا وٽ وڃ. قاضيءَ سوچيو ته تحقيقات ڪرڻ لازمي آهي. ڏسان ته معاملو ڇا آهي. آخر قاضي انهيءَ شهر ۾ ويو ۽ وڃڻيا جي مڪان جي پڇا ڪري اتي

خوش ٿيو ۽ هن کي وڌيڪ ترقي ڏيئي وزير بڻايائين .

سو مطلب اهو آهي ته جيڪو هونهار هوندو آهي هن جا ننڍپڻ
کان خيال اهڙا هوندا آهن . جڏهين مان ننڍو هوس ، هڪ ڏينهن
پنهنجي ناناڻي ويس ، منهنجي مامن جا ڇوڪرا راند ڪري رهيا هئا
مان به هنن سان گڏ هوس . ايتري ۾ اتان هڪ جانور نڪتو ۽ مونکي
ڏسي چوڻ لڳو ، ڀائي ! هيءَ ڇوڪرو ته توهان جي ڪم جو نه آهي ،
هيءَ ته بابو آهي . " مون دل ۾ سوچيو ته هن مونکي ڪمزور ڏسي
ائين چيو آهي .

## ٣٢- خدا جو شڪر

ٻيهرن جو وقت هو شاهجهان بادشاهه کي اُڃ لڳي . هيڏانهن
هوڏانهن نهاريائين ته ڪو نوڪر نظر نه آيس . پاڻيءَ جي گهگهي جيڪا
ڀرسان پيل هئي ، اها به بلڪل خالي هئي . بادشاهه کوهه تي پهتو ۽
لڳو پاڻي ڪڍڻ . جڏهن ٿي اکيان ٻوڙي کوهه ۾ نهاريائين ته چرخي
زور سان وڃي مٿي ۾ لڳس . چوڻ لڳو ، " مالڪ ! شڪر آهي ،
شڪر آهي ، شڪر آهي ! مون جهڙو بيوقوف ، جنهن کي پاڻي ڀــ
ڪڍڻ نٿو اچي ، تنهن کي تو بادشاهه بڻايو آهي ! شڪر نه ڪجي ته
ٻيو ڇا ؟ " مطلب ته ڏک ۾ به مالڪ جو شڪر ڪجائين .

## ٣٣- کوهه جو ڏيڏر ۽ هنس

هڪ ڏينهن هڪ هنس ڪنهن سمنڊ تان اڏامي پئي سمنڊ ڏانهن
پئي ويو ، رستي ۾ ٿڪجي پيو ۽ هڪ کوهه جي ڪناري تي اچي
ويٺو . انهيءَ کوهه جي هڪ ڏيڏر پڇيس ، " ڀائي تون ڪير آهين ۽
ڪٿان آيو آهين ؟ " جواب ڏنائين ، " مان سمنڊ جي ڪناري تي
رهندڙ پکي آهيان ۽ موتي چڳندو آهيان . " تنهن تي ڏيڏر پڇيس ته
سمنڊ ڪيڏو وڏو ٿيندو آهي ؟ " هنس چيو ، " تمام وڏو . " ڏيڏرو
پنهنجي جاءِ تان پوئتي هٽي چيو ، " هيڏو وڏو ٿيندو آهي ؟ " هنس
چيو ، " ڀائي ! ايڏو نه ، تمام وڏو . " ڏيڏر ٻورو چڪر ڏيئي چيو ،
" هيڏو ؟ " هنس چيو ، " تمام وڏو " تنهن تي ڏيڏر کوهه جو
پورو چڪر ڏيئي پڇيو ، " ڀلا هيڏو ؟ " هنس وري وراڻي ڏنس ،

جو وزير ۽ قاضي اهو وڪيو!" دڪاندار دانا هو ۽ انهن جي روز
ڪسي سمجهي ويو. سو چيائينس، "منهنجا، قاضي به ڪٿي وڃ ته پيسا
به ڪٿي وڃ. ڳڻو اهو عرض آهي ته جڏهن اعليٰ عهدي تي پهچين ته
ذرا منهنجو به خيال رکج." هو هڪ ڏينهن جيئن دهليءَ جي بزار
مان لنگهي رهيو هو ته بادشاهه جي ڪنهن سمجهدار ماڻهوءَ کيس ولي
شاهجهان اڳيان پيش ڪيو. شاهجهان ڏٺو ته پڙهيل لکيل جوان آهي
سندس پيشانيءَ تي اعليٰ درجي جي انسان جهڙيون نشانيون آهن.
سو کيس پنهنجي لئبرريءَ جو منشي ڪري مقرر ڪيائين. هن جا ڪيترا
جو سڀ قلمي ڪتاب ڪٺا ڪري، مضمون مطابق الڳ ڪري،
مٿن نمبر هڻي باترتيب الماري رکيا. هڪ ڏينهن شاهجهان کي ڪنهن
خاص ڪتاب جي ضرورت پيئي. ماڻهو موڪليائين ته گاهيءَ جي
ڇوڪري جهٽ ڪتاب ڪڍي ڏنس. شاهجهان خوش ٿيو ۽ چيائين،
"ايترو جلدي! اڳي ته جڏهن ڪو ڪتاب گهرائبو هو ته اٺ اٺ
ڏهه ڏهه ڏينهن گولها پيا لڳي ويندا هئا." اميرن ۽ وزيرن کي حسد
ٿيو ۽ چوڻ لڳا، "قبلا! اتفاق سان اهو ڪتاب نظر چڙهي ويو
هوندس." بادشاهه چيو، "چڱو ٻيو ڪتاب گهرايو." منشيءَ اهو
ڪتاب به منٽ ۾ ڏياري موڪليو. اميرن ۽ وزيرن وري به عرض
ڪيو، "عاليجاه! ممڪن آهي ته هي ڪتاب به سامهون پيو
هجيس." بادشاهه چيو، "چڱو، ٽيون گهرائي ڏسو." ڪتاب
گهرايو ويو ته اهو به هڪدم ڏياري موڪليائين. اهو ڏسي شاهجهان
لئبرري ۾ لنگهي ويو ۽ جڏهن ڏٺائين ته ڪيتري سان منشيءَ ڪتاب الڳ
رکيا هئا، اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ منشيءَ کي ترقي ڏيئي دربار
۾ رکيائين. هڪ ڏينهن دربار ۾ ڪنهن سوال ڪيو، "بادشاهه
سلامت! توهان جو نالو 'شاهه جهان' ڇو رکيو ويو، ڇو نه 'شاهه
هند'" گاهيءَ جي ڇوڪري چيو ته اهو نالو بلڪل ٺيڪ آهي، ان
۾ ڪابه غلطي ڪانهي ۽ شاهجهان جي جنم پتري ڳڻائي گرهه گوچرن
جو حساب لڳائي ثابت ڪري ڏيکاريائين ته ان حساب موجب
بادشاهه سلامت جو نالو صرف شاهجهان ئي هئڻ گهرجي. بادشاهه

## ٣١- صوف جي طلب

شاهجهان بادشاهه کي هڪ پڙهيل لکيل ماڻهوءَ جي ضرورت هئي ۽ هميشه پنهنجي اهلڪارن کي چوندو هو ته ڪو لائق ماڻهو هٿ ڪريو. ماڻهن جي ڪهڙي ڪمي، دنيا ته ماڻهن سان ڀري پئي آهي مگر .......

انهيءَ زماني ۾ نه ريلون هيون نه موٽرون. سوداگر ڪشمير ۽ ڪابل مان گهوڙن تي ميوا کڻي دهلي ايندا هئا. ويچاريو، ڪٿي ڪابل ڪٿي دهلي!

هڪ ڀيري اهڙا ڪجهه سوداگر دهليءَ ۾ آيل هئا. هڪ غريب گاهي جا ڪندو هو جو چپ چاپ سندن گهوڙن اڳيان گاهه رکي ويندو هو. اهين ڪندي ٻه چار ڏينهن گذري ويا. هڪ ڏينهن سوداگرن کيس چيو، ”ڀائي! تون پيسا ڇو نٿو وٺين؟ اڄ تائين حساب ڪري پنهنجا پيسا وٺ.“ گاهيءَ جواب ڏنو، ”مونکي پيسا ڪونه کپن، ڪا ٻي شيءِ ڏيو.“ هنن پڇيس، ”نيٺ ڇا، ڇا کپئي.“ جواب ڏنائين، ”منهنجي زال گرڀڻي آهي ۽ هن جي صوف تي دل آهي. مان مسڪين هنکي صوف ڪٿان آڻي ڏيان؟ توهين ئي ڪجهه ڪرپا ڪريو.“ سوداگر سياڻا هئا. انهن سوچيو ته جنهن مائيءَ کي اميد واريءَ ۾ صوف تي دل آهي تنهن جو ٻار ضرور ڀاڳوان ٿيندو. پاڻ ۾ صلاح ڪري چيائونس، ”ڀائي! صوف جيترا توکي کپن اوترا کڻي وڃ پر انهيءَ شرط سان ته تون لکي ڏيندين ته جڏهن تنهنجو اهو سڀاڳو ٻار وڏو ٿي اوچ تي رسندو ته اسان جو محصول معاف ڪرائيندو.“ هن چيو، ”مان هڪ غريب گاهه وارو! منهنجو ٻار اهڙي اوچ تي ڪيئن رسندو؟ جيڪي چئو سو لکي ڏيان ٿو.“ اهو شرط لکائي، هنن صوف ڏنس. جيڪو کيس پٽ ڄائو سو نهايت لائق ۽ عالم فاضل ٿيو. پر گهر ۾ غريبي هئڻ سبب، ڪاٺيءَ جا ٽاڪيا ڪلهي تي کڻي ڪرنال ۽ پاڻيپت جي بازارن ۾ وڪڻندو هو. اتفاق سان هڪ ڏينهن هن جيئن ڪنهن دڪان تي ڪاٺي پئي وڪي ته هڪ مست فقير اچي لنگهائو ٿيو جنهن هنکي ڏسي چيو، ”دهاي

ٻون. حقيقت ۾ جيڪا سکيا اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ڏني ڪبي سا ته
ڏني ڪانه ٿي وڃي. نتيجو اهو ٿو نڪري ته ڪيترا ڇوڪرا ۽
ڇوڪريون ننڍپڻ ۾ پڙهائيءَ جي عمر ۾ ئي پاڻکي برباد ڪيو ڇڏين.
عام طور اعليٰ تعليم يافته ڇوڪرن ۾ ڪي جزوي اوچي اخلاق واريون
نڪرن ٿيون. منهنجي خيال ۾ ڇوڪرن کي وڌيڪ پڙهائڻ مناسب
ناهي ڇاڪاڻ ته وڌيڪ پڙهيل ڇوڪريون گهرو ڪم ڪان عار ٿيون ڪن.
اهو ڪو منهنجو شخصي رايو ڪونهي پر اسان جا ويد شاستر پڻ چون
ٿا ته جيڪڏهن ماءُ پيءُ جا ويچار شڌ هوندا ته سندن اولاد جا خيال
به نيڪ پاڪ ٿيندا. جي ماءُ پيءُ برهمچريه پالن ڪندا هوندا ته ٻارن
تي به ضرور اثر ٿيندو. جي ماءُ پيءُ شرابي ڪبابي هوندا ته سندن
سنتان ۾ به اهي برايون عادتون پونديون. اسان جي هندو شاسترن ۾
اخلاق تي نهايت گهڻو زور ڏنو ويو آهي. هندستان ۾ جهڙو پيار پتي
پتنيءَ جو آهي اهڙو ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ ڪونهي. اسٽري قدر جو
استري پتيءَ سان گڏ چکيا تي جلڻ لاءِ تيار ٿئي ٿي ۽ ساهرن ۾
جڏهن سندس ننڍو ڏيراڻي پيو ٿا وڪن ته اهيءَ کي به خوشيءَ سان
سوڪار ڪري ٿي.

ڪي حڪيم چون ٿا ته مرد کي زال وٽ سال ۾ هڪ دفعو وڃڻ
کپي، ڪي چون ڇهين مهني ته ڪي چون ٽين مهني. اهڙن حڪيمن
کان پڇوان پڇائي. در اصل، صرف سنتان اتپتيءَ لاءِ ئي مرد کي
گرهست ڪرڻ جڳائي. پر اسان جو اخلاق ڪريل آهي. پوءِ شاستر
ڇا ڪن! شاسترن جو اپديش آهي ته پنجويهن سالن تائين برهمچريه
پالن ڪري پوءِ گرهست آشرم ۾ اچڻ کپي ۽ جڏهن استري اميد
واري ٿئي ته مرد کي ڪانئس ٽي سال ڪنارو ڪرڻ گهرجي. اهو
آهي سچو برهمچريه. اهڙي رهڻي رهڻ سان ماتا پتا ۽ اولاد جي
صحت برقرار رهي ٿي ۽ پنجن سمون ۾ بس ٿوري ٿئي ٿي. هندو
شاسترن ته سمجهائڻ ۾ ڪسر ڪانه ڇڏي آهي. جي خيال پورا رکبا
۽ برهمچريه پالبو ته عمر وڌي ٿيندي ۽ صحت به سالم رهندي.

## ٢٩- دادو صاحب جا ٻوان چيلا

دادو صاحب هڪ مسلمان درويش وڏي ڪمائيءَ وارو ٿي گذريو آهي. ٻه پنڊت سندس ستسنگ، ٻڌڻ ۽ ڪانئس گر منتر وٺڻ جي خيال کان آيا پئي ته سندس ڪٽيا جي سامهون هڪ ماڻهو مٽي اگهاڙو اڃي لنگهيو. پنڊتن اهو اپسوڻ سمجهيو ۽ ويچارڻ لڳا ته اهو اپسوڻ ڪيئن ٽارجي. اهو سوچي هن سندس ٽڪي سر تي ٻه ڌڪ هنيا. پوءِ پڇيائونس ته دادو صاحب جو ڏيرو ڪٿي آهي؟ هن آڱر سان اشارو ڪري چيو ته هو سامهون اٿو. جڏهن ڏيري پهتا ته خبر پين ته دادو صاحب جن ڪنهن ڪم سان ٻاهر ويا آهن. انتظار ۾ ويهي رهيا. جڏهن دادو صاحب جن موٽي آيا ته کين سڃاڻي ويا ۽ ڏڪڻ لڳا. دادو صاحب جن کلي چيئن، "ڀائي! ماڻهو ٺڪي جو اڪر ٻه وڄائي وٺندا آهن. توهين ته گرو ڪرڻ آيا آهيو، سو ڀلي خوب ٺڪيو ٺوڪيو، جيستائين من مڃيو ..." سو دادو ديال صاحب صبر جا صاحب هئا. گرو ڪرڻ کان اڳ چڱي طرح تسلي ڪرڻ بلڪل ضروري آهي ڇاڪاڻ ته جيستائين مهاتما ۾ پورو صدق نه هوندو تيستائين روحاني ترقي نه ٿيندي.

## ٣٠- جهڙا ڪانگ، تهڙا ٻچا

استري اولاد واسطي آهي نڪي پوڳ ولاس لاءِ. جنهن وقت استري گرڀڻي ٿئي ته مرد کي ٿي سال پاسو ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته انهيءَ عرصي کان اڳ، جيڪڏهن مرد زال وٽ ويندو ته جيڪو اولاد ڄمندو، ڏيءُ چاهي پٽ، سو نالائق نڪرندو. نوَ مهنا گرڀ جي رکشا ڪرڻ ضروري آهي. اسانجي ويدن شاسترن ۾ به ائين لکيل آهي. وير ڪانپوءِ ٻه سال ٻار جي کير پيئڻ جي عمر ٿيندي هي. انهن ٻن سالن جي وچ گرڀ ٿي ويو ته ماءُ جو کير ڪارو ٿي پوندو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو اڄ ڪلهه ٻالڪ ڪمزور ٿا پيدا ٿين. نهايت افسوس جي ڳالهه آهي ته اسان جي سماج هن ڏس ۾ بلڪل ڌيان ڪو نه ٿي ڏني. اسان جي ڇوڪرن کي شاديءَ جي ٻوجهه ڪانهي. انهيءَ ڪري شاديءَ کان پوءِ ننڍڙا ننڍڙا ٻار هڪ ٻئي جي پويان پيدا ٿيو

لبو ٻوي ۽ ستن ولايتن جي بادشاهيءَ کي به اڪر مارڻو چڙي . ٻر نام جي ڪمائي کر آسان ڪرڻ آهي . گرو نانڪ صاحب جن ٻارهن سال ٻيرن تي سمهندا رهيا ، گرو اَمرداس صاحب جن ٻارهن سال پاڻي ڀريو . سو هردو جيترو وڏيڪ نرمل هوندو ، نام اوترو ئي جلد اثر ڪندو .

## ٢٨- پراشر رشي

پراشر رشي سچي عمر ڀوڳ ايياس ڪيو ۽ پورڻ برڳيءَ جي اوستا پراپت ڪري واپس پنهن جي گهر مونسي رهيو هو . رستي ۾ هڪ ندي هئي . ملاح کي چيائين ته مون کي پار پهچاءِ . ملاح وراڻيو ، ”روٽي کائي ختم ڪريان ته پوءِ توهان کي ولي ٿا هلون .“ رشيءَ چيو ، ”ڏينهن لو ٿيو ، جلدي هلو نه ته مان سراپ ڏيندوسانو .“ عام طور جيڪو ماتا پتا جو پيشو هوندو آهي تنهنکي پار سولائي سان ڪري ويندا آهن . ملاح جي ڌيءَ ونجهه ڪڻي رسي کولي ۽ رشيءَ کي چيو ، ”پتاجي ! اچو مان ئي توهان کي پار چڙي اچان .“ رشيءَ پنهنجي سچي عمر بن ۾ گذاري هئي ۽ ڪڏهن زال ذات جي شڪل نه ڪونه ڏٺي هئائين . سو ڇوڪريءَ کي ڏسي سندس من لڏي ويو ۽ پنهنجو ڪونو خيال ظاهر ڪيائين . ڇوڪريءَ چيس ، ”اسين ماڇي آهيون . منهنجي منهن مان ترهانڪي بدبوءِ ايندي .“ رشيءَ چيو ، ”ڀرجن گندهاري هوجا !“ رشيءَ جي اِئين چوڻ سان ڇوڪريءَ جي منهن مان خوشبوءِ نڪرڻ لڳي جا جوڏاري چئن ميلن تائين ڦهلجي ويئي . ٿنهن تي ڇوڪريءَ وري چيو ، ”سورج ديوتا ڏسي رهيو آهي ۽ اسانجي ڪرتن ڪرمن جي درگاهه ۾ شاهدي ڏيندو .“ رشيءَ پاڻيءَ جي ٻنهي پري ڪئي زور سان مٽي اُڇلائي ته جوڏاري ڌند ڇانئجي ويو . ڇوڪري وري ڇوڻ لڳي ته هي جل ديوتا به ته ڏسي رهيو آهي . رشيءَ ونتيءَ جي مٺ ڀري زور سان درياهه ۾ اُڇلائي ته پاڻي سڪي ويو . ڏسو ! مهاتما پنهنجي من کي نه روڪيو ۽ پنهنجي برڳ ايياس جي ڪمائي برباد ڪري ڇڏيائين .

تي چڪو آهي."

ڪبير صاحب جهڙو گرو هجي ۽ بخاري جي بادشاهه جهڙو
شيوڪ، اهو ته سون تي سهاڳو. جيئن جيئن ڪبير صاحب ڏيا
مٿس ڪندا ويا تيئن تيئن بادشاهه جي سرس اوچن روحاني منزلن تي
پرواز ڪندي وئي. پوءِ ڪبير صاحب چيس، "هاڻي تنهنجي مرضي
جتي تنهنجي دل چاهي اتي رهه، تنهنجي گر ڀڳتي مڪمل ٿي."

هڪ ڏينهن بادشاهه ندي جي ڪناري تي ويهي پنهنجي گودڙي
پئي سبي. هڪڙو وزير به شڪار ڪندي اچي اتان نڪتو. سڃاڻيڪ
بارهن سالن ۾ ماڻهوءَ جي شڪل ئي بدلجي ويندي آهي. ڪٿي بادشاهي
لباس ته ڪٿي فقيري ويس! تڏهن به وزير سڃاڻي ورتس ۽ پڇيائينس،
"تون ابراهيم ادهم آهين؟" جواب ڏنائين ته ها. تنهن تي هن چيس،
"مان تنهنجو وزير آهيان. تنهن جي وڃڻ کانپوءِ مون تنهنجي شهزادي
کي پڙهايو ۽ جنگي فن سيکاريو. هاڻي ڪهڙو نه سٺو ٿئي جيڪر تون
پنهنجو تخت ۽ تاج هلي سنڀالين ۽ مان تنهنجو وزير ٿي رهان ۽ آخري
ڏهاڙا آرام ۾ گذاريون. اهو ٻڌي ابراهيم ادهم جنهن سئيءَ سان گودڙي
پئي سبي سا درياهه ۾ اڇلائي ۽ چوڻ لڳو، "وزير! ٻوڙيائين مون
جي هيءَ سئي ڪڍي اچ ته پوءِ مان تنهنجي ڳالهه جو جواب ڏيان."
وزير وراڻيو، "مونکي اڌ ڪلاڪ جي مهلت ڏيو ته مان توهانکي
هڪ نه پر لک سيون آڻي ڏيان." بادشاهه چيو، "نه! مون کي نه
اها پنهنجي سئي گهرجي." وزير چيس، "اهو ته ناممڪن آهي،
هڙو پاڻي گهرو ۽ تکو تنهن مان سئي ڪيئن ليندي؟"
"چڱو، ترڪسان هيءَ ڪم نٿو ٿئي!" ائين چئي بادشاهه توج
ڏنو ته هڪ مڇي اها سائي سئي پنهنجي منهن ۾ کڻي اچي حاضر ٿي
بادشاهه چيو، "وزير مان ڪوڙي بادشاهيءَ کي ڇا ڪريان، جڏهن
مان ان بادشاهه جو داس ٿي چڪو آهيان جنهن جو حڪم سڀني ڪنهن
برهمنڊن تي هلي ٿو. هاڻي توهين (وزير ۽ شهزادا) ڄاڻو توهانجو
ڪم ڄاڻي."

نام هڪ املهه خزانو آهي جنهن جي مالڪ سان فقير بي پرواهه

رهي، تڏهن بہ چئو ٿا تہ سندس هردو اڃان نرمل نہ ٿيو آهي."
ڪبير صاحب چيو، "چڱو هاڻي هيئن ڪر جو گهر جو سڀ ٻهر
ڪڍي ڇوڪر تي وڃ. مان هن کي ڪجهہ ڪم سانگي ٻاهر اماڻيان ٿو
جڏهن گهر وٽان لنگهي تہ مٿانئس ٻهر اڇلائي، پوئتي هٽي اچج ۽
ڪن ڏيئي ٻڌج تہ ڇا ٿو چوي." جڏهن مائي لوئي مٿي ويئي تہ
ڪبير صاحب ابراهيم کي چيو، "پٽ منهنجي ڦاٽي شيءِ ڦاٽي هنڌ
رهجي ويئي آهي، سا وڃي ڪڍي اچ." جڏهن ٻاهر نڪتو تہ مائي
لوئيءَ ڪچري جو ٽوڪرو ڪڍي مٿان اڇلايس ۽ پاڻ پري هٽي ڏيان
لائي ٻڌڻ لڳي تہ ڇا ٿو چوي؟ ابراهيم چيو، "صد افسوس! جي
ٻهاري ۾ هجين ها تہ جيڪا جٽ ڪمائين ها سا ڏيهہ ڏسي ها."
مائي لوئيءَ اکر بہ اکر اچي ڪبير صاحب کي ٻڌايو. تڏهن ڪبير
صاحب فرمايو تہ "انهيءَ ڪري مون چيو ٿي تہ اڃان سندس هردو
نام روپي دولت رکڻ جي قابل نہ آهي. اهڙي طرح ڇهہ مهينا ٻيا بہ گذري
ويا. هڪ ڏينهن ڪبير صاحب چيو تہ هاڻي ٿاڻهءِ ٻچي راس ٿيو
آهي. مائي لوئيءَ وراڻيو، "مونکي تہ ڪو فرق ڏسڻ ۾ ڪو نہ
ٿو اچي، جهڙو اڳي هو تهڙو هيئنر آهي." ڪبير صاحب جي گهر
عام طور سادو مهاتما ايندا رهندا هئا. ڪٿين ڏڻا اهڙو بہ اتفاق
ٿيندو هو جو گهر ۾ کاڌي پيتي لاءِ ڪجهہ بہ نہ بچندو هو ۽ گهر جا
ماڻهو اڪثرا فاقي سمهي پوندا هئا ۽ ابراهيم بہ گهر جي پيٽ لئي پڄي
ويو هو. ڪبير صاحب چيس، "جي توکي فرق ڏسڻو آهي تہ اڳي
تو صرف ٻهر مٿانئس اڇلايو هو هاڻي تون پيشاب ڀاڻو مطلب تہ
نهايت بدبودار ڪچرو مٿي ڪڍي وڃ ۽ جڏهن هو لنگهي تہ مٿانئس
ڪڍي اڇلائج." مائي لوئي ڪبير صاحب جي هدايت انوسار اهو سڀ
گند مٿانئس اڇلايو تہ هن وٺي ڪاهيو ۽ خوشيءَ وچان چهرو لعل ٿي
ويس. چوڻ لڳو، "اي اڇلائيندڙ! توکي شاباس هجي، ڀڳوان تنهن
جو ڀلو ڪري. هن هملي من جو اهوئي علاج آهي." مائي لوئيءَ
سموري ڳالهہ اچي ڪبير صاحب سان ڪئي. تنهن تي ڪبير صاحب
فرمايو، "انهيءَ ڪري ئي مون چيو ٿي تہ هاڻي هردو بلڪل شد

تي چڪو آهي ."

ڪبير صاحب جهڙو گرو هجي ۽ ا بخاري جي بادشاهه جهڙو شيوڪ ، اهو تہ ٿيو سون تي سهاڳو . جيئن جيئن ڪبير صاحب ديا مهر ڪندا ويا تيئن تيئن بادشاهه جي سرت اوچن روحاني منڊلن تي پرواز ڪندي ويئي. پوءِ ڪبير صاحب چيس، "هاڻي تنهنجي مرضي جيئي تنهنجي دل چاهي اتي رهه ، تنهنجي گر پڳتي مڪمل ٿي ."

هڪ ڏينهن بادشاهه نديءَ جي ڪناري تي ويهي پنهنجي گودڙي پئي سبي . هنجو وزير بہ شڪار ڪندي اچي اتان نڪتو . سياويڪ ٻارهن سالن ۾ ماڻهوءَ جي شڪل ئي بدلجي ويندي آهي. ڪٿي بادشاهي لباس تہ ڪٿي فقيري ويس! تڏهن بہ وزير سڃاڻي ورتس ۽ پڇيائينس، "تون ابراهيم ادهم آهين ؟" جواب ڏنائين تہ ها . تنهنتي هن چيس، "مان تنهنجو وزير آهيان . تنهن جي وڃڻ کانپوءِ مون تنهنجي شهزادي کي پڙهايو ۽ جنگي فن سيکاريو . هاڻي ڪهڙو نہ سٺو ٿئي جيڪر تون پنهنجو تخت ۽ تاج هلي سنڀالين ۽ مان تنهنجو وزير ٿي رهان ۽ آخري ڏهاڙا آرام ۾ گذاريون. اهو ٻڌي ابراهيم ادهم جنهن سئيءَ سان گودڙي پئي سبي سا درياهه ۾ اڇلائي ۽ چوڻ لڳو ، "وزير ! پهريائين منهن جي هيءَ سئي ڪڍي اچ تہ پوءِ مان تنهنجي ڳالهہ جو جواب ڏيان." وزير وراڻيو ، "مونکي اڌ ڪلاڪ جي مهلت ڏيو تہ مان توهانکي هڪ نہ پر لک، سيون آڻي ڏيان." بادشاهه چيو ، "نہ! مون کي تہ اها پنهنجي سئي گهرجي ." وزير چيس ، اهو تہ ناممڪن آهي ، هڙو پاڻي گهرو ۽ تکو تنهن مان سئي ڪيئن لبندي ؟"

"چڱو، توکان هيءُ ڪم نٿو ٿئي ! " ائين چئي بادشاهه توج ڏنو تہ هڪ مڇي اها سائي سئي پنهنجي منهن ۾ کڻي اچي حاضر ٿي بادشاهه چيو ، "وزير مان ڪوڙي بادشاهيءَ کي ڇا ڪريان ، جڏهن مان ان بادشاهہ جو داس ٿي چڪو آهيان جنهن جو حڪم سڀني ڪنڊن برهمنڊن تي هلي ٿو . هاڻي توهين (وزير ۽ شهزادا ) ڄاڻو توهانجو ڪم ڄاڻي ."

نام هڪ املهہ خزانو آهي جنهن جي مالڪ سان فقير بي پرواهہ

ٻڌائي سگهيان ها، ڇاڪاڻ ته ان وقت منهنجو ڌيان مرشد ۾ هو ۽
منهنجي مرشد جي درگاهه ۾." عاشق جواب ڏنو، "حضرت! مونکي
اِي ڪا به تمنا ڪانهي. صرف توهان جي ئي کوج اٿم." انهيءَ
جو لالو آهي شرن.

## ٢٧- اِبراهيم اڌم بخاري جو بادشاهه

بخاري جي بادشاهه کي پرماتما جو شوق هو. سدائين فقيرن
جي تلاش ۾ رهندو هو. هن جي سمهڻ جي سيج سوا من گلن جي
هوندي هئي. هڪ رات ڇا ٿو ڏسي ته سندس مڪان جي ڇت تي
ٻه مسافر هلي رهيا آهن. پڇيائين ته توهين ڪير آهيو؟ جواب
ڏنائون ته اسين اوٺي آهيون. بادشاهه پڇين ته هتي ڪيئن آيا
آهيو؟ ورانيائون ته اسان جو اٺ وڃائجي ويو آهي. بادشاهه چيو
"ڀائي! مڪان ۾ به ڪڏهن اٺ آيا آهن؟" جواب مليس، "ڀلا
سوا من گلن جي سيج تي سمهڻ ۾ خدا مليو آهي!" من کي
ٺوڪر لڳس ۽ وري ڇڱي طرح پنهنجي ملڪ ۾ ڪمائي وارن درويشن
جي کوج ڪيائين پر تسلي نه ٿيس. آخر هندستان آيو ۽ ڳوليندي
ڳوليندي ڪاشيءَ پهتو. ڪبير صاحب کي عرض ڪيائين ته مونکي
پنهنجي شيوا بخشيو. ڪبير صاحب فرمايو، "تون بادشاهه، مان
غريب ڪوري، تنهنجو منهنجو ميل ڪيئن ٿيندو؟" وينتي ڪيائين،
"مان توهانجي در بادشاهه ٿيڻ جي ڪونه آيو آهيان پر هڪ غريب
منگتو! خدا جي واسطي منهنجي جهولي ڀريو." ڪبير، ڄالون نرم دل
ٿينديون آهن. مائي لوئيءَ ڪبير صاحب کي هن لاءِ سفارش ڪئي ۽
ڪبير صاحب مڃيو. ڪورين جي گهر ڀلا ڪهڙو ڪم هوندو؟ پوٺيون
وڻڻ ۽ تاڃو تڻڻ. اهڙي طرح ڇهه سال گذري ويا. مائي لوئيءَ هڪ
ڏينهن ڪبير صاحب کي عرض ڪيو، "هي بادشاهه، اسين غريب
ڪوري، وچارو، جيڪو رکو سکو اسين کائون سو کائي، چپ چاپ
شيوا پيو ڪري. هاڻي هنکي (اندر ۾) ڪجهه ڏيو." ڪبير صاحب
جواب ڏنو ته اڃان هن جو هردو نرمل نه ٿيو آهي. مائي لوئيءَ پڇيو
"توهين ڪيئن ٿا چئو؟ وچارو اٺئي پهر سٺيو کائي، سدائين آگيا ۾

ٻيڪ!! جا نعرا هڻندو ٻئي وٽ ويو. اُن سان هڪ قاضي اچي لڳو، جنهن چيس، "ڪافر! هي ڇا ٿو چئين؟ رب هڪ، رسول هڪ، هي ڇا ٿو چوين؟" وري پڇيائينس ته تنهنجو رب ڪير آهي؟ چيائين، "ٻيڪ." "پر تنهنجو رسول ڪير آهي؟ چيائين، "ٻيڪ." جڏهن قاضيءَ ڏٺو ته اهو سمجهي نٿو تڏهن کيس پڪڙي دهليءَ جي مسجد ۾ وٺي آيو، قاضين کي ڪٺو ڪيائين ۽ کين چيائين ته هنکي سمجهايو. قاضي اهڙن پراڻي عاشقن کي ڪير سمجهائي! سڀئي زور لاٿا پر وراڻو ڪين ڪيو. آخر قاضين فتوا ڏني ته هنکي قتل ڪيو وڃي. انهيءَ زماني ۾ اهو قاعدو هو ته جيستائين قتل جي فتوا تي بادشاهه پاڻ صحيح نه ڪري تيستائين مفتي قتل ڪري نه سگهندو هو. سو فتوا ڏئي بادشاهه اڳيان پيش ڪيائونس. اڪبر جو راڄ هو. بادشاهه ڏٺو ته هي ڪو مست فقير آهي هنکي قتل ڪرڻ مناسب ناهي. پڇيائينس، "تنهنجو رب ڪير آهي؟" هن وراڻيو، "ٻيڪ" وري پڇيائينس، "تنهنجو رسول ڪير آهي؟" چيائين، "ٻيڪ" انهن ڏينهن ۾ ملڪ ۾ مينهن نه پوڻ سبب ڏڪار هو. اڪبر چيس ته پنهنجي ٻيڪ کي چئه ته مينهن وسائي. جواب ڏنائين، "اڄ پڙاڻيندو سائو." اڪبر چيس ته ڪڏهن؟ چيائين، "پرهين." بادشاهه حڪم ڏنو ته هنکي ڇڏي ڏيو. عاما چوڻ لڳا، "بادشاهه سلامت! هي اڄ ويندو." بادشاهه چيو، "پرواهه ناهي، پر اڄ وڃي." مست جهنگل ۾ وڃي پنهنجي مرشد جو ڌيان ڪيو. مالڪ جي موڄ هوب وڪا لڳي. ٻئي ڏينهن ازخود اچي دربار ۾ حاضر ٿيو. بادشاهه چيس مينهن نه وسيو. هن چيو ته ٻيڪ وسايو. اڪبر چيس ته ڪجهه گهر. وراڻيائين ته مونکي ٻيڪ کان سواءِ ٻي ڪنهن به چيز جي اوڙ ڪانهي. بادشاهه هنجو مرشد لاءِ گورو عشق ڏسي، ٢١ ڳوٺن جو پٽو لکي، پنهنجي نوڪرن هٿان سائين ٻيڪ کي ڏياري موڪليو.

ڪجهه عرصي بعد جڏهن هو پراڻي پنهنجي مرشد وٽ ويو ته [illegible] چيس، "پيارا! تو مون کان ڇا گهريو، ڪيس مينهن! الهيءَ [illegible] سي چئين ها ته توکي ولي، قطب، اوليا الله، سڀ ڪجهه

راجا ڦل هڪدم سڃاڻي ورتو. ويشيا کان پڇيائين، ”سچ ٻڌاءِ ته
اهو ڦل توکي ڪنهن ڏنو؟“ جواب ڏنائين، ”ڪوتوال.“ راجا
نوڪر موڪلي ڪوتوال کي گهرايو ۽ پڇيائينس ته سچ ٻڌاءِ ته توکي
هي ڦل ڪنهن ڏنو؟ ڪوتوال پهرين ته ڳالهه ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي
پر جڏهن راجا ڌمڪايس تڏهن مجبور ٿي چيائين ته مونکي راڻيءَ
ڏنو هو. راجا تنهنڪري راڻيءَ کي سڏايو. راجا پهرين ته پاڻ تي ڦٽ
لعنت وڌي ۽ چوڻ لڳو مون اجايو پنهنجي پوري راڻيءَ جي
پريکيا ورتي ۽ هيڏي دوکيباز عورت جي ور چڙهيس، وري لعنت
آهي راڻيءَ تي جنهن راجا هوندي ڪوتوال سان رستو رکيو، ڪوتوال
تي به لعنت آهي جنهن راڻيءَ کي ڇڏي ٻئي پاسي ڏوڙ پائي. انهن
سڀني ڳالهين تي ويچاري راجا کي ويراڳ آيو ۽ هن پنهنجو راڄ پاٽ
ڇڏي ڏنو.

## ٢٥- ڪبير صاحب ۽ راڻي اندرمتي

جڏهن ڪبير صاحب جي راڻي اندرمتي کي سچکنڊ وٺي ويا
ته ڇا ٿي ڏسي ته اتي ڪبير صاحب ئي ڪل مالڪ آهي. عرض
ڪيائين ته جي اهو راز مونکي مرت لوڪ ۾ ٻڌايو ها ته پوءِ مان
ڀڄن سمرن لاءِ ايتري محنت ڇو ڪريان ها؟ ڪبير صاحب جواب
ڏنس، ”تون اتي مڃين ها؟ توکي ضرور خيال اچي ها ته هي
هڪ انسان ٿي ڪري پاڻ کي ستپرش ٿو سڏائي.“ سو جيڪڏهن
سنت چون ته اسين هي آهيون ته ڪير مڃيندو؟ سنت پنهنجي
شڪتيءَ جو اظهار ڪونه ڪندا آهن. بلڪ سدائين خوش رهندا
آهن. سنساري جيون ڪين ڪهڙي خبر ته سنت ڪهڙي هستيءَ جا
مالڪ آهن ۽ ڪهڙي ديش کان ٿا اچن. جي خبر هجين ها ته گرو
نانڪ صاحب جهڙي پرم سنت کان چڪيون ڪيئن پيهائين ها؟

## ٢٦- يا بيڪا

ڪليئر شريف جي پيرن ۾ هڪ سائين بيڪا نالي چڱي
ڪمائيءَ وارو مهاتما ٿيو آهي. هڪ ڏينهن سندس هڪ مريد، مرشد
جي عشق جي مستيءَ ۾ دهليءَ جي بزارن مان ”يا بيڪا! يا

ڪي پنهنجي اندر پرگهٽ ڪيو آهي ۽ انهيءَ سروپ ۾ مون کي سيکاريو آهي."

سو سمورن ۾ ڏسڻ ذريعي، اندر لڪل سروپ جو درشن ٿئي ٿو ۽ انهيءَ ڏسڻ پڪو ڪرڻ سان سڀ ڪجهه حاصل ٿئي ٿو.

## ٢٤- راجا ڀرتري ۽ امر ڦل

هڪ دفعي راجا ڀرتري پنهنجي محل ۾ هڪ سنيءَ جيئن ميها ڪندي جيئو ته شاباس هن بهادر عورت کي جنهن پنهنجي پتيءَ سان گڏ جلي، پنهنجي پران جي آهوتي ڏني. تنهنجي ڀرتريءَ جي رانيءَ چيو ته هن ڇڪيا ٿالهن پهچڻ کان اڳ، ٿي وڇوڙي وچان چيو ته پران ڏئيا. راجا ڀرتري سوچيو ته رانيءَ ڳالهه ته اوچي ڪئي آهي، ڪيس آزمائي ڏسجي. هڪ ڏينهن راجا شڪار تي ويو ۽ اُتان پنهنجا ڪپڙا رت سان ٻوڙي ڪن ماڻهن جي هٿان محل ۾ ڏياري موڪليائين جن اچي ٻڌايو ته راجا شينهن جي شڪار ڪرڻ لاءِ ويو هو ۽ شينهن هنکي ماري وڌو. جڏهن رانيءَ اها ڳالهه ٻڌي تڏهن غش کائي ڪري پيئي ۽ اُتي ئي ساهه ڪڍي ويس.

راجا ڀرتريءَ کي پتورتا استريءَ جي مرتيو جو ڏاڍو ڏک ٿيو انهيءَ ڪري پوءِ جيڪا راڻي مليس تنهن سان نوهان ڪنهن ۾ ٻڌهير هوندو.

هڪ ساڌو راجا وٽ امر ڦل کڻي آيو جنهنکي کائڻ کائي ته جوان ٿي پوي. راجا سوچيو ته مان کائي ڇا ڪندس رانيءَ کي ڏيان. دل ۾ سمجهيائين ته هوءَ رکڻ رانيءَ وانگر نيڪ پاڪ هوندي، سو رانيءَ کي ڦل ڏيئي چيائين ته جيڪو هن کي کائيندو تنهنجي جواني سدائين قائم رهندي. رانيءَ جو رستو ڪوتوال سان هو. اهڙي ڦل ڪوتوال کي کائڻ لاءِ ڏنائين. ڪوتوال جنهنجي پريت وري هڪ وڪشيا سان هئي تنهن اهو ڦل انهيءَ ڏنو. وڪشيا من ۾ سوچيو ته منهنجي ساري زندگي ته پاپن ۾ گذري آهي سو مان ڦل کائي ڇا ڪيس، جو نه اهو راجا کي ڏيان. راجا نهايت ڌرماتما آهي ۽ سندس راڄ ۾ سکي آهي. جڏهن ڦل کڻي راجا وٽ آئي ته

جي لسٽ ۾ لکو. مان ٽي آنا مزوري وٺڻ لاءِ تيار آهيان.“ جلدي
هو بيمار ٿي پيو. مونکي ڪمس مزورن ۾ ته ڇا شامل ڪرڻو هو سو
چيو مانس ته جڏهن تون چاڪ ٿيندين ته توکي نام ملندو. آخر هو
( نام ملڻ ڪانسواءِ ) هليو ويو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مونکي سندس
چٺي سوان مان آئي جنهن ۾ لکيو هيائين، ”مونکي گهڻ اميد
آهي ته منهنجي چٺي توهان کي ملندي. هاڻي مان پرماتما کي مڃان
ٿو پر خبر ناهي ته هو منهنجي سنڀال ڪندو يا نه.“ مون جواب ۾
لکيو مانس، ”پرماتما سڀ جي اندر آهي، تنهنجي اندر به آهي ۽
تنهنجي سنڀال ضرور ڪندو.“

## ٢٣- دروڻاچاريه ۽ ڀيل

دروڻاچاريه پانڊون جو گرو هو. هڪ ڀيري جڏهن هو پانڊون
کي جنگي سکيا ڏيئي رهيو هو ته هڪ ڀيل ذات جو ڇوڪرو اتي آيو،
جڏهن پانڊون کي تير اندازي ڪندو ڏٺائين ته دروڻاچاريه کي
عرض ڪيائين ته ڪرپا ڪري مونکي به سيکاريو. دروڻاچاريه رکو
جواب ڏيندي چيس، ”ڪٿي هي شهزادا ۽ ڪٿي تون هڪ غريب
ڪنگال جو ڇوڪرو!“ نيٺ پريم ته پريم ئي آهي. هن ڇوڪري
دروڻاچاريه جي سروپ جو ڌيان ڪرڻ شروع ڪيو ۽ آخر انهيءَ
سروپ کي پنهنجي اندر پرگهٽ ڪيو. جيڪڏهن دروڻاچاريه جي
رسائي اندر ۾ هجي ها ته اتي به هو هن ڀيل کي جيڪر سيکارڻ کان
انڪار ڪري ڇڏي ها. پر انهيءَ دروڻاچاريه جي سروپ هنکي
تير اندازيءَ جو هنر سيکاريو. هڪ ڏينهن دروڻاچاريه شهزادن جو
امتحان وٺي رهيو هو. کين حڪم ڏنائين ته هُو جو پريان ڪتو
ڀونڪي رهيو آهي، انکي تير هڻو. سڀني تير ڇوڙيا پر ڪنهنجو
به نشان صحيح نه لڳو. اتي ڀيل به اچي سهڙيو ۽ جڏهن هن تير
هنيو ته سڌو وڃي ڪتي جي منهن ۾ لڳو. دروڻاچاريه دنگ رهجي
ويو ته هڪ ڀيل شهزادن کان گوءِ کڻي ويو. ڇوڪري کي سڏي
پڇيائين ته تنهنجو استاد ڪير آهي ۽ ڪنهن توکي اهو تير اندازيءَ
جو فن سيکاريو آهي؟“ جواب ڏنائين ”توهان. مون توهانجي سروپ

"ستگروءَ جي سروپ جو ڏيان اچئي ٿو؟" چيائين تہ نہ. تنهن تي
مون پڇيومانس تہ منهنجو آواز پڌڻ ۾ اچئي ٿو؟ جواب ڏنائين تہ
ها. مون چيومانس، منهنجي آواز جي اوٽ وٺي اچ." پوءِ چوڻ
لڳي، "هاڻي مونکي ڪو حرف ڪونهي، ستگروءَ جو سروپ بہ
نظر اچي ٿو ۽ شبد بہ پڌجي ٿو. مان پنهنجي اکين سان ڏسي رهي
آهيان تہ جيون کي نرڪن ۾ ڪهڙيون هيبتناڪ سزائون ملن ٿيون."

## ٢٣- هاڻي مان پرماتما کي سڃاڻان ٿو

هيءَ انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن مان مري پهاڙ
( Murrle Hills ) تي سب ڊويزنل آفيسر هوس. بابو گجا سنگهہ جن
مون سان گڏ رهندا هئا. اتي هڪڙو ليڊر آيو جو ناستڪ هو. ان
ڪري هنکي هندن جاهي مسلمانن پاڻ وٽ رهڻ نٿي ڏنو. ڏاڍو
پريشان ٿيو. جڏهن بابو گجا سنگهہ کي پتو پيو تہ هن مون سان ان
ڳالهہ جو ذڪر ڪيو. مون چيومانس تہ هنکي گهرائي وٺ. مريءَ ۾
هڪ اسسٽنٽ ميڊيڪل آفيسر هو، جيڪو ميسمريزم ذريعي علاج
ڪندو هو، انهيءَ کان علاج ڪرائڻ واسطي آيو هو. جڏهن مون وٽ
آيو تہ پڇيومانس تہ توکي ڇا کپي؟ چيائين تہ هڪ ڪرسي، هڪ
ميز ۽ رهڻ لاءِ ورانڊو. مون پڇيومانس تہ ٻيو ڪجهہ کپئي؟ چيائين
تہ نہ. جيڪي هن گهريو سو هنکي ڏنوسين. ڳالهہ ٻولهہ مان خبر
پيئي تہ هو ڪاٺياواڙ جو وڏو پنڊت هو. پرماتما جي کوج ۾ اڪتو
هو پر پرماتما نہ مليس. پوءِ هڪ اهڙي سماج جي وچ ۾ ڦاٿو
جنهنجي باليڪارن ثابت ڪري ڏيکاريس تہ پرماتما آهي ئي ڪونہ
نتيجو اهو ٿيو جو هو ناستڪ ٿي پيو. مان تہ سرڪاري ڊيوٽي ۾
ويندو هوس ۽ پويان بابو گجا سنگهہ ستسنگ ڪندو هو ۽ هو سڄڻ
بہ ڪافي عرصي تائين ستسنگ ۾ ايندو رهيو. آخر هڪ ڏينهن مون
کي چوڻ لڳو تہ مونکي نام دان ڏيو. خير، مون ڪيس کو جواب
ڪونہ ڏنو ۽ اهڙي طرح ڪيترا ڏينهن گذري ويا. هڪ ڏينهن
وري چوڻ لڳو، "جي! توهين مزورن کي گهڻو روز ڏيندا آهيو؟"
ن جبر، "چار آنا." انهيءَ تي چوڻ لڳو، "منهنجو نالو مزورن

پرشن قيدين جي شيوا ڪئي ۽ شيوا ڪرڻ جڳائي به. پر قيدي
ويچارا قيدخاني ۾ ئي رهيا. ڪوبه سندن بند خلاص نه ڪري سگهيو.
سمجهو ڪنهن سچڻ وٽ بندپخاني جي ڪنجي آهي. هو جيلخاني
جا دروازا کولي قيدين کي ڇوڙي ٿو ته وڃي پنهنجن گهرن ۾ سگهي
ٿيو. هاڻي سڀ کان وڏيڪ پروپڪار ڪنهن ڪيو؟ توهين خود
ڇوندا نه جنهن قيدين کي آزاد ڪيو.

اهڙي طرح ڇوراسيءَ جي جيلخاني جي ڪنجي آهي نام ۽
نام صرف پوري گروءَ وٽان ئي ملي ٿو.

## ٢٠- ڏيرو ۽ درياءُ

جڏهن مان ٻهراين هتي بابا جئمل سنگهه مهاراج جن جي شرن
۾ آيس تڏهن هتي ڏيرا بابا جئمل سنگهه ۾ ڪو مڪان ڪو نه هو
صرف هڪ ننڍڙي ڪوٺڙي هئي ۽ چئني پاسي لوڙهو هو. پاڻيءَ
جو ڪو پربند ڪو نه هو، يا ته درياهه تان ڀري ايندا هئا يا پر واري
کوهه تان. جڏهن هتي جاين جوڙائڻ جو ڪم شروع ٿيو ته کوهه ۽
ڪجهه مڪان ٺهيا. انهيءَ وقت بياس درياءُ وڙانچ ڳوٺ کي ڊاهي
رهيو هو. ڪن ماڻهن مونکي چيو، "توهان هتي اجايو جايون پيو
جوڙائين ۽ کوهه پيو کوٽائين، جي درياءُ اهي سڀ لوڙهي وڃي ته
پوءِ؟" مون کين جواب ڏنو، "جايون ٺهي وڃن ۽ منهنجو ستگرو
فقط هڪ دفعو ئي انهن ۾ چرن گهمائي ته مان پنهنجي محنت سڦلي
سمجهندس. پوءِ پل درياءُ ٻوڙي وڃي تنهنجي مونکي ڪا چنتا
ڪانهي." انهيءَ کي چئجي ٿو ستگروءَ جي شيوا. مطلب ته
جيڪو تن ساڌ سنگت جي شيوا ۾ خرچ ٿئي ٿو سو سڦلو آهي ۽
انهيءَ جي رکوالي به ستگرو پاڻ ڪري ٿو.

## ٢١- منهنجي آواز جي اوٽ وٺي هاءِ اچ

هيءَ ڏيري جي ڳالهه آهي، مان نالو وٺڻ نٿو چاهيان. هڪ
آتما جو خيال ڪندو ٿي پيو جنهن ڪارڻ هوءَ نرڪن ۾ هلي وئي ۽
مونکي بابا جن چيو ته فلاڻي آتما نرڪن ۾ پيئي تڙڦي. مان ويس.
پڇيو مانس ته سمورن ياد اٿيئي؟ چيائين ته نه. وري پڇيو مانس،

## ۱۸- ٻه خدا

هڪ ڏينهن مان پنهنجي سڀ ڏينهن جو دفتر وارو ليکو ڪٽي
آيو هوس. آئي جو انچارج هڪ ايس-ڊي-او هو. اسان ٻنهي
جو نيم هو ته شام جو آفيس جو ڪم لاهي پوءِ گڏ نڪرندا هئاسين.
هڪ ڏينهن آفيس جي وقت پوري ٿيڻ کان پوءِ منهنجو ڪلارڪ ڪجهه
ڪاغذ مون کان صحيح ڪرائڻ لاءِ ڪٽي آيو. تنهن تي منهنجي دوست
ايس-ڊي-او چيو ته پاڻي هاڻي هل باقي سڀاڻي ڪنداسين. مون
چيومانس ته ڪاغذ صحيح ڪري وٺان. تنهن تي چوڻ لڳو، ”ڇڏ
يار، پاڻهي خدا ڪندو." مون پڇيومانس، ”ڪهڙو خدا؟" پڇڻ
لڳو، ”ڇا، خدا به ٻه آهن؟" مون وراڻيو ته ها. هن ڳالهه کي
سمجهيو ڪو نه پر ڪٽي مات ڪيائين. گهر تائين سوچيندو آيو. رات
جو ڪو فقير گڏيس جنهن ڪنهن طرح ذهن نشين ڪرايس ته دنيا جو
خدا ٻيو آهي ۽ سنتن جو ٻيو. ٻئي ڏينهن صبوح جو آفيس آيو ته چوڻ
لڳو ته توهان جي ڳالهه ۾ راز آهي. مون چيو ته ڪولي ظاهر ڪريان؟
چيائين ته نه منهنجي تسلي ٿي وئي.

سو دنيا جو خدا ڪال آهي ۽ گرمکن جو خدا سرلوڪيءَ کان
مٿي ۽ ديال آهي.

## ۱۹- دروازا ٿي کولي ڇڏيائين

مثال طور ڪنهن جيلخاني ۾ ڪجهه قيدي آهن. هنن جي ڏکي
حالت تي ترس کائي هڪڙو پروپڪاري جڏهن ڏسي ٿو ته قيدين
کي پيٽ لاءِ اندو پاڻي ڪو نه ٿو ملي نه هو ڏهه، ويهه ڳوڻيون ڪڻڪ
جون گهرائي برف ملائي شربت ٺهرائي هنن کي پياري ٿو. سڀاوڪ
قيدي خوش ٿين ٿا. ٻيو پروپڪاري اچي ڏسي ٿو ته هنن وٽان
کي ڪڻڪ جي سٺي روٽي نٿي ملي، ٻاجهري ٿا کائين. هو هزار ۾
هزار مڻ ماني گهرائي هنن کي کارائي ٿو. قيدي کائي خوش ٿين
ٿا. اهڙي طرح ٽيون اُپڪاري پرش هنن جا موٽا ڪپڙا جن ۾
پسيءَ ويٺا هئا، ڏسي هنن کي سٺا ڪپڙا جيون پوشاڪون
ٺهرائي ڏئي ٿو. قيدي پائي وڌيڪ خوش ٿين ٿا. هنن سڀني پروپڪاري

پرشن قيدين جي شيوا ڪئي ۽ شيوا ڪرڻ جڳائي به. پر قيدي ويچارا قيدخاني ۾ ئي رهيا. ڪوبه سندن بند خلاص نه ڪري سگهيو. سمجهو ڪنهن سڄڻ وٽ بنديخاني جي ڪنجي آهي. هو جيلخاني جا دروازا کولي قيدين کي ڇوڙي ٿو ته اهي وڃي پنهنجن گهرن ۾ سکي ٿيو. هاڻي سڀ کان وڏيڪ پروپڪار ڪنهن ڪيو؟ توهين خود چوندا ته جنهن قيدين کي آزاد ڪيو.

اهڙي طرح چوراسيءَ جي جيلخاني جي ڪنجي آهي نام ۽ نام صرف پوري گروءَ وٽان ئي ملي ٿو.

## ٢٠- ڏيرو ۽ درياءُ

جڏهن مان پهرين هتي بابا جئمل سنگهه مهاراج جن جي شرن ۾ آيس تڏهن هتي ڏيرا بابا جئمل سنگهه ۾ ڪو مڪان ڪونه هو صرف هڪ ننڍڙي ڪوٺڙي هئي ۽ چئني پاسي لوڙهو هو. پاڻي جو ڪو پربند ڪونه هو، يا ته درياهه تان ڀري ايندا هئا يا پر واري کوهه تان. جڏهن هتي جاين جوڙائڻ جو ڪم شروع ٿيو ته کوهه ۽ ڪجهه مڪان ٺهيا. انهيءَ وقت بياس درياءُ وڏائيج ڪوٽ کي لاهي رهيو هو. ڪن مائهن مونکي چيو، "توهان هتي اجايو جايون پيو جوڙائين ۽ کوهه پيو کوٽائين، جي درياءُ اهي سڀ لوڙهي وڃي ته پوءِ؟" مون کين جواب ڏنو، "جايون ٺهي وڃن ۽ منهنجو ستگرو فقط هڪ دفعو ٿي انهن ۾ چرن گهمائي ته مان پنهنجي محنت سڦلي سمجهندس. پوءِ ڀل درياءُ ٻوڙي وڃي. تنهنجي مونکي ڪا چنتا ڪانهي." انهيءَ کي چئجي ٿو ستگروءَ جي شيوا. مطلب ته جيڪو ڌن ساڌ سنگت جي شيوا ۾ خرچ ٿئي ٿو سو سڦلو آهي ۽ انهيءَ جي رکوالي به ستگرو پاڻ ڪري ٿو.

## ٢١- منهنجي آواز جي اوٽ وٺي هاءِ اچ

هيءَ ڏيري جي ڳالهه آهي، مان ٽالو وٺڻ نٿو چاهيان. هڪ آتما جو خيال ڪندو ٿي پيو جنهن ڪارڻ هوءَ نرڪن ۾ هلي وئي ۽ مونکي بابا جن چيو ته ڦلاڻي آتما نرڪن ۾ پيئي تڙڦي. مان ويس. پڇيو مانس ته سمرن ياد اٿيئي؟ چيائين ته نه. وري پڇيو مانس،

## ١٨- ٻہ خدا

هڪ ڏيهي مان پنهنجي سب ڊويزن جو دفتر راولپنڊي ڪٺي آيو هوس. آتي جو انچارج ڪ هڪ ايس-ڊي-او هو. اسان ٻنهي جو ڪم هو تہ شام جو آفيس جو ڪم لاهي ٻئي گڏ لڪرندا هئاسين. هڪ ڏينهن آفيس جي وقت پوري ٿيڻ کانپوءِ منهنجو ڪلارڪ ڪي ڪاغذ موڪلان صحيح ڪرائڻ لاءِ ڪٺي آيو. تنهن تي منهنجي دوست ايس-ڊي-او چيو تہ پالي هاڻي هل باقي سياڻي ڪنداسين. مون چيو مانس تہ ڪاغذ صحيح ڪري وٺان. تنهن تي چوڻ لڳو، "چڱو يار، پاڻهي خدا ڪندو." مون پڇيو مانس، "ڪهڙو خدا؟" پڇڻ لڳو، "چا، خدا ٻہ-ٻہ آهن؟" مون وراڻيو تہ ها. هن ڳالهہ ڪي سمجهو ڪو نہ پر ڪٺي ماٺ ڪيائين. گهر تائين سرچيندو آيو. رستہ جو ڪو اشير گڏيس جنهن چڪي طرح ذهن نشين ڪرايس تہ دنيا جو خدا هڪڙو آهي ۽ سنتن جو ٻيو. ٻڌهن صبوح جو آفيس آيو تہ چوڻ لڳو تہ توهانجي ڳالهہ ۾ راز آهي. مون چيو تہ ڪولي ظاهر ڪريان؟ چيائين تہ نہ منهنجي تسلي ٿي وئي.

سو دنيا جو خدا ڪال آهي ۽ گرمکن جو خدا تِرلوڪيءَ کان مٿي ۽ ديال آهي.

## ١٩- دروازا ٿي کولي ڇڏيائين

مثال طور ڪنهن جيلخاني ۾ ڪيترا قيدي آهن. هنجي ڏکي حالت تي ترس کائي هڪڙو پروپڪاري جڏهن ڏسي ٿو تہ قيدين کي پيٽ لاءِ اَن پاڻي ڪو نہ ٿو ملي نہ هو ڍَهہ. وهہ ڳوڙهن ڪند جون گهرائي برف ملائي شربت لهرائي هنن کي پيئاري ٿو. سهاوڪ قيدي خوش ٿين ٿا. ٻيو اروپڪاري اچي ڏسي ٿو تہ هنن ويچارن کي ڪٽڪ جي سڪي روٽي ٿي ملي، پاجهوري ٿا کائين. هو هزار ۽ هزار مڻ مٺائي گهرائي هنن کي کارائي ٿو. قيدي کائي خوش ٿين ٿا. اهڙي طرح ٽيون اپڪاري پرش هنن جا مرڻا ڪپڙا ڏسي ۽ جون پيٽجي وليون هيون، ڏسي هنن کي سٺن ڪپڙن جون پوشاڪون لهرائي ڏئي ٿو. قيدي پائي وڏيڪ خوش ٿين ٿا. هنن سڀني پروپڪاري

ڪيئن؟ مون جواب ڏنو، "پرساد ورتائڻ کان اڳ، اسين ارداس
ٿا ڪريون ته هي سڀ پاتشاهه! توهان جو پرساد تيار آهي، توهان
کي ارپڻ لڳي، توهان جو سيمت پرساد ساڌ سنگت جي وسدا لائق
ٿئي. هاڻي جي گروهه کاڌو ته پرساد جوٺو ٿيو؛ جيسين نه کاڌو ته
وگرت وسو (پرساد ٿيو نهي ڪونه). هيئي ٻه پرساد ورهائڻ کان
اڳ، اسين واهگرو اڪال پرکه جو ڌيان ڪري وينتي ڪريون ٿا ته
توهان جو پرساد تيار آهي، توهان جي ساڌ سنگت جي وسدا لائق ٿئي.
اول ته ڪو مهاتما پنهنجو جوٺو پرساد ڏيندو ئي ڪونهي." هن
ويچاري جو قصور ڪونه هو، ڪن ماڻهن هن کي ڀرمايو هو. هاڻي
توهين (سنگت) پاڻ ٻڌايو ته ڪڏهن توهان کي جوٺو پرساد مليو
آهي؟ جيڪو مهاتما واهه ڏينهن جاڳي نام جي ڪمائي ڪري ٿو
سو پنهنجو روحاني خزانو مفت ڪيئن ورهائيندو؟

مون هڪ ڏينهن چاچاجي مهاراج سيٺ پرتاب سنگهه (سوامي
جي مهاراج جي ننڍي ڀاءُ) کي عرض ڪيو ته چرنامرت بخشيو.
جواب ڏنائون ته مهنجي ايڏي ڪمائي ڪانهي. جڏهن چرنامرت
ئي نٿا ڏين ته جوٺو وري ڪيئن ڏيندا؟

انهيءَ ڪري مهاتما جوٺو نه ڏيندا آهن، جي ڏين ٿا ته سنتن
ڪمائي ٿي وڃي. اسانجو ته اپديش آهي ته نه جوٺو کائو ۽ نه کارايو.
مهنجي پتا صاحب مولڪي سڀ عمر پاڻ سان گڏ ڪونه کارايو.
(پنهنجي پٽ طرف اشارو ڪندي) هن کان پڇو ته هن ڪڏهن
مون سان گڏ کاڌو آهي؟ هي مهنجا ٻئي پٽ هتي ويٺا آهن.
ستسنگيءَ کي چڱائي ته نه جوٺو کائي ۽ نه کارائي. باقي جي ٻين
جا چور آهن سي سدائين سنتن مان عيب ڳوليندا آهن، حالانڪ سنت
عيبن کان آجا ٿيندا آهن. ٻين ڪرڻ وارو ماڻهو انهن نقص ڇو
ڳوليندو؟ اهڙن سنساري جيون کي ستسنگ جي کهڙي پوڄه! اول
ته هو ستسنگ ۾ اچن ئي ڪونه؛ جي اچن ٻه ڪٿي ته ڪونه ڪو
نقص ڪڍي ويندا.

هو، جڏهن جهاز ٻڏڻ لڳو ته حضور جن انهيءَ سنسڪيءَ کي بچايو.

**مهاراج جي** :- مونکي سڀ خبر آهي. هڪڙو جهاز ڪنهن ملڪ کان بمبئي اچي رهيو هو. جڏهن بندر کان ١٧ ميل پري هو ته جهاز ٻڏڻ لڳو. سورج نارائڻ گپتا ملتان واري سرڪاري ٺيڪيدار جو ستسنگي پڻ ان ۾ هو. جهاز جا ٻيا سڀ مسافر ٻڏي ويا پر هن ستسنگيءَ کي ستگروءَ ڪنڌي ڪناري تي پهچايو. ايتري قدر ستگرو سنڀال ڪري ٿو، اهو وڌيڪ ڇا ڪري!

## ١٦- گرو نانڪ وڏو يا ڪبير صاحب

هڪ پادري هميشه مونکان ڪجهه نه ڪجهه پڇندو رهندو هو. هڪ دفعي جڏهن مان بياس، اسٽيشن تي لٿس ته هن چيو، "منهنجو هڪ سوال آهي." مون چيو، "پادري چئو." چوڻ لڳو، "مونکي ٻڌايو ته گرو نانڪ صاحب وڏو آهي، ڪبير صاحب وڏو آهي يا بابا جئمل سنگهه جي." مون جواب ڏنو، "پادري تون ٽنهي کي منهنجي سامهون آڻ ته پوءِ مان توکي ٻڌايان ته وڏو ڪير آهي." چوڻ لڳو، "اهو ته مان ڪري ڪونه سگهندس." تنهن تي مون وراڻيو، "پادري! مون ته صرف بابا جئمل سنگهه جن کي ڏٺو آهي. انهيءَ ڪري مان انهن جي باري ۾ ته سڀ ڪجهه چئي سگهندس. پر جن جو مون درشن ئي ڪونه ڪيو آهي انهن جي باري ۾ ڀيٽ ڪرڻ مون لاءِ مناسب ناهي. سنت ستگرو سڀ هڪ ڌام کان ئي اچن ٿا، انهيءَ ڪري انهن جي مقابلي جو ته سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

## ١٧- چولو پرساد

هڪ ڀيري ڪالي باغ ۾ ستسنگ ٿيو ۽ سماپتيءَ کان پوءِ پرساد ورهايو ويو. هڪڙو امير سک ستسنگ ۾ ويٺو هو ۽ پرساد وٺڻ کان اڳ، آئي چوڻ لڳو، "پرساد چولو آهي!" مون چيو، "چولو آهي ۽ نه به آهي." چوڻ لڳو ته ٻئي ڳالهيون ڪيئن ٺهنديون؟ مون وراڻيو ته ٿي سگهن ٿيون هن چيو ته اهو وري

تـي جيل اندر ستگرن اچيان پرارٿنا ڪئي، ”اوکـي ويل توهين ئي اسانجا رکـوالا آهيو، هاڻـي ديا مهر ڪريو.“ حضور جن اُتي پرتڪـ روپ ۾ آيا، رات جو وقت هو. انهيءَ کان اڳـ اسان ٺاڻيدار کـي چيو هـو، ”ڀائي! اسين حج تـي وڃي رهيا آهيون، ڪرپا ڪري اسانکـي روڪ نـہ. اسانجو مرشد ڪامل آهي، ٻياس وارو سانوڻ شاهہ آهـي. انهيءَ ڪري اسانکي ڇڏي ڏي.“ پـر ٺـاڻيدار ڪنهن بہ طريقي سان باز نہ آيو. پڪڙيو انهيءَ واسطي هئـائين جو اسان وٽ ريشمي ۽ اوني ڪپڙا هئا ۽ بلوچستاني حڪومت جي قانون مطابق ڪي بہ ريشمي ۽ اوني ڪپڙا بلوچستان جي حدن کان ٻـاهر ڪڍڻ جي منع هئي. آخر لاچار تـي ستگرن کـي وينتي ڪئيسين. حضور جـن اُتـــي پهچي اســان جي سهائتا ڪئي ۽ اسانکي جيل مان ڇڏايو.

**مهاراج جي** :- مستانا، اها تنهنجي بهادري آهي.

**مستانو** :- (هڪ هڏين سان ٺـريل ڳـوڻ پيش ڪندي) سچي پاتشاهہ! بلوچستان ۾ وبا جي بيماريءَ سبب گهڻئي ستسنگي چولو ڇڏي ويا. هي سـڀ اُنهن جا ڦل آهن. موت وقت انهن سڀني چيو تہ اسانجو بابو سانوڻ شاهہ ٻياس وارو اچي ويو آهي ۽ هاڻي اسان جي تياري آهي.

**مهاراج جي** :- ستگرو هر هڪ ستسنگيءَ جي رکيا ڪري ٿو، جهنڪـ ٻن ۾ بہ هن ساڻ رهي ٿو.

**هڪ ستسنگي** :- حضور! مون پڃن تـہ گهڻو ٿي ڪيو آهي پر مونکـي اڃا رڌي سڌي حاصل نہ ٿي آهي.

**مهاراج جي** :- ستگروءَ تـوکي نـام جي بخشيش ڪئي آهي، تون ان جي ڪمائي ڪر. ستگرو پنهنجن شيوڪن کي دنيا ۾ ڦاسائڻ نـہ چاهيندو آهـي. سـڀ رڌيون سڌيون مايـا جي جار آهن. ستگرو مڪتيءَ جو داتا آهي، تون رڌي سڌي گهرڻ آيو آهين. هاڻي مات ڪري ويهي رهہ.

**هڪ ستسنگي** :- حضور! هڪ سمندري جهاز ۾ هڪ ستسنگي

حساب ڏيو گهري." مون کان چار ڏينهن اڳ، بلڪل خاموش هو.
تنهن ڪاڻ جواب ڏنائين، "ڪرمن جو سڀ حساب ادا ڪيو اٿم. هاڻي
شبد پڙهو." مون پالسي مٺا سنگهه کي شبد پڙهڻ لاءِ چيو. جڏهن
هن شبد پڙهيو ته ٺاڪر سنگهه جي سرت اندر لڳي وئي ۽ سندس غمگين
چهرو خوشيءَ وچان ٻهڪڻ لڳو. انهيءَ کان وڌيڪ ستسنگيءَ کي ٻي
ڪهڙي دَيا مهر ڪري؟ اهو سڀ نام جو وڏو مهاتم آهي. باهه جي
هڪڙي چڻنگ ڪروڙين مڻ ڪاٺين کي ڀسم ڪري ڇڏي.

## ١٥- حضور مهاراج جن ۽ ستسنگيءَ جو گيان گوشٽ

**هڪ ستسنگي** :— حضور! جڏهن منهنجو ٻاءُ گذاري ويو ته
مون هن جو آخرين ڪريا ڪرم ڪرڻ ڪيو. منهنجا سڀ مٽ مائٽ
غير ستسنگي آهن. هنن گهڻوئي مون تي زور آندو ته ڪريا ڪرم ڪر
نه ته پراڻيءَ جي مڪتي ڪانه ٿيندي. مون کي گهڻو ئي تنگ،
ڪيائون پر مون حضور جن جي حڪم مطابق پنهنجي ٻاءُ جا ڦُل
(هڏيون) درياءَ نديءَ ۾ وڌا.

**مهاراج جي** :- جنهن کي نام مليو آهي تنهن جي مڪتي ڇو
نه ٿيندي؟ اوس ٿيندي جاڪاڻ ته مڪتي نام ۾ آهي. ستگرو
جنهن ڏينهن نام ڏني ٿو سمجهو انهيءَ ڏينهن ئي مڪتي ٿي وئي.

**هڪ ستسنگڻ** :- سچي پاتشاهه! منهنجي ڏاڏي گذاري وئي
اها سڀي حضور جن هندي سنڀال ڪئي.

**مهاراج جي** :- سوين ڏاڏيون روز ٻيڻون چولو ڇڏين ۽ بابا
جئمل سنگهه مهاراج جن انهن جي سنڀال ڪن. جيڪڏهن تنهنجي
هڪ ڏاڏيءَ جي سنڀال ٿي ته اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي.

**بلوچستاني مسافر** :- (وچ ۾) حضور! توهان خود منهنجي
به سنڀال ڪئي آهي. منهنجو ڪن ٿيو ته ستگرن جي درشن لاءِ سان
پنجاهه ماڻهن کي ساڻ وٺي بلوچستان کان ڏيري اچي رهيو هوس ته
پر هڪ ٺاڻيدار اسان کي پڪڙيو ۽ ڪجهه سپاهين جي مدد
سان اسان کي جيل ۾ وڌو. مون هن کي هڪ سؤ روپيا آڇيا ۽
ٻي آزيون نيازيون ڪيون پر هڪ به نه ٻڌائين. آخر مون دکي

ڪريو “ تنهن تي مهاراج جن دلداري ڏيئي چيس، تون فڪر نہ ڪر۔
جنهن مالڪ تنهنجي اندر ۽ ٻاهر سنڀال ڪئي سو توکي آئيندي لاءِ
ڪيئن وساريندو؟ توکي نهچو تہ ٿيو آهي تہ مالڪ سنڪٽ ويلي
سهائتا ڪري ٿو. انهيءَ ڪري تون چنتا نہ ڪر هاڻي بہ تنهنجي
واهر ڪندو. هي اسانجو تحصيلدار (ٺاڪر ديال سنگهہ) ويٺو آهي.
تون ڪيس ساڻ وٺي ڊپٽي ڪمشنر وٽ وڃ ۽ انکي هيءَ ساڳي ڳالهہ
وڃي ٻڌاءِ. ڊپٽي صاحب ضرور تنهنجي سفارش ڪندو ۽ تنهنجي
پينشن وڌندي.” جڏهن ستسنگ مان اٿي حضور مهاراج جن پنهنجي
رهائش جي جاءِ تي آيا تہ اتي وڃي حضور مهاراج جن جي چرنن تي
متو ٽيڪيائين. مٿي ذڪر ٿيل آهي تہ هنجي ساڄي ٽنگ لڙائيءَ
جي هٽي جيڪا هميشہ سڌي رهندي هئي انهيءَ ڪري هن ٻرلهيءَ
اشٽانگ پرنام ڪيو ۽ خوب رنائين. ايتري قدر جو حضور مهاراج
جن جا چرن بہ آلا ڪري ڇڏيائين. تنهنتي مهاراج جن آٿت ڏيئي
چيس، ”مالڪ توسان انگ سنگ آهي، تون فڪر نہ ڪر. جڏهن
تون سڀ ڪجهہ اکين سان ڏسي چڪو آهين تہ پوءِ گهبرائين ڇو ٿو؟“

## ١٣- ڪرمن جي سزا

لڙائيءَ جي وقت جي ڳالهہ آهي تہ هڪڙو داروغو هوندو هو
جنهن جانورن جي راشن مان ٺڳي ڪري لک، ڪن روپيا ٺاهيا.
انت ويلي ڏاڍو دکي ٿيو ۽ پيو دانهون ڪري تہ هيءَ ڳانءِ سڱ
تي هٽي، هو ٻئل توٽا ٿو هٽي. اهڙي طرح هڪ ٻئي ماڻهوءَ جو
بہ ذڪر آهي. هو پوليس انسپيڪٽر هو. جڏهن موت جو وقت
آيس تڏهن زال کي دکي ٿي چوڻ لڳو، ”فلاڻي جي ماءُ! ڏس تہ
ڪيئن جمدوت منهنجا هٿ پيا ساڙين.“ مطلب تہ جيڪي ڪرم
ڪبا انهيءَ جي سزا ۽ جزا اوس ڀوڳڻي پوندي.

## ١٤- ڪال جو سڀ حساب ادا ڪيو آٿم

هتي ٺاڪر سنگهہ هڪ ستسنگي رهندو هو. ان کي ماڻهن جي
گهر ڪاڻڻ جي عادت هوندي هئي. آخر هن کي پليگ، ٿي پيئي.
مون کانئس پڇيو، ”ڪهڙو حال آهي؟ چوڻ لڳو، ”ڪال پنهنجو

مون کيس گهڻيئي منٿون ڪيون ته مون کي ستي نه ڇڏ پر هو نه مڙيو ۽ مولکي ستي هٽي ويو. ٿوري دير کان پوءِ مون کي اکين اڳيان ساواڻ ڏسڻ ۾ آئي. مولکي پڪ ٿي ته زهر جو اثر شروع ٿيو آهي ۽ هاڻي بچڻ جي ڪا به آشا ڪانهي. دکي ٿي مون ستگرن جو ڌيان ڪيو. ٿوري وقت کان پوءِ اسپتال وارن مولکي پرسان تيز وهندڙ نالي ۾ ڪڻي ڦٽو ڪيو. مون ستگرن کي ياد ڪيو ۽ مس ته حضور مهاراج جن پرگهٽ ٿي مولکي پنهنجي ٻنهي ٻانهن ۾ کڻي نالي مان ڪڍي، ٻاهر رکي پاڻ هليا ويا. اهو سارو ڪوتڪ مون پنهنجي اکين سان ڏٺو. ايتري ۾ اسان جي اسپتال جي لاري اچي اتان لنگهي. هنن ڏٺو ته هن رستي ۾ پيل سوجهيءَ کي ڏسي لاريءَ ۾ کڻي رکيو. هو مولکي ڪئمپ ۾ کڻي آيا. هاڻي مان حضور مهاراج جن جي دعا سان بلڪل ٺيڪ آهيان ۽ اسپتال وارن جيڪا ڪاٺ جي ٽنگ مولکي لڳائي آهي انهيءَ سان مان چڱيءَ طرح هلي چلي سگهان ٿو.

تنهن تي حضور مهاراج جن فرمايو، "ڀائي! مولکي ته انهيءَ ڳالهه جي ڪا خبر ڪانهي. مان ته ڪيڏانهن ٻاهر ويو ئي ڪو نه آهيان. ڏسبن ٿو ته مان ڪالڪوڙي ۾ ويٺو آهيان، وڌيڪ هن ستسنگين کان پڇي پڪ ڪر." تنهن تي هن پريميءَ عرض ڪيو، "سچي پاتشاهه! جڏهن ٻه فائڻ ڪري مان بيهوش ٿي ڪري پيس تڏهن مون پنهنجي اندرين نيترن سان ڏٺو ته توهان مون کي کڻي موٽر ڪار ۾ رکي اسپتال پهچايو ۽ جڏهن منهنجي اکين اڳيان ساواڻ ڇانئجي وئي تڏهن مون ساکيات ڏٺو ته توهان مولکي نالي مان ڪڍي ٻاهر ڪيو. مون بلڪل چٽي طرح اندر توڙي ٻاهر حضور جن جو درشن ڪيو." تنهن تي حضور مهاراج جن فرمايو، "تنهنجون ڳالهيون تون ڄاڻ." آخر عرض ڪيائين، "سچي پاتشاهه! هاڻي مان ڪم ڪار ڪرڻ جوڳو نه آهيان ۽ مولکي عملدارن کو خاص اضافو ڪونه ڏنو آهي ۽ جيڪي پينشن طور ڏنو اٿن ان مان منهنجو گذارو ٿيو نٿو ٿئي. منهنجو وڏو ڪٽنب آهي. توهين دعا

ويٺي. ڪجھ اڳيرو وڌيس ته رستي جي ڀرسان هڪ مست فقير ويٺل
ڏٺم ۽ پوءِ ٿي خوشيءَ جو ڪارڻ سمجھ ۾ آيم. ادب وچان گھوڙي
تان لهي پيس. مون کي ڏسي فقير چوڻ لڳو، ”خوشبوءِ پرکڻ وارو
نڪ به ڪنهن ورلي کي هوندو آهي.“

## ١٢- شيوڪ جي سنڀال

هڪ ستسنگيءَ ڪانگڙي ۾ ستسنگ ڪانپوءِ پنهنجي ساکي هن
ريت ٻڌائي. ”حضور! جڏهن مان لڙائيءَ جي وقت اٽليءَ ۾
مورچي تي هوس ته منهنجي سيڪشن ۾ ٦٢ فوجي هئا. اسانجي
سامهون دشمن هڪڙو بم اڇلايو جنهن جي ڦاٽڻ ڪري ڪيترا ماڻهو
زخميا ۽ مئا. مون کي به سخت زخم رسيا. منهنجي ساڄي ٽنگ ۽
ٻانهن بلڪ سارو ساڄو پاسو زخمجي پيو ۽ مان بيهوش ٿي ڪري پيس.
ان بيهوشيءَ جي عالم ۾ ڇا ٿو ڏسان ته حضور مهاراج جن موٽر وٺي
آيا آهن، مون کي پنهنجي ڪار ۾ رکيو اٿن ۽ خود موٽر هلائي مون کي
ملٽري اسپتال ۾ پهچايو اٿن. جڏهن مان هوش ۾ آيس تڏهن مون پڇا
ڳاڇا ڪئي ته ڪهڙو ڊرائيور ڪهڙيءَ ڪار ۾ مون کي اسپتال وٺي
آيو. ڪنهن به ڪونه ڄاتو ته ڪير مون کي آندو. تنهنڪري مون
کي پاڻ وڌيڪ پڪ ٿي ته اها دَيا مهر مون تي حضور مهاراج جن
ڪئي آهي. هن اسپتال ۾ اٽڪل ڏيڍ مهينو ڪاٻي پاسي لڳاتار سمهڻ
ڪارڻ اهو پاسو به زخمي ٿي پيو. ساڄو پاسو ته اڳيئي زخميل هو.
هوڏانهن دشمن جي وڌڻ ڪري اسانجون فوجون پوئتي هٽي
رهيون هيون. انهيءَ ڪري اسان جي اسپتال کي اتان هٽائي ٻئي
سلامتيءَ جي هنڌ کڻي وڃڻو هو.

جيڪي بيمار جلد شفاياب ٿيڻ وارا نه هئا انهن کي ڇڏي
باقي ٻين کي سلامتيءَ واري جاءِ تي وٺي ويا. ايتري ۾ دشمن به
اچي مٿان ڪڙڪيو. انهيءَ ڪري باقي بيمارن کي ڊاڪٽرن زهر
جي سئي هڻي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. مون کي خبر پيئي ته
منهنجو نالو به انهيءَ لسٽ ۾ آهي. جڏهن ڊاڪٽر مون وٽ آيو ته

ڪي چيو، ”ٻري ٿي وڃو، توهان جي ڪپڙن مان باس پئي اچي.“
تڏهن تلسي صاحب جن فرمايو، ”گرداري! تون هتان جي ٻاهر
ساري سڳنڌ کان بيخبر آهين. توکي پتو ناهي ته هي ڪپڙي سڪ وچان
آيون آهن. توکي بدبوءِ ايندي هوندي پر مونکي ڪانه ٿي اچي.“
سو جن جي اهڙي سچي سڪ هوندي آهي انهن تي گرو پرسن ٿيندو
آهي ۽ کين پنهنجي خاص شيوڪن مان سمجهندو آهي.

## ١٠- بيبي شبو جو پريم

حضور سوامي جي مهاراج جن جي وقت ۾ چار چڱيون ڪمائيءَ
واريون ستسنگياڻيون هيون. جن مان هڪ هئي بيبي شبو. هڪ
ڏينهن هوءَ اشنان ڪري رهي هئي ته ڪنهن جوڳيءَ اچي ٻاهر در
شبد پڙهيو. هوءَ جنهن حالت ۾ هئي تنهن ۾ ئي سڌ ڀڄندي اچي
سوامي جن جي چرنن ۾ ڪري؛ هنجون هارڻ لڳي. تنهن تي سوامي
جن پڇيس، ”وڃي ڪپڙا پائي اچ.“ مائي شبو جواب ڏنو، ”مان
مجبور آهيان، مونکي هن وقت ڪابه سڌ ڪانهي.“ تڏهن
سوامي جن اهو ٻڌو ته کلي چيائون، ”شڪر آهي، ڪو ته پريمي گڏيو.“
ستگروءَ جي ديا مهر جي خاص ڳالهه اها به آهي ته جنهن وقت بيبي
شبو گهرن مان لنگهندي سوامي جن وٽ پئي آئي ته رستي ۾ ڪنهن
به کيس نه ڏٺو.

## ١١- خوشبوءِ پرکڻ وارو نڪ

هيءَ ان وقت جي ڳالهه آهي جڏهن مان ايس. ڊي. او. هوس
هڪ ڏينهن مان ٻاهران مان پئي ويس ته هڪدم منهنجي دل ۾ خوشي
ڇانئجي وئي. مان خوشيءَ جو ڪارڻ سمجهي نه سگهيس. عام طور
ماڻهن کي جڏهن پنهنجي اولاد يا عهدي جي ياد ايندي آهي ته دل
۾ خوش ٿيندا آهن. مون سمجهيو ته اپريل جي شروعات آهي شايد
ڪن وڻن مان خوشبوءِ اچي رهي آهي. پر وري هڪدم خيال آيو
ايندي ويندي مونکي ١٨ سال ٿي ويا آهن ته پوءِ اڄ هيءَ
ڇاهي؟ جيئن جيئن وک وڌايم تيئن تيئن خوشبوءِ وڌندي

ويٺي. ڪجهه اڳيرو وڌيس ته رستي جي پرسان هڪ مست فقير ويٺل ڏٺم ۽ پوءِ ٿي خوشيءَ جو ڪارڻ سمجهه ۾ آيم. ادب وچان گهوڙي تان لهي پيس. مونکي ڏسي فقير چوڻ لڳو، "خوشبوءِ پرکڻ وارو نڪ به ڪنهن ورلي کي هوندو آهي."

## ١٢- شيوڪ جي سنڀال

هڪ ستسنگيءَ ڪانگڙي ۾ ستسنگ کانپوءِ پنهنجي ساکي هن ريت ٻڌائي. "حضور! جڏهن مان لڙائيءَ جي وقت اڳليءَ ۾ مورچي تي هوس ته منهنجي سيڪشن ۾ ٦٣ فوجي هئا. اسانجي سامهون دشمن هڪڙو بم اڇلايو جنهن جي ڦاٽڻ ڪري ڪيترا ماڻهو زخمي ۽ مئا. مونکي به سخت زخم رسيا. منهنجي ساڄي ٽنگ ۽ ٻانهن بلڪل ساڙو ساڄو پاسو زخمجي پيو ۽ مان بيهوش ٿي ڪري پيس. ان بيهوشيءَ جي عالم ۾ ڇا ٿو ڏسان ته حضور مهاراج جن موٽر وٺي آيا آهن، مونکي کڻي ڪار ۾ رکيو اٿن ۽ خود موٽر هلائي مونکي ملٽري اسپتال ۾ پهچايو اٿن. جڏهن مان هوش ۾ آيس تڏهن مون پڇا ڳاڇا ڪئي ته ڪهڙو ڊرائيور ڪهڙيءَ ڪار ۾ مونکي اسپتال وٺي آيو. ڪنهن به ڪونه چيو ته ڪو مون ٺوڪي آندو. تنهنڪري مون کي پاڻ وڌيڪ پڪ ٿي ته اها دِيا مهر مون تي حضور مهاراج جن ڪئي آهي. هن اسپتال ۾ اٽڪل ڏيڊ مهنو ڪاٻي پاسي لڳاتار سمهڻ ڪارڻ اهو پاسو به زخمي ٿي پيو. ساڄو پاسو ته اڳيئي زخميل هو. هوڏانهن دشمن جي وڌڻ ڪري اسانجون فوجون پٺتي هٽي رهيون هيون. انهيءَ ڪري اسان جي اسپتال کي اتان هٽائي پٺي سلامتيءَ جي هنڌ کڻي ويٺو هون.

جيڪي بيمار جلد شفاياب ٿيڻ وارا نه هئا انهن کي ڇڏي باقي ٻين کي سلامتيءَ واري جاءِ تي وٺي ويا. ايتري ۾ دشمن به اچي مٿان ڪڙڪيو. انهيءَ ڪري باقي بيمارن کي ڊاڪٽرن زهر جي سُئي هڻي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. مونکي خبر پيئي ته منهنجو نالو به انهيءَ لسٽ ۾ آهي. جڏهن ڊاڪٽر مون وٽ آيو ته

ڪي چيو، ”ٻري ٿي وڃو، ٿوهان جي ڪڇڻ مان ٻانس ٻڌي اچي.“
تڏهن ٿسي تلسي صاحب جن فرمايو، ”گرڌاري! تون هنن جي ٻارڙن
ٻري سگهندي ڪان بيخبر آهين. ترڪي پنهنجا ناهي ته هي ڪهڙي سڪ وڃان
آيو آهين. ترڪي بدبوءِ ايندي هوندي پر مونکي ڪانه ٿي اچي.“
سرجن جي اهڙي سچي سڪ هوندي آهي انهن تي گرو ٻرسن ٿيندو
آهي؟ ڪين پهچندي خاص شيوڪن مان سمجهندو آهي.

## ١٠- بيبي شيو جو پريم

حضور سوامي جي مهاراج جن جي وقت ۾ چار چڱيرن ڪماليءَ
وارا-ون ستسنگياڻيون هيون. جن مان هڪ هئي بيبي شيو. هڪ
ڏينهن هوءَ اشنان ڪري رهي هئي ته ڪنهن چوڳيءَ اچي ٻاهر جو
شبد ٻڌايو، هوءَ جهڙي حالت ۾ هئي تيئن ئي سڌ هلندي اچي
سوامي جن جي چرڻن ۾ ڪري پيرن ٻارڻ لڳي. تڏهن تي سوامي
جن پڇيو، ”وڃي ڪپڙا پائي اچ.“ مائي شيو جواب ڏنو، ”مان
مجبور آهيان، مونکي هن وقت ڪانه سمڪ ڪالهي.“ حضور
سوامي جن اهو ٻڌو ته ڪاڻي چمايون، ”شڪر آهي، ڪو ته ٻرهمي ڳڌو.“
سنگروءَ جي دنيا مهر جي خاص ڳالهه اها به آهي ته جڏهن وقت بيبي
شيو گهٽين مان لنگهندي سوامي جن وٽ پهچي آئي ته رستي تي ڪنهن
به ڪيس نه ڏٺو.

## ١١- خوشبوءِ پرکڻ وارو نڪ

هيءَ ان وقت جي ڳالهه آهي جڏهن مان ايس. ڊي. او. هوس
هڪ ڏهاڙي مان ٻهارڻ مان پئي ويس ته هڪدم مٺيءِ دل ۾ خوشي
پهچي ويئي. مان خوشيءَ جو ڪارڻ سمجهي نه سگهيس. عام طور
منهنجي ڪي پنهنجي ٻيهڄي اولاد يا عيدي جي ياد ايندي آهي ته دل
۾ خوشي پيدا آهي. سوچ سمجهيو ته اپريل جي شروعات آهي شايد
ڪي وڻن ۾ خوشبوءِ اچي رهي آهي. پر وري هڪدم خيال آيو
ته اهڙا اچڻ وارن ڪي ١٨ سال ٿي ويا آهن ته پوءِ اڄ هيءَ
ڇو؟ جيئن جيئن وک وڌايم تيئن تيئن خوشبوءِ وڌندي

دوشٽي ٿي پوي . اهڙيون آتمائون چاهي ڪهڙيءَ به جوڻ ۾ هجن،
هنن کي سَتو مت جنم ملندو آهي . جيستائين سندن ڪرمن جو
سلسلو بلڪل ختم نٿو ٿئي تڏهن بـ بوج ڪاٽي هلڪو ٿيو پوين .
مڪتي نام ذريعي ٿيندي ۽ انهيءَ جي ڪمائيءَ بنا جيو آتما سچکنڊ
وڃي نٿي سگهي . پر اها ڪمائي صرف انساني چولي ۾ ئي ڪري
سگهجي ٿي . ٻين جوڻين ۾ چاڪاڻ ته نام جپي نٿو سگهجي انهيءَ
ڪري وٽن، پکين ۽ پسن جي جوڻين ۾ جيڪي آتمائون آهن انهن
کي سَتو سچکنڊ وٺي نٿو وڃي سگهجي . صرف نام جي ڪمائيءَ
سان گيان پيدا ٿئي ٿو ۽ بغير گيان جي مڪتي نٿي ٿي سگهي .
مورتي پوڄا سڀ کان گهٽ درجي جي ڀڳتي آهي . انسان چيتن ٿي
ڪري جڙ پٿر جي پوڄا ڪري ته ڪهڙي نه عجب جي ڳالهه آهي
جيڪي مورتي پوڄا ۾ قائل آهن تن پنهنجي مطلب جون گهڻيئي من
گهڙت ڳالهيون ناهيون . ڪنهن چيو آهي :-

"پيران نمي پرند و مريدان پراند."

يعني پير نٿا اڏامن پر سندن مريد کين اڏائين ٿا .

"پير کي ڪٿي مجاور." جنهن ڪوڙن سان بخار ئي نٿو لهي
سا ڪوڙن ڪيئن سڏبي! جيڪڏهن پاڻي ڏني کي پٿر مان پرميشور
ملي ته پوءِ سيڻي کي ماڻ ڪجي .

## ٩- پريم جي ڪشش

سوامي جن کي تلسي صاحب جن وٽان پرمارٿ جي روشني
ملي هئي . تلسي صاحب جن سوامي جن جي گهر ايندا رهندا هئا .
هڪ ڀيري جڏهن هو سندن گهر آيا ته ڪن ستسنگي زالن کي خبر
پيئي . هو جنهن به حالت ۾ هيون پريم وچان هڪ ٻئي پٺيان اچي
ڪٺيون ٿيون . انهيءَ زماني ۾ اڄ ڪلهه جهڙي ماحول ته هئي ڪانه،
سندن ڪاڏيءَ جا ڪپڙا پگهر ۾ تر ٿيا پيا هئا .

تلسي صاحب جن جو هڪ شيوڪ گرڌاري لعل به اتي ويٺو هو .
جڏهن هنن زالن پريم پيار سان ستگرن کي متو ٽيڪيو ته گرڌاري لعل هنن

## ٨- ٻيهر مان انسان

**هڪ ٻيءَ غير ستسنگي** :- مهاراج جي! آها آتما جا وڻ
جي جوڻ ۾ وڃي ٿي ته پوءِ ڪنهن خاص شڀ ڪرم ڪارڻ ٿي وري
منش ديهه ۾ ايندي؟

**مهاراج جي** :- ايندي ضرور. اصول هي آهي ته سڄو چوراسي
لک، جوڻين جو چڪر ڀوڳي ڪروڙن سالن کان پوءِ منش جوڻي جو
وارو ايندس. پر ڪامل مهاتما کي نام جي اڪٿ شڪتي هوندي
آهي. جيڪڏهن هو ڪنهن وڻ جو ڦل کائي يا ان جي ڇانوَ هيٺان
وهي ته ان وڻ کي سڌو انساني چولو ملندو. جيڪڏهن ڪنهن جانور
تي سواري ڪندو ته اهو جانور نه منش ٿيندو. اٽڪل چاليهن سالن جو
واقعو آهي. آگري ۾ ٻه ڀاءُ، ٻيءَ ڀيڻ، سوامي جن جا ستسنگي
رهندا هئا. اتي پليگ اچي پيئي ۽ ڀيڻ بيمار ٿي پيئي. جڏهن هن
جو انت سمو آيو ته سڀني ڀائرن روئڻ لڳو. ڀيڻ پڇين، ”روئو ڇو
ٿا؟ ٻيءَ جواب ڏنو، ”تون ئي منهنجو هڪڙو سڪيلڌو ڀيڻ آهين
تون هاڻ وارو آهين، ان ڪري ٿا روئون.“ ڀيڻ جواب ڏنو، ”مان
مران ٿوروئي ٿي. مولڪي ته پاڻ نئين زندگي ملي رهي آهي. منهنجو
اڳيان جو پردو لهي ويو آهي ۽ هاڻ مولڪي اڳين جنم جي سڌ
پيئي آهي. ان وقت مان ٻير جو وڻ هوس. ڪنهن ستسنگيءَ منهنجو
ڏندڻ ڪٽي سوامي جي مهاراج جن جي شيوا ۾ ڪرڻ لاءِ ڏنو.
نتيجو اهو ٿيو جو مولڪي منش جنم ته مليو پر منهنجي پڌي جڙ
رهي. هاڻي مان ڪنهن سٺي گهر ۾ جنم وٺندس ۽ نام جي ڪمائي
ڪندس. اهو مشهور واقعو آهي.

**اهڙي ٻيءَ غير ستسنگي** :- ليڪ! پهرين آتما ونسپتيءَ
۾ وڃي ٿي، پوءِ ڪيڙن جي جوڻ ۾ ۽ انهيءَ کانپوءِ؟

**مهاراج جي** :- پوءِ پکين جي جوڻ ملندي آهي، تنهن
کانپوءِ پسن جي ۽ آخر انسان جي. پر اهو هڪ عام قانون آهي.
ذڪر ڪري رهيو آهيان انهن جيو آتمائن جو جن تي سنتن جي

تہ اوڏي مهل ٿي چوڻ لڳو، ”منهنجو سورهن سالن کان بند ٿيل
اکيون هڪدم کلي پيو ۽ منهنجي وڃايل چيز مونکي واپس ملي ويئي.
پيو تہ مونکي ستگرو اندر دوشن ڏيئي منهنجي سنڀال ڪئي.“ خير،
مان تہ آڳري ويس. پويان ستسنگين کي چوڻ لڳو تہ اچو تہ توهان
کي هڪدم دسوين دوار وٺي هلان.

سو مطلب تہ ڪمائيءَ جي اهنڪار ڪري گراوٽ اچي ٿي ۽
اندريون اکيون بند ٿي وڃي ٿو. جڏهن اهڙي حالت پيدا ٿئي تہ
ستسنگيءَ کي سمجهڻ گهرجي تہ اها بہ هڪ آزمائش آهي ۽ ڪيس
نڪي پنهن سمرن ڇڏڻ کپي ۽ نڪو آپاڻ آڻڻ جڳائي. انين ڪرڻ
سان سندس ڪمائي وڌڻ نہ ويندي ۽ انت وڌي سندس پوري
پوري سنڀال ٿيندي.

## ۷. لکهاسنگهہ ۽ ناندير جو جهنگل

لکهاسنگهہ نالي هڪ پريمي ستسنگي امرتسر ۾ رهندو هو. هڪ
ڀيري هو ناندير، جو ڏکڻ هندستان ۾ آهي، ٿي ويو. رستي ۾ هن
کي هڪ پيرسن گڏيو. ٻنهي کي گردواري وڃڻو هو. هلندي هلندي
رستي ۾ هڪ جهنگل آيو. جهنگل ۾ عام طرح بگهڙ، شينهن ۽ ٻيا
خوفناڪ جانور رهندا آهن. هوڏانهن سج بہ اچي لٿو. ٻئي رستو
ڀلجي پيا. جيڏانهن وڃن تيڏانهن جهنگل ئي جهنگل. ڪن تہ ڪن
ڇا؟ پيرسن روئي چوڻ لڳو تہ اڄ ڪنهن نہ ڪنهن جهنگلي جانور
جو بک ٿيو. پر لکهاسنگهہ جي حالت نياري هئي. هو چپ چاپ
پنهن ئي وٺي رهيو. مهاراج جن ڪيس دوشن ڏيئي ٻڌايو تہ هتان ڏيڍ
ميل ساڄي طرف وڃو جتان توهان کي هڪ پيهرو ملندو جو اوهان
کي هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ پهچائيندو، اتان توهان کي شاهي رستو ملندو
جڏهن هو ڏيڍ ميل ساڄي پاسي هليا تہ برابر پيهرو آيو ۽ ڳوٺ بہ.
رات اُتي رهي ٻئي ڏينهن صبوح جو گردواري ڏانهن روانا ٿيا ۽
سک سان پنهنجي منزل تي پهتا. سو گرو تہ هميشہ انگ سنگ
آهي صرف اسان ۾ ئي پريم ۽ وشواس جي ڪمي آهي.

ساھورن اچي تہ مھنجي برابري ڪري نہ سگھندو. تنھنڪري باباجن
سندس اندرواڻي شھد جھڙو رستو بند ڪري ڇڏيو. ھن ٻنھيجا ڪُٽنڌي
زور لاتا پر وريو ڪجھ ڪين. آخر باباجن کي چوڻ لڳو تہ مان توھانجي
خلاف چاچاجن (چاچا پرتاب سنگھہ) کي چاڙي لڳندس. ڪنھن چاڙي ڪيائون
با لہ، ناراض ٿي واپس پنھنجي گھر ھليو ويو. جڏھن باباجن چولو
ڇڏي ويا تہ پوءِ ھو وري اچي ڏاڙي ۾ رھڻ لڳو. ڏاڙي ۾ ليمي
رکيءَ مان ھنجي ڪاڏ پرلدي ھئي ۽ ھميشہ پيو ھن مان جھڳڙندو
ھو. ھڪ دفعي ليميءَ کي ڪر ساڻو ڪالي ٿالي گھر ۾ موڪليو
ھو. اڃا ان ڳولھا ۾ ھئي تہ مون چيومانس تہ حڪم سنگھہ کي ڪالي
موڪليون؟ ھنکي راھ پسند پيئي ۽ حڪم سنگھہ کي ڪالي موڪليو
ويو. ھو سدائين ڪنھن نہ ڪنھن شيوا ۾ مشغول رھندو ھو. جي ڪي
ڪا شيوا نہ ھوندي ھئس تہ رسيون وٽيندو ھو. ھن جون روزمرہ
جون صرف ٽي مشغوليون ھيون. (١) امرت ويل حڪم انوسار ٻنھي سمرن
ڪرڻ. (٢) ٻولي ٻڌڻ. (٣) شيوا ڪرڻ. جيتوڻيڪ ھنجو پردو بند
ھو پر ھن ٻنھي سمرن نہ ڇڏيو. آخر جڏھن ھو بيمار ٿي پيو تڏھن ھن
کي ڏاڙي واپس گھرائيوسين. جڏھن ھنکي پرم ڌام ھليو ھو تہ مون
کي بہ آگري وٺيو ھو. ھوڏانھن ليمي رکيءَ جي سرت بہ شبد ۾ لڳي
رھندي ھئي. مان ھر روز ھن کي بہ ڏسڻ ويندو ھوس. مھنجو خيال
ھو تہ ھن ونان ٿي حڪم سنگھہ جي سہ خبر لھي آئان. جڏھن ليمي
رکيءَ کي ڏسي مان حڪم سنگھہ ڏانھن واپس ويس ٿي تہ ساھورن ٻاڻ
ٻڌي آيو. مون چيومانس، ”مان تو وٽ ٿيي آيس ٿيي.“ چوڻ لڳو،
”مان ھڪ ٻہڪ منڪڙ آيو آھيان.“ مون چيو، ”ڀالي! چئہ.“ چوڻ
لڳو تہ مون کي پنھنجي چرڻن ٽي متو ٽيڪڻ ڏيو. مون ورائيو، ”مان
متو ٽيڪائڻ پسند نہ ڪندو آھيان.“ تنھن تي وري چيائين، ”ھيءَ
توھان جو شرڻ جي بابا جئمل سنگھہ جن جو آھي تہ مون کي متو ٽيڪڻ
ڏيو ۽ جي لہ، نہ اٿمو.“ ھاڻي سوچيو تہ ڪو ٻراھي شبوڪ ڪيئن
چولدو تہ سندس شراڻ گروہ جو ناھي! مجبوري مون باباجن جو ڏنان
ڪري چيو، ”چڱو ڀائي! ڀلي ٽيڪ.“ جڏھن ھن چرڻن تي سر رکيو

ڪروڙين ٻڌيون اچي منهنجي مٿان ڪڙڪيون آهن.“ پوءِ مهاراج جن
چيس، ”ٻالي! تنهنجي حياتي باقي ٽي سال آهي. وڃيءَ ته ٻچن ڪر،
وڃيءَ ته ديوي ڏ لڌا ڪر.“ پوءِ هو هليو ويو. سنتن سان ضد ڪرڻ
نه گهرجي ٻالڪ سندن رضا ۾ راضي رهڻ جڳائي.

## ٥- مهر ۽ رام ڏتو

جڏهن مان ٻاٻاڻ جي شيوا ۾ آيس ته مهر ۽ رام ڏتو منڊاليءَ
جا ٻه ڪسان سندن ستسنگي هئا. چڱا ڪمائيءَ وارا هئا. جيستائين
هنن کي صبوح جو ٻاٻاڻ جي نوري سروپ جو اندر درشن نه ٿيندو
هو تيستائين ڪنهن به ڪم کي هٿ نه لڳائيندا هئا. انين تي ستگرو
پريمين تي سدئو ديالو رهن ٿا پر ڪڏهن ڪڏهن سندن آزمائش به
ڪندا آهن. مڪائي جا ڏينهن هئا ۽ سندن پاٽيءَ جو وارو هو. رام ڏتي
چيو، ”ادا مهر! اڄ تي ٻاٻاڻ جو درشن ٽي نصيب نه ٿيو آهي.“
مهر وراڻيو، ”سچڻا! مون سان به اهائي ويڌن آهي پر جي اڄ پاٽي
نه ڏنوسين ته مڪائي سڪي ويندي.“ رام ڏتي چيو، ”مڪائي به ته
ستگرن جي آهي. جي سڪي ويئي ته به سندن!“ پوءِ ٻئي ٻچن تي
ويهي رهيا. ڪلاڪ کن ڪان پوءِ جڏهن ٻنهي کي ٻاٻاڻ جو درشن ٿيو
تڏهن اٿي نسار وهائي مڪائيءَ کي پاٽي ڏنائون. سو ستگرو سدائين
سڪ سان انگ سنگ رهي ٿو ۽ هر ڳالهه ۾ مدد ڪري ٿو.

## ٦- مونکي مٿو ٽيڪڻ ڏيو!

بابا جئمل سنگهه مهاراج جن جي ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هٿي
ڏيري ۾ حڪم سنگهه نالي هڪ ستسنگي رهندو هو. ڪڏهن منت به
واندو ڪين رهندو هو. رات جو ٻچن ڪندو هو ۽ ڏينهن جو شيوا.
پرير وس ٿي پنهنجي گهر ٻار کي به ڇڏي ڏنو هئائين. جڏهن مهنت
ڪيائين ته اندر جو پردو کلي پيس پر جيئن غريب جي جهوپڙيءَ ۾
هاٿي سمائجي نه سگهندو آهي تيئن هو به هن رحمت کي هضم ڪري
نه سگهيو. ٻاٻاجي مهاراج جن کيس چپ رهڻ جي هدايت ڪئي پر هو
چوڻ لڳو ته جيڪڏهن هن وقت چئن ويدن جو جاڻو پنڊت به منهنجي

تا پوءِ سنگرو نار ڏيئي سک جي ڪئين جملن جي ڪرڻ جا ارح
ٻاڻ تي ڪٽي ٿو مگر ڏرو به احسان ظاهر نٿو ڪري.

## ۴- ڪروڙين ڀڄيون اڄي ڪڙڪيون!

مهنجي سنگرو (بابا چنچل سنگهه) جن وٽ هڪ ڀيرو پنڊت آيا. اهي جو ٻساٽ ۾ ڪو شاعر ارف جو رولو هو. ڪي ڇرن تي آرف هئي آهي ۽ ڪي ڇرن تي هئا. آخر هو ڇوڙي لڳا ته هلو مهاراج جن وٽ چاڪري ته هو ڪمائي واڪا مهاپرش آهن. جڏهن اچي پهتي شڪا پيش ڪيائون تڏهن باباجن هين کي ناري لاءِ ڀائو ڏنو ته ڏسو اسين سنسڪرت ڄاڻون ڪون. آخر جڏهن هن زور وڪيو ته باباجن هن کي طريقي سان ارف سمجهايو. تڏهن تي هن نام دان لاءِ عرض ڪيو. مهاراج جن فرمايو، "ڀائي جيڪي ويا جي گورک ڏنڌي ۾ اٽڪيل هوندا آهن تن کان نام جي ڪمائي نه ٿيندي آهي." تنهن تي هڪ ڪان سواءِ ٻيا سڀ هليا ويا. هن وري ويهي ڪئي ۽ ان کي باباجن نام ڏنو. ٽئين مهين کان پوءِ اهو سنسڪي پنڊت باباجن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته توهان جي سرت شبد يوگ جي طريقي کان پرانايام جو طريقو بهتر آهي. وري ٽن مهين کان پوءِ آيو ۽ باباجن کي عرض ڪيائين، "پرانايام جو طريقو ٺيڪ نه آهي. ڪرپا ڪري مون کي اندر ڪجهه ڏيکاريو." تنهن تي باباجن سمجهائي چيس، "ڀائي! جي ڪجهه اندر ڏسڻ ٿو چاهين ته وڃي پريم پيار سان نام جي ڪمائي ڪر" پنڊت هليو ويو.

هڪ ڏينهن جيئن مهاراج جن ستيالي پهتا ته اُتي لاءِ پڪي ويا ته اهو پنڊت اچي رستي تي ليڪن تي هٿ ٻڌو ڪرو ڪرلهي، ڪرپا ڪري اندر ۾ ڪا جهلڪ ڏيکاريو. مهاراج جن سمجهايس ته ڀائي الهي ۾ تنهنجو نقصان ٿيندو ۽ هي پنهنجو ضد نه ڇڏيو ۽ چيائين، "توهان لاءِ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي. صرف هڪ نوازش جي نظر ڏيو." جڏهن مهاراج جن توجه ڏنو ته هو سهاري نه سگهيو ۽ چوڻ لڳو، "بچايو!" مهاراج جن چيس، "اندران خيال ڇڏي ڏي." جڏهن ڇڏيائين ته ڪجهه سامت ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو، "مهاراج جي! اهين محسوس ڪيم جڻ

۽ اتفاق سان مون کين لڏبالي اسٽيشن تي گاڏيءَ ۾ ڏٺو. وينتي
ڪيم، "حضور! منهنجو پُٽ مهاسنگهه والا پرسان آهي، اُتي هلي
درشن ڏيڻ جي ڪرپا ڪريو." فرمايائون، "هن وقت اسين ڪونه
ايندا سين ۽ تون به هن آرتوار تي ڏيري نه اچج." منهنجو نيم هو ته
جڏهن به مان پُٽ موڪل تي ايندو هوس ته هر آرتوار تي ستسنگ
لاءِ ڏيري ويندو هوس. باباجن عام طور هدايت ڪندا هئا ته تون گهر
جا ڪم ڪارون ڇڏي ڏيري هليو ٿو اچين، تنهن ڪري مون سمجهيو
ته شايد انهيءَ خيال کان اچڻ جي منع ڪئي اٿن. جڏهن باباجي مهاراج جن
ڏيري پهتا ته کين زور سان بخار آيو جو هيٺيون ساهه هيٺ، مٿيون
ساهه مٿي. نهايت سخت تڪليف اٿن. بيبي رکو ۽ ٻين گهڻن ستسنگين
کين دوا وٺڻ لاءِ عرض ڪيو ته باباجن فرمايو، "مان ٻارهن ڏينهن
کانپوءِ دوا نه وٺندس." بيبي رکو روئڻ لڳي. تنهن تي باباجن فرمايو،
"بيبي تون فڪر نه ڪر اسان جي وڃڻ جو اڃا وقت ڪونه آيو
آهي." بيبي رکو وڌوا هئي ۽ باباجن جي سيوا ۾ رهندي هئي.
ٻارهن ڏينهن کان پوءِ بخار جو ڪجهه زور گهٽيو. جڏهن مان ٻئي آرتوار
تي ڏيري پهتس ته سمورو احوال مليو. عرض ڪيم، "مهاراج جي!
اوهان مونکي هتي اچڻ لاءِ منع ڪئي. جي مان اچان ها ته توهان جي
ڪجهه سيوا ڪريان ها." باباجن جواب ڏنو، "حالت اهڙي هئي جو
تون ڏسي سهي نه سگهين ها ۽ شايد تنهنجي من ۾ اپاءُ اچي وڃي ها.
انهيءَ ڪري مون توکي ڪنهن بهاني سان ٽاري ڇڏيو." تنهن تي
مون وينتي ڪئي، "باباجي ايڏي تڪليف جو ڪارڻ ڪهڙو هو؟"
فرمائڻ لڳا، "تون انهي راز کي دل ۾ سانڍي نه سگهندين." مون
انجام ڪيو ته جيستائين توهين آهيو تيستائين مان ٻاهر نه ڪڍندس.
باباجن وري چيو، "پڪو واعدو ڪر." مون عرض ڪيو "جي ها،
پڪو اقرار ٿو ڪريان." پوءِ باباجن فرمايو، "حڪم سنگهه جا ڪرم
ايڏا ته ڀاري هئا جو ڪال هن کي ست جنم تتل تون تي تپائي ها.
اهي سڀ ڪرم مون کي پاڻ تي هموار ڪرڻا پيا."
ڏسو سنتن کي پنهنجي شيوڪن جي خاطر ڪيڏا نه ڪشٽ سهڻا

پڙهي ۽ پاڻي ڪيهر سنگهہ جي ڌرم پتني وغيره. جڏهن هن پاڻيءَ
جا سڀ ماڻهو اٿي هليا ويا تہ سردار ڄڳجيتسنگهہ چوڻ لڳو،
"حضور! جڏهن توهان هتي مخالفت ڪندڙن سان بحث پئي ڪيو
تڏهن توهانجي مٿان باباجي مهاراج جن بيٺا هئا." سندس استريءَ بہ
ساڳي ڳالهہ ڪئي. اهڙي طرح پاڻي ڪيهرسنگهہ جي استري جيڪا
روحاني سوسائٽيءَ جي پرڌان هئي چوڻ لڳي، "جڏهن توهان هتي
سان بحث پئي ڪيو تہ هڪ بزرگ (حضور باباجي مهاراج) توهانجي
پرسان بيهي توهانجي سهائتا پئي ڪئي." سو سڀڪرو تہ پنهنجي شيوڪ
سان سدائين انگ سنگ رهي ٿو.

## ٣- حڪم سنگهہ کي نام دان

هڪ ڏهاڙي جو ذڪر آهي تہ باباجي مهاراج جن انبالي ويا اتي
موتيرام نيار ماستر هڪ پراڻي ستسنگي رهندو هو جنهن باباجن کي
ستسنگ لاءِ عرض ڪيو. باباجن گرو گرنٿ صاحب جو شبد ڪڍي ان
جي وياکيا ڪئي. ستسنگ ۾ ڏهہ ماڻهو موجود ٿي پيا. اتي حڪم سنگهہ
نالي هڪ اڪائونٽنٽ هو جنهن موتيرام کي چيو تہ منهنجي نام وٺڻ
تي دل آهي. موتيرام سوچيو تہ جيڪڏهن اهڙو هوشيار ۽ حيثيت
وارو ماڻهو ستسنگ ۾ لڳي وڃي تہ ستسنگ جي رونق وڌي ويندي.
حڪم سنگهہ کي پاڻ سان وٺي وڃي باباجن کي عرض ڪيائين. باباجي
مهاراج جن فرمايو، "موتيرام هن ماڻهوءَ کي نام نہ ڏيار، ڇاڪاڻ تہ
هن جا ڪرم نهايت ڀاري آهن." موتيرام وينتي ڪئي، "باباجي!
جيڪڏهن توهانجي شرن ۾ اچي بہ ڪرم معاف نہ ٿيا تہ پوءِ هن وچاري
لاءِ ٻيو ڪهڙو ٺڪاڻو رهيو؟" باباجن جو انبالا ۾ مهينو کن رهي ستسنگ
ڪرڻ جو خيال هو. موتيرام کي چيائون، "چڱو، هن کي نام ملندو
پر مان واپس هليو ويندس." موتيرام پنهنجو ضد نہ ڇڏيو ۽ چيائين،
"چڱو مهاراج جي، مان بياس اچي ستسنگ ٻڌندس پر هنکي نام دان
ضرور بخشيو." باباجن ٽانگو گهرايو ۽ پنهنجو بسترو ٻڌي ان ۾ رکيو.
نام ڏيئي ٽانگي تي چڙهي اسٽيشن تي پهتا ۽ بياس روانا ٿيا. رستي

راڌا سوامي لفظ وڌيڪ رکيو اٿن. "راڌا" جي معنيٰ آهي آتما ۽
"سوامي" جي معنيٰ پرماتما. منهنجي تسلي ٿي ويئي ۽ پوءِ جيڪا
ڏاس بخشڻي هئن سا بخشيائون. مون ڏهه ڏينهن موڪل وٺي سندن
ستسنگ ٻڌو ۽ ان عرصي ۾ منهنجي باقي رهيل شڪن جو سماڌان
ڪيائون. در اصل، گروءَ بنا ٻاڻيءَ جي پوري پروڙ نٿي پوي.

## ٢ - بابا جي انگ سنگ

گهڻي وقت جي ڳالهه آهي جو مان هڪ ڀيري سماڻي ويس.
ڀائي ڪاهن سنگهه ۽ ڀائي مکهر سنگهه به مون سان گڏ هئا. ستسنگ
ٿي رهيو هو ته هڪ پارٽي اچي ويٺي. گرو گرنٿ صاحب جي شبد
جي وياکيا ٿي رهي هئي ته مون وچ ۾ ئي ڪانئن پڇيو، "اوهانکي
جيڪڏهن ڪو سوال پڇڻو هجي ته ستسنگ بند ڪريون؟" چوڻ لڳا
"نه." جڏهن شبد جو ارٿ پورو ٿيو تڏهن هن چيو، "اسان کي
توهان سان ڪجهه ڳالهائڻو آهي." مون چيو، "وڏي خوشيءَ سان."
انهن مان هڪ چيو، "مان مڃڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان ته ڪو اندر
واڄا وڄن ٿا." مون چيو، "ڀائي! وڄن ٿا." هن پڇيو، "ثابتي
ڪهڙي؟" پڇيو مانس، "گرو گرنٿ صاحب کي مڃيندو آهين؟"
چيائين، "ها." مون چيومانس ته پوءِ ٻڌ. گرو گرنٿ صاحب ۾
فرمايل آهي:—

"گهر ۾ گهر دکائدي سو ستگر پرک سجان،
پنچ شبد ڌنڪار ڌن تي واجي شبد نيشان."
(آد گرنٿ ١٢٩٠)

جڏهن ٻاڻيءَ جو حوالو ڏيئي سمجهايومانس ته چيائين، "ٺيڪ
آهي. مان ته مڃان ٿو پر منهنجا ٻيا ساٿي مڃڻ لاءِ تيار نه آهن.
توهانجو اُپديش بلڪل صحيح آهي."

دنيا ۾ ڪيئين قسمن جا ماڻهو آهن. هن مان ڪي صرف تماشو
ڏسڻ آيا هئا ته ڪي جهيڙي جي خيال سان. سنگت ۾ ٻه ڪي
ڀريمي ابياسي ويٺا هئا، جهڙوڪ سردار جڳجيت سنگهه ۽ سندس

جڏهن منهنجي بدلي ڪره. مري پهاڙ تي ته باباجي مهاراج (حضور مهاراج بابا جئمل سنگهه جن) به آئي آيا. ساڻن ايجي رڪر ڪڏ هئي. مان ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي بنگلي تان واپس اچي رهيو هوس رستي تي مونکي ڏسي هڪي چيائون، "اسين هن سڪ جي واسطي تي آيا آهيون." تنهن تي ايجيءَ چيو ته هن ته توهانکي "فتح" چئي به ڪرڻ ڪيڪاريو. باباجن فرمايو، "هن ويچاري کي ڪهڙي خبر؟ پوهينءَ هي اسان وٽ ايندو." ان وقت باباجي مهاراج جن بابو سڪنديال جي ماڙيءَ ۾ ٽڪيل هئا ۽ ستسنگ ۾ گرو گرنٿ صاحب جي پاٺيءَ جي وياکيا ڪندا هئا. ان ڏينهن ڪانپور منهنجي هڪ دوست مونکي چيو ته ترن سنتن مهاتمائن سان ملڻ جو شائق آهين، هل ته اڄ مان توکي هڪ مهاتما جو درشن ڪرايان. هو مونکي باباجيءَ وٽ وٺي آيو، مان ڪيترا ڏينهن سندن ستسنگ ۾ ويندو رهيس. مان هڪڙي به سوال پڇندو هوس تن جا بابا جن تسلي بخش جواب ڏيندا هئا. منهنجون وڏيون سالن جون شڪايتون چند ڏينهن ۾ دور ٿي ويون. مون ڪين ويتي ڪئي ته نام ڏيو پر راڌا سوامي اصل نه، جاڪاڻ ته اهو مونکي هڪ نئون نام ٿو لڳي. باباجن پڇيو، "ڪا پاٺي لس نم سان پڙهندو آهين؟" مون چيو "ها، جپ صاحب ۽ جاپ صاحب." انهيءَ تي فرمايائون، "جاپ صاحب ۾ گرو گوبندسنگهه صاحب جن پرماتما جا ڳڻا نوان نالا رکيا آهن؟" مون جواب ڏنو، "مون ڳڻيا ته ڪونهن پر انڪل ٻارهن چوڏهن سؤ هوندا." تنهن تي چيائون، "جيڪڏهن ڪنهن مهاتما واهگرو جو هڪ وڌيڪ نالو راڌا سوامي رکيو ته انهيءَ ۾ ڪهڙو اعتراض هئڻ گهرجي؟"

انهيءَ سوامي جي مهاراج جن جي پوٿي "راڌا سوامي سار بچن نظم" پيئي هئي، تنهن مان هيٺين پاٺي کولي ڏيکاريائون.

"راڌا آد سرت ڪا نام، سوامي آد شبد نج ڌام،
سرت شبد اور راڌا سوامي، دونون نام ايڪ ڪرجاني."

پوءِ چيائون ته ساري گرنٿ صاحب جو اپديش سرت شبد يوگ جو آهي. ۽ اهو سائين سوامي جي مهاراج جن جو اپديش آهي. رکيو

# ١ - باباجيءَ سان ميلاپ

منهنجا پتا جن صوبيدار ميجر هئا ۽ ساڌن جي سنگت جا شائق هئا. هو جڏهن ڪڏهن به ساڌوءَ وٽ ويندا هئا ته مون کي ساڻ وٺي ويندا هئا. مان جيترو وقت ساڻن رهيس، ساڌن سان ملندو رهيس. انڪري ننڍي عمر ۾ منهنجو ساڌ سنگت لاءِ چاهه وڌي ويو. مان جڏهن وڏو ٿيس تڏهن اهو شوق پاڻ وڌيو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته روحانيت هڪ عملي گيان آهي. ڇاڪاڻ ته ڪو وقت هو جڏهن مان خود چوندو هوس ته گروءَ جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي! مان پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪنهن سڀا جو پريزيڊنٽ ته ڪنهنجو سيڪريٽري وغيره ٿي رهيس پر جڏهن حقيقت جي پروڙ پيئي ته گرو ڳولڻ پيو.

جڏهن گرو گرنٿ صاحب پڙهندو هوس تڏهن بار بار اهو اُپديش ملندو هو ته پوري گروءَ جي شرن وٺو. انهيءَ ڪري گروءَ جي کوج ۾ مان گهڻن ئي سٿانن ۾ ويس. جيڪڏهن ڪو مهاتما هريجن (مهتر) وٽ ايندو هو ته اتي به ويندو هوس. باغ ۾ گل به ٿيندا آهن ته ڪنڊا به. ڪئين مهاتمائون مليا جن سان پرمارٿي چرچا ٿي پر هٿ حاصل ڪجهه به نه ٿيو. انهيءَ هوندي به منهنجي من ۾ ڪنهن ساڌوءَ لاءِ نندا جو خيال نه آيو. آخر جڏهن منهنجي بدلي پشاور ٿي، اتي هڪ مست فقير ڏٺم جو صرف لنگوٽي پائيندو هو. ڪيترا مهينا لڳاتار هن جي صحبت ڪيم. هو مون وٽ مهينو مهينو اچي رهيو به، پر هن نه ڪجهه ڏنو نه ڏياريو. آخر ٿڪجي هڪ رات کيس گهر وٺي آيس ۽ چيومانس، ”اڄ سچ پچ ٻڌائي ڇڏ!“ چيائين، ”جي سچ ٿو پڇين ته اڃا تنهنجو سمو ڪونه آيو آهي.“ تنهن تي مون کانئس پڇيو، ”هن حياتيءَ ۾ اهو وقت ايندو؟“ جواب ڏنائين، ”ها ايندو“. وري چيومانس، ”ڪهڙو مهاتما ڏيندو؟“ چيائين ته هو پاڻهي تو وٽ هلي ويندو.



حضور مہاراج ساون سنگھ جی

# فهرست

عرصي ۾ سنگت، جا بابا جي مهاراج جن جي ڏينهن ۾ ٢٤٠٠ هُئي سا وڌي وڃي ١,٢٦,٠٠٠ تائين پهتي.

هنن ساکين مان ڪجهه ته اهي ساکيون آهن جن جو حضور مهاراج جن جي جيون سان سنبنڌ آهي ۽ ڪجهه پراڻيون اتهاسڪ ساکيون. انهن کي "راڌا سوامي ستسنگ، بياس سوسائٽي" وڏي اُتساهه ۽ مهنت سان ڪٺو ڪري هن پستڪ جي روپ ۾ ساڌ سنگت جي سيوا ۾ پيش ڪرڻ جو پربنڌ ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته نه صرف ستسنگين جي حضور مهاراج جن بابت ياد تازي ٿئي بلڪ اُنهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان سندن پرمارٿ جو شوق وڌي ۽ جگياسو سڄڻ به لاڀ وٺي سگهن.

شري منگهارام ديال اجمير نواسيءَ سنڌي ستسنگين ۽ جگياسن جي لاڀ لاءِ پرمارٿي ساکين جو سنڌي ترجمو ڪري ڇپائڻ جو پربنڌ ڪيو جو موجوده ڪتاب جي روپ ۾ پيش ڪجي ٿو.

**ايس - ايل - سونڌي**

سيڪريٽري

**راڌا سوامي ستسنگ، بياس**

شنڪائون اوري ٿي ويون. ٻيماريءَ ۽ پڻ ماني ظاهر ٿئي لڳو ته
باباجي مهاراج جن چولي ڇڏڻ کان اڳيئي حضور جن کي گدي ڏني
۽ پاڻ ٢٩ ڊسمبر ١٩٠٣ع ۾ پرم ڌام پڌاريا.

حضور مهاراج جن ١٩١١ع ۾ رٽائر ٿيڻ جي عمر کان اڳيئي
نوڪري ڇڏي، پينشن وٺي اچي ڏيري جو ڪم سنڀاليو جو اُن
وقت "ڏيرا بابا جئمل سنگهه" جي نالي سان پرسڌ ٿي چڪو هو ۽
اتي پنهنجي ستگرن جي سکيا موجب "راڌا سوامي" الوا "سنت
مت" جو پرچار ڪرڻ شروع ڪيو.

حضور مهاراج جن ۾ ايڪ خوبيون هيون جن مان مکيه هڪ هيءَ
به هئي ته جيڏي قسم جي سنگت سٽسنگ پڌڻ ايندي هئي اهڙي
قسم جو شبد سار پڇن، گرو گرنٿ صاحب، پلٽو صاحب، مولانا روم،
خواجه حافظ ٻيا ٻين سنتن مهاتمائن جي بانيءَ مان ڪٿي لڙائي ڪري
سمجهائيندا هئا ته سڀ جو ڪرتا هڪ آهي ۽ انهيءَ کي صرف منش
چولي ۾ پائي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته ٻيون جوڻيون ڀوڳ جوڻيون آهن.
سنت مهاتما مالڪ جا موڪليل پيارا آهن جن جي اپديش دواران هر
هڪ انسان پنهنجي سرت کي شبد سان جوڙي جيئري ئي مڪتي
اصل ڪري سگهي ٿو ۽ انهيءَ اپديش کي ڪولي سمجهائڻ لاءِ ڪئين
ساکيون به ٻڌائيندا هئا جي هن پستڪ ۾ درج ڪيون ويون آهن.
انهن ساکين ٻڌائڻ جو ڀاو اهو هوندو هو ته سنگت جي وتي سٽسنگ
۾ ايڪاگر رهي، حضور مهاراج جن جي پوتر رسنا دواران جيڪو به
انهوي وچن نڪرندو هو سو ٻڌندڙن جي دلين تي گهرو اثر ڪندو
هو، انتري ندو جو ڪيترن مرڻن تي اهي ماڻهو جيڪي ٻئي
مباحثي لاءِ پورن رت تيار ٿي ايندا هئا، سٽسنگ ٻڌي اهڙو پرڀاو
ٿيندا هئا جو بي اختيار اٿي پيهي چوندا هئا ته هن شبد جو جيڪو
اوهه توهان کولي ٻڌايو آهي سو اسان اڳي ڪڏهن ڪونه ٻڌو آهي.
ڪرپا ڪري اسان کي به انهيءَ سرت شبد مارگ تي هلڻ جو پل
...

عرصي ۾ سنگت، جا بابا جي مهاراج جن جي ڏينهن ۾ ۲۴۰۰ هئي سا وڌي وڃي ۱٫۲۶٫۰۰۰ تائين پهتي .

هنن ساکين مان ڪجهه ته اهي ساکيون آهن جن جو حضور مهاراج جن جي جيون سان سنبنڌ آهي ۽ ڪجهه پراڻيون اتهاسڪ ساکيون . انهن کي "راڌا سوامي ستسنگ، بياس سوسائٽي" وڏي اتساهه ۽ همٿ سان ڪٺو ڪري هن پستڪ جي روپ ۾ ساڌ سنگت جي سيوا ۾ پيش ڪرڻ جو پربنڌ ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته نه صرف ستسنگين جي حضور مهاراج جن بابت ياد تازي ٿئي بلڪ انهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان سنڌن پرمارٿ جو شوق وڌي ۽ جگياسو سڄڻ به لاڀ وٺي سگهن .

شري منگهارام ديال اجمير نواسيءَ سنڌي ستسنگين ۽ جگياسن جي لاڀ لاءِ پرمارٿي ساکين جو سنڌي ترجمو ڪري ڇپائڻ جو پربنڌ ڪيو جو موجوده ڪتاب جي روپ ۾ پيش ڪجي ٿو .

**ايس - ايل - سونڌي**

سيڪريٽري

**راڌا سوامي ستسنگ، بياس**

شڪالون اوريسٽ ٿي ويون. پرماڻي پترن مان ظاهر ٿئي ٿو ته
باباجي مهاراج جن جولي ڇڏڻ کان اڳ ۾ حضور جن کي گدي ڏني
۽ پاڻ ۲۹ ڊسمبر ۱۹۰۳ع ۾ پرم ڌام پڌاريا.

حضور مهاراج جن ۱۹۱۱ع ۾ رٽائر ٿيڻ جي عمر کان اڳ ئي
نوڪري ڇڏي، پينشن وٺي اچي ڏيري جو ڪم سنڀاليو جو ان
وقت "ڏيرا بابا جيمل سنگهه" جي نالي سان پرسڌ ٿي چڪو هو ۽
اتي پنهنجي ستگرو جي سکيا موجب "راڌا سوامي" الوا "سنت
مت" جو پرچار ڪرڻ شروع ڪيو.

حضور مهاراج جن ۾ ايڪ خوبيون هيون جن مان مکيه هڪ هيءَ
به هئي ته جيڏي قسم جي سنگت ستسنگ، ٻڌڻ ايندي هئي اهڙي
قسم جو شبد سار ٻڌن، گرو گرنٿ صاحب، پلٽو صاحب، مولانا روم،
خواجه حافظ يا ٻين سنتن مهاتمائن جي باڻيءَ مان ڪٿي ترجمو ڪري
سمجهائيندا هئا ته سڀ جو ڪرتا هڪ آهي ۽ انهيءَ کي صرف سنت
چولي ۾ پالي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته ٻيون جو ٿيون ڀوڳ جو ٿيون آهن.
سنت مهاتما مالڪ جا موڪليل پيارا آهن جن جي اپديش دواران هر
هڪ انسان پنهنجي سرت کي شبد سان جوڙي جيئري ئي مڪتي
حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ انهيءَ اپديش کي ڪرلي سمجهائڻ لاءِ ڪئين
ساکيون به ٻڌائيندا هئا جي هن پستڪ ۾ درج ڪيون ويون آهن.
انهن ساکين ٻڌائڻ جو ڀاو اهو هوندو هو ته سنگت جي ورتي ستسنگ
۾ ايڪاگر رهي، حضور مهاراج جن جي پرتي پريما دواران جيڪو نه
اليوي وچن ڪرندو هو سو ٻڌندڙن جي دلين ئي گهرو اثر ڪندو
هو، ايتري قدر جو ڪيترن مرڪن ئي اچي ماٿو جهڪي ٻيعت
مباحثي لاءِ پورن ريت تيار ٿي ايندا هئا، ستسنگ ٻڌي اهڙو پرڀاوت
ٿيندا هئا جو بي اختيار انهي ٻڌي چوندا هئا ته هي شبد جو جيڪو
اوت ترهان ڪولي ٻڌايو آهي سو اسان اڳي ڪڏهن ڪونه ٻڌو آهي.
ڪرپا ڪري اسان کي به انهيءَ سرت شبد مارگ تي هلڻ جو ٻل
بخشيو.

حضور مهاراج جن جي اليوي ستسنگ ڪارڻ ۴۵ سالن جي

# ڀومڪا

هر ديس ۾ هر سمي اهو رواج هلندو آيو آهي ته جڏهن ڪا به سکيا عام جنتا کي ڏني ويندي آهي ته اها ننڍين ننڍين آکاڻين وسيلا ڪٿائن دواران. ايتري قدر جو جڏهن ٻالڪ رات جو کائي پي واندا ٿيندا آهن ته پنهنجي وڏن کي آکاڻيون ٻڌائڻ لاءِ آگرهه ڪندا آهن ۽ انهن آکاڻين ذريعي جيڪا به سکيا، چاهي نيڪ يا بد، ملندي اٿن سا سڄي زندگيءَ لاءِ سندن ڪچڙن دلين تي ڄمي ويندي آهي.

حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن ڪئين ڀيرا فرمائيندا هئا ته ننڍي هوندي منهنجي بزرگ ڦاٽي وارتا ٻڌائي هئي سا اڄ تائين به مون کي ياد آهي.

انهيءَ حقيقت کي مد نظر رکي حضور مهاراج جن جون سندن ستسنگن ۾ ٻڌايل ساکيون موجوده پستڪ جي روپ ۾ ساڌ سنگت جي سيوا ۾ رکجن ٿيون. اهي ساکيون حضور مهاراج جن پنهنجي ستسنگن جي دوران ۾ پنجابي ٻوليءَ ۾ ٻڌائيندا هئا. اها ڀاشا اڄ به مڌيه پنجاب ۾ پرچلت آهي.

حضور مهاراج جن جو جنم آستان "مهمان سنگهه والا" ضلع لڌياڻي ۾ آهي. ٻالپڻ کان ئي ڪن سنتن مهاتمائن جي سنگت جو شوق هو، جو پنهنجي بزرگن کان پرايائون ۽ هو هميشهه سکي اصولن جو پالن ڪندا هئا. حضور جن پنهنجي اوائلي زندگيءَ ۾ گرنٿ صاحب جا ڪيترائي ڀيرا پاٺ ڪيو ۽ جڏهن باڻيءَ ۾ 'شبد'، 'نام'، 'آکٿ ڪٿا'، 'ڌن'، 'ناد'، 'حڪم'، 'امر'، 'باڻي' جهڙا لفظ ايندا هئا ته انهن جي اصلي ارٿ سمجهڻ جو شوق ڏينهن بدن وڌندو ويو. آخر جڏهن وڏڪي ڪاليج مان پاس ٿي ڪوهه مري ۾ ايم - اي - ايس ۾ ايس - ڊي - او ٿيا ته آڪٽوبر ١٨٩٤ع ۾ بابا جيمل سنگهه مهاراج جن سان ميلاپ ٿين ۽ انهن جي ستسنگ ٻڌڻ سان سندن سڀ

Published by : S. L Sondhi
Secretary, Radha Soami Satsang
Beas (Punjab)



| | | |
|---|---|---|
| دفعو پهريون ] | مارچ ١٩٦٧ | [ جلد ٣٠٠٠ هزار |
| دفعو ٻيون ] | مارچ ١٩٧٣ | [ جلد ٣٠٠٠ هزار |
| دفعو ٽيون ] | جون ١٩٧٨ | [ جلد ٥٠٠٠ هزار |
| دفعو چوٿون ] | سيپٽمبر ١٩٩٠ | [ جلد ٦٠٠٠ هزار |

Printed by Chuharmal R. DhanWani
at the Rashtrya Printing Works
Diggi Chowk, AJMER